# ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ ان جو درست استعمال

مرتب

**علي نواز آريسر**

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

# ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ ان جو درست استعمال

سهيڙيندڙ
علي نواز آريسر

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد، سنڌ
2018ع

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جو ڪتاب نمبر (320)


# ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ ان جو درست استعمال

سهيڙيندڙ: علي نواز آريسر
ڇاپو پهريون: مارچ، 2018ع
لي آئوٽ: رمضان ترڪ
ٽائيٽل: اسد الله ڀٽو
تعداد: 500
قيمت: -/200 روپيا
ناشر: سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان.

**Catalogue Reference**
Arisar Ali Nawaz
Boli Jo Bachao Aen Un Jo Durst Istamal
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN: 978-969-625-160-6

# Boli Jo Bachao Aen Un Jo Durst Istamal

| | |
|---|---|
| Compiled by: | Ali Nawaz Arisar |
| First edition: | March, 2018 |
| Quantity: | 500 |
| Price: | Rs.200/- |
| Layout: | Ramzan Turk |
| Title: | Asadullah Bhutto |
| Published by: | Sindhi Language Authority, National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan. |
| Tel: | 022-9240050-3 |
| Fax: | 022-9240051 |
| E-mail: | contact@sindhila.edu.pk,sindhila@yahoo.com |
| Website: | www.sindhila.org |
| Printed by: | M/S Ali Hussnain Process Printing Services, Hyderabad. |

# فهرست

# پيش لفظ

ٻولي پاڻمرادو اختيار ڪيل علامتن جي تنظيم آهي، جنهن ذريعي ماڻهو پاڻ ۾ هڪٻئي سان وهنوار ڪن ٿا. ٻوليءَ تي اثر ۽ تبديلي جاگرافيائي، معاشي، سماجي ۽ سياسي حالتون ڪنديون آهن.

اسان وٽ صدين کان حالتون تبديل ٿينديون رهيون آهن، ڪڏهن ڌارين جا حملا، ڪڏهن لڏپلاڻ تہ ڪڏهن سياسي حالتن سنڌي ٻوليءَ تي اثر ڇڏيا آهن. موجوده دور، جنهن کي گلوبل ’جديديت پڄاڻان‘ جو دور چيو وڃي ٿو، ان ۾ دنيا جا سڏ سماءَ جا ذريعا تيز ترين ٿي ويا آهن. دنيا جون قومون پاڻ ۾ جُڙي رهيون آهن، اهڙي صورتحال ۾ ٻوليون تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيون آهن، دنيا جي ڪيترين ٻولين کي خطرا درپيش آهن، ڪي ٻوليون ختم ٿي رهيون آهن تہ ڪن ۾ بگاڙ پيدا ٿي رهيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ بگاڙ پيدا ٿي رهيو آهي، جو اسان ڏسون پيا تہ سڏ سماءَ جي ادارن کان وٺي، آفيسن ۽ عام ماڻهو جي ڳالهائڻ ۾ ڌارين ٻولين جي لفظن جو واڌارو موجود آهي، نہ صرف لفظن جو بگاڙ ٿي رهيو آهي، پر گرامر جي اصولن جي بہ هٽ چراند ٿي رهي آهي. عام طور سان اسان ڏسون پيا تہ گهڻا ماڻهو واحد – جمع، مذڪر – مؤنث يا جملن جي بيهڪ ۾ غلطيون ڪري رهيا آهن. انهيءَ جو سدباب جيڪڏهن وقتائتو نہ ٿيو تہ اسان جي ٻولي صدي ڪن ۾ ايترو بگڙي ويندي، جو ٻوليءَ جو اصلي جوهر ئي غائب ٿي ويندو.

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو انهيءَ ڳالهہ کي محسوس ڪندي، هي ڪتاب ”ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ ان جو درست استعمال“ شايع ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ مختلف اسڪالرن جا مضمون موجود آهن، جن کي علي نواز آريسر ڏاڏي محنت سان سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ پيرومل مهرچند آڏواڻي، واحد بخش شيخ، محمد ابراهيم جويي، علي احمد بروهي، ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ تاج جويي جا مضمون سنڌي ٻوليءَ جي درست استعمال متعلق شامل ڪيا ويا آهن. هنن مضمونن ۾ ٻوليءَ جي درست استعمال جي سلسلي ۾ جمع – واحد، مذڪر – مؤنث جا طريقا، جملن ۾ استعمال ڪرڻ جا طريقا سمجهايا ويا آهن.

ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ 'ٻيهڪ جي نشانين' متعلق مضمون شامل ڪيا ويا آهن، جيڪي پڻ ٻوليءَ جي درست لکت لاءِ اهم آهن. ٻوليءَ جو بگاڙ لاشعوري طور "نيورو لئنگويج پروگرامنگ" ذريعي ٿيندو آهي، جنهن ۾ ماڻهو لاشعوري طور ٻين ٻولين جو اثر وٺي پنهنجي ٻولي بگاڙيندو آهي. اسان وٽ عربي، فارسي، انگريزي، اردو جا اثر تمام گهڻا پيل آهن، مثال اڪثر نئين نسل کي اسان غزلون، ڪلاسون، song، ڪزن ۽ ڊيڊي وغيره جهڙا لفظ عام جام استعمال ڪندي ٻڌندا آهيون، يا وري زيرِ اضافت جو استعمال عام جام ٿي رهيو آهي. اهڙيءَ طرح لفظن جا اُچار وري اردو وارا استعمال ٿي رهيا آهن.

مثال: 'نِماز' کي 'نَماز'.
'وِضو' کي 'وَضو'.
'اُقرانو' کي 'پرانو'.
'شادي مرادي' کي 'شادي خانہ آبادي'
'حوالا' کي 'حوالات'

اهڙيءَ طرح اسم، ضمير، اضافت يا جري حالت ۾ تبديل ٿيندو آهي، مثال "ڪُتو" اضافت يا جري حالت ۾ "ڪُتي" ٿيندو. اهڙيءَ طرح اسم پنهنجي صفتن سميت تبديل ٿيندو آهي. مثال:

| غلط | صحيح |
|---|---|
| ڇوڪرو کي | ڇوڪري کي |
| سٺو ڇوڪرو کي | سٺي ڇوڪري کي |
| رستو بند ٿيڻ سبب ماڻهو اذيت ۾ مبتلا | رستي بند ٿيڻ سبب ماڻهو اذيت ۾ مبتلا |
| صدر کي ملڪ جو دورو ڪرڻ جي اپيل | صدر کي ملڪ جي دوري ڪرڻ جي اپيل |

اهڙيءَ طرح ذاتين ۾ بہ جري يا اضافي حالت ۾ تبديلي ٿيندي آهي، مثال ڀُٽو- ڀُٽي، سومرو- سومري، وغيره. پر اڄ ڪلهہ ميڊيا ذات ۾ ڦيرو نٿي ڪري، عام خيال آهي تہ ذات ۾ ڦيرو ڪري شايد ماڻهوءَ جي عزت گهٽجي ٿي يا حُجت وڌي ٿي. بهرحال اهو بحث اڃا هلندڙ آهي. جمع- واحد يا مذڪر- واحد جي طريقن ۽ اصولن ۾ زياده نہ، پر رڳو ساده بہ چار اصول ذهن ۾ رکجن. مثال: جنهن لفظ جي آخر ۾ پيش اچي ان کي جمع ڪرڻ وقت پيش ڪيدي صرف زبر ڏئي ڇڏجي. مثال:

| | |
|---|---|
| اُٺُ | اُٺَ |
| ڪتابُ | ڪتابَ |
| غزلُ | غزلَ |
| مردُ | مردَ |

اهڙيءَ طرح جنهن واحد لفظ جي آخر ۾ زبر هجي، ان کي جمع ڪرڻ وقت 'زبر' ڪڍي 'ون' لڳائجي. مثال:

| | |
|---|---|
| ڪٿَ | ڪٿون |
| زالَ | زالون |
| پٿَ | پٿون |
| اڏَ | آڏون |

جنهن واحد لفظ جي آخر ۾ زير هجي، ان کي جمع لفظ ٺاهڻ لاءِ زير ڪڍي "يون" ملائجي تہ جمع ٺي پوندو. مثال:

| | |
|---|---|
| چِتِ | چِتيون |
| اڪِ | اڪيون |
| پتِ | پتيون |
| رڙِ | رڙيون |
| راتِ | راتيون |

جنهن واحد لفظ جي آخر ۾ "الف" هجي تہ جمع ٺاهڻ لاءِ ان ۾ "ئون" ڳنڍجي تہ جمع لفظ ٺهي پوندو. مثال:

| | |
|---|---|
| هوا | هوائون |
| جفا | جفائون |
| ادا | ادائون |
| بلا | بلائون |

جنهن واحد لفظ جي آخر ۾ "ي" هجي، ان کي جمع ٺاهڻ وقت "ون" ڳنڍجي تہ جمع ٺي پوندو. مثال:

| | |
|---|---|
| ڇوڪري | ڇوڪريون |
| نڪري | نڪريون |
| جُتي | جُتيون |
| راٽي | راٽيون |

هاڻي اسان غور ڪنداسين ته ڪي لفظ اهڙا آهن، جن تي اصول نٿو هلي. اهو دنيا جي هر ٻوليءَ ۾ ٿيندو آهي، ته 80 سيڪڙو فارمولو هلي ٿو پر 20 سيڪڙو ڪو به اصول ناهي، نه صرف ٻولي، بلڪ دنيا جي هر شيءِ جو اهو اصول آهي، ته هو "فارملائيز" به آهي ته "رينڊم" به آهي. معنيٰ ترتيب ۽ قاعدي ۾ به آهي ته بي قاعدي ۽ بي ترتيب به آهي. مثال:

پڪي، منشي، جوڳي، موچي، قيدي، فوجي وغيره جا جمع نه ٿيندا، ساڳيا رهندا. اهڙي طرح مذڪر ۽ مؤنث ۾ به ائين آهي، جنهن جا اصول واحد بخش شيخ صاحب سهڻي انداز سان سمجهايا آهن.

البته لاڙ ۽ اُتر ۾ مذڪر ۽ مؤنث جو فرق موجود آهي، مثال: لاڙ ۾ 'اجرڪَ'، مؤنث عدد واحد آهي، پر ساڳيو لفظ اُتر ۾ عدد جمع ۽ مذڪر آهي. لاڙ ۾ جمع 'اجرڪون' ٿيندو، پر اتر ۾ 'اجرڪُ' عدد واحد آهي، جمع 'اجرڪَ' آهي.

اهڙي طرح 'رت' لاڙ توڙي اتر ۾ عدد واحد مذڪر آهي، پر اتر ۾ سرائڪي ڳالهائڻ وارا مؤنث ڪري استعمال ڪن ٿا. 'ٻوڙ' لاڙ ۾ مؤنث آهي، اُتر ۾ 'ٻوڙُ' عدد واحد مذڪر آهي.

اهڙا ڪوڙ سارا مثال ملندا، پر اهو لهجن جو بحث الڳ آهي، جيڪو وري ٻئي ڪتاب ۾ بحث هيٺ ايندو.

هن ڪتاب ۾ علي احمد بروهي صاحب جو مضمون "اخباري ٻوليءَ تي سرسري نظر" به شامل آهي. علي احمد بروهي صاحب طنز و مزاح جو بادشاهه هو هن جي لکڻين ۾ علم و ادب جو ڀنڊار هوندو هو پڙهندڙ پڙهندي ظرافت جي حسين اظهار سان به لطف ماڻيندو هو. علي احمد بروهي صاحب جي چوڻ موجب جنهن به لفظ جي آخر ۾ "شن" اچي اهو مونث آهي، مثال آپريشن، ٽرانسليشن، ڊڪٽيشن، باقي ملٽري آپريشن ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو ڏاڍي جي لٺ کي به مٺا ٿيندا آهن. ٻي اهم ڳالهه بروهي صاحب سمجهائي آهي ته 'ياڊُ' جو جمع 'يادگيريون' ٿيندو پر اڄ ڪلهه هرو ڀرو اردو جي اثر ۾ ماڻهو 'يادون' ٿا چون.

"سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال" ڊاڪٽر فهميده حسين جو مضمون به ڪارائتو آهي، جنهن ۾ اکرن ۽ آوازن جو بحث ٿيل آهي، سنڌيءَ

۾ ڪيترائي اهڙا اکر آهن، جن جو آواز سنڌين کي اچا اُچارڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي. مثال:

خ- غ، ص، ض، ق، اهي اهڙا آواز آهن، جيڪي سنڌي ماڻهو آسانيءَ سان اُچاري نٿا سگهن، جن جي ترتيب ۽ سکيا نندي هوندي کان اسڪول ۾ استادن کي ڏيڻ گهرجي.

اهڙي طرح پ ۽ ب ۾ گهہ ۽ گ ۾ خ ۽ ک ۾ ش ۽ ڇ ۾ ق ۽ ف ۾ فرق استادن کي ننڍپڻ ۾ شاگردن کي سيکارڻ گهرجي.

ڪٿي هڪ صوتي جا بہ آواز بہ سنڌ ۾ موجود آهن. مثال: لاڙڪاڻي ۾ 'ڇ' آواز کي 'ش' بہ اچاريو وڃي ٿو. اهڙي طرح لاڙ ۾ 'ي' کي ڪٿي 'ز' يا 'ج'، 'ز' کي 'ج'، 'س' کي 'ش' يا 'ش' کي 'س' اچاريو ويندو آهي. مثال: سڪينہ کي شڪينہ، گوشت کي گوست، رمضان کي رمجان وغيره.

ٻوليءَ جي بچاءَ جي سلسلي جو اهم مضمون محمد ابراهيم جويي صاحب جو آهي، جنهن گهڻين ڳالهين ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي. مثال:

ڪانہ ۽ ڪونہ ۾ فرق.

هوءَ ڪونہ ايندي (غلط)

هوءَ ڪانہ ايندي (صحيح)

مذڪر ۽ مونث سان 'ڪو' ۽ 'ڪانہ' تبديل ٿيندي، مونث سان 'ڪونہ' نہ لڳندو.

ابراهيم جويي صاحب هن ڳالهہ ڏانهن بہ ڌيان ڇڪايو آهي تہ سنڌي ٻولي فطرتي ٻولي آهي، ان ۾ رک رکاءُ ۽ "پروٽوڪول" پيدا ڪري ٻوليءَ کي بگاڙيون ٿا. مثال:

اوهان ڇا پيا ڪريو؟

اهو جملو مرد ۽ عورت لاءِ ساڳيو استعمال ٿئي پيو جڏهن تہ عورت لاءِ 'اوهان ڇا پيون ڪريو'، هئڻ گهرجي. انهيءَ ۾ سندن شان ۾ گستاخي ڪانہ ٿيندي

ان کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو مزاج آهي، تہ هر اکر تي حرڪت هوندي آهي. مثال: ديوانہ- سنڌيءَ ۾ ديوانو ٿيندو. خاص ڪري حرف ندا ۾ سڏ ساڪن ناهي. مثال: 'رفيق' کي سڏ ڪرڻ وقت سنڌيءَ ۾ 'رفيقَ'، 'ق' جو آواز ڊگهو سُر

هوندو. اهڙي طرح سنڌي ٻوليءَ جي مزاج مطابق فهميده ـ حميده، سڪينہ سنڌي ۾ فهميدان، حميدان، سڪينا اچار ٿيندا.

سنڌي اکر جي حرڪت واري مزاج مطابق سنڌي ماڻهو ڪابہ ٻي ٻولي ڳالهائيندو تہ ان کي بہ حرڪت ڏئي ڳالهائيندو. اهو ئي سبب آهي جو اردو يا انگريزي ڳالهائي، پر اسان سمجهي وٺندا آهيون تہ هي ماڻهو سنڌي آهي.

آئون سمجهان ٿو تہ بگاڙ تہ اسان لاشعوري ڪري رهيا آهيون، پر سڌاري ۽ درست استعمال لاءِ اسان کي شعوري ڪوششون ڪرڻيون پونديون. تنهن ڪري استادن، شاگردن ۽ صحافين کي ٻوليءَ جي درست استعمال لاءِ نہ صرف اسان هي ڪتابي سلسلو شروع ڪيو آهي، بلڪ سڄي سنڌ ۾ ضلعي سطح تي اسان تربيتي ورڪشاپ ڪرائي استادن ۽ صحافين کي ٻوليءَ جو درست لکڻ ۽ درست ڳالهائڻ سيکاري رهيا آهيون.

اميد تہ اسان جا سنڌي پائر هن ڪم کي مثبت انداز سان ڏسندا.

پروفيسر ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ
چيئرمئن

22 مارچ 2018ع
حيدرآباد سنڌ

# پنهنجي پاران

ٻولي، انسان جي احساسن، جذبن، اُمنگن جي ترجمان هُئڻ سان گڏ ڪنهن بہ قوم جي سُڃاڻپ پڻ هوندي آهي. هر قوم جي پهرين ترجيح اُن جيٰ ٻولي هوندي آهي، اهو ئي سبب آهي، جو هر ماڻهوءَ جو پنهنجي ٻوليءَ سان ماءُ جهڙو رشتو هوندو آهي ۽ ان جي قدرداني بہ ماءُ جيان ئي ڪئي ويندي آهي. سڄيءَ دنيا ۾ ٻوليءَ جي بقا، واڌ ويجهہ، ترقي ۽ ترويج لاءِ مختلف رٿابنديون تيار ڪيون وينديون آهن ۽ ٻوليءَ ۾ خوبصورتي پيدا ڪرڻ لاءِ اُپاءَ ورتا ويندا آهن. ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي گرامر، اسمن جي جنس- مذڪر ۽ مونث، عدد- واحد ۽ جمع، ٻوليءَ جو بچاءُ، صورتخطيءَ ۾ اُچارن جون غلطيون، همزي 'ء' ۽ شد ، ّ، جو درست استعمال، ۽ اخبارن جي ٻوليءَ تي ناليوارن عالمن پيرو مل مهرچند آڏواڻي، واحد بخش شيخ، محمد ابراهيم جويي، ڊاڪٽر غلام علي علي الانا، علي احمد بروهي، ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ تاج جويي جا مقالا/ مضمون گڏ ڪري ڪتابي صورت ڏني وئي آهي.

جيئن تہ هر ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ ۽ لکڻ جون بہ الڳ الڳ صورتون هونديون آهن ۽ انهن صورتن کي واضح ڪرڻ لاءِ ماهرن ڪي نشانيون ترتيب ڏنيون آهن، جن کي انگريزيءَ ۾ Punctuation Marks ۽ سنڌيءَ ۾ "بيهڪ جون نشانيون" سڏيو ويندو آهي. بيهڪ جون نشانيون لکڻيءَ ۾ خوبصورتي پيدا ڪنديون آهن ۽ خيال/تاثر کي واضح ڪنديون آهن. هنن نشانين جي آڌار تي ڳالهہ کي سمجهڻ سگهبو آهي. هيءَ نشانيون لکت ۾ اهم سمجهيون وينديون آهن ۽ ترجمي ۽ تحقيقي ڪم ۾ وڏيڪ ڪتب آينديون آهن ۽ ان لاءِ هنن نشانين کي لازم قرار ڏنو ويو آهي.

بيهڪ جي نشانين بابت اسان جي ڪيترن ئي عالمن تفصيلي مقالا لکيا آهن. نشانين جي استعمال ۽ اُن جي اهميت کان واقف ڪيو آهي. موجوده وقت جي ضرورت کي محسوس ڪندي اداري پاران اها ذميواري مون کي سونپي وئي تہ ٻوليءَ جي بچاءُ ۽ بيهڪ جي نشانين تي مقالا/مضمون گڏ ڪري ڪتاب ترتيب ڏيان ۽ مُون ان ذميواريءَ کي پورو ڪندي، سنڌي

ٻوليءَ جي ناليوارن عالمن مرزا قليچ بيگ، سراج، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر غلام حسين پٺاڻ ۽ واحد بخش شيخ جا مضمون گڏ ڪري "ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ ان جو درست استعمال" جي عنوان سان هيءُ ڪتاب تيار ڪيو آهي، جيڪو پڙهندڙن کي يقيناً لاڀ ڏيندو.

هيءُ ڪتاب استادن، شاگردن، صحافين ۽ نون لکندڙن جي ڪنهن حد تائين رهنمائي ضرور ڪندو. آئون ٿورائتو آهيان محترم ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ صاحب جو جنهن مون تي هن اهم ڪم جي ذميواري رکي، مون کي پنهنجي ٻوليءَ لاءِ ڪجهه ڪرڻ جو موقعو ڏنو ۽ پڻ ٿورا اڳوڻي انچارج سيڪريٽري محترم هارون عنايت عباسي ۽ پبليڪيشن ڊائريڪٽر محترم امين محمد لغاري جا، جن انتظامي ذميوارين کي نڀائيندي، هن ڪتاب کي وقت سر ڇپائي پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچايو.

حيدرآباد، سنڌ

اوهان جي محبتن جو طالب
علي نواز آريسر

# سنڌي ٻوليءَ جو بچاءُ

محمد ابراهيم جويو

سڌريل ۽ سجاڳ قومون هميشه پنهنجي ٻوليءَ کي صاف، سليس ۽ صحيح صورت ۾ قائم رکڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. ڪابه اهڙي قوم دنيا ۾ ڪانه ٿي رهي، جيڪا پنهنجي ٻوليءَ جي صورتخطيءَ، گرامر يا محاوري جي ڪنهن غلط يا نامناسب استعمال کي قبولي سگهي يا سهي سگهي. ڪابه اهڙي قوم ڪٿي ڪانه ليندي، جيڪا پنهنجي ٻوليءَ جي ڪنهن سهڻي ۽ سولي لفظ کي ڇڏي، ان جي جاءِ تي ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ جي لفظ کي ڪم آڻڻ ۾ خوش ٿئي يا فخر ڪري. علمي ۽ فني ضرورتن جي خيال کان، ٻين ٻولين جا لفظ پنهنجا ڪرڻا پون ٿا، پر اهڙا لفظ هرڪا ٻولي پنهنجي گرامر جي اصولن موجب بنهه پنهنجا بڻائي پوءِ پاڻ وٽ رکي ٿي.

سنڌي قوم پڻ گهڻي وقت کان پنهنجي وطن جي آزاديءَ، سالميت ۽ خوشحاليءَ جي جدوجهد سان گڏوگڏ پنهنجي ٻوليءَ کي اِنهيءَ ريت صاف، سليس ۽ صحتمند رکڻ لاءِ پنهنجي وس آهر ڀرپور ڪوشش ۾ رڌل رهي آهي. سنڌي ٻولي گذريل ڪيترين صدين کان هڪ نه ٻيءَ حڪمران ٻوليءَ جي تهذيبي دٻاءَ هيٺ رهندي پئي آئي آهي ۽ هن وقت پڻ ساڳيءَ طرح اهڙي ئي هڪ دٻاءَ هيٺ آيل آهي. عربيءَ، فارسيءَ ۽ انگريزيءَ جي تهذيبي آڪرائيءَ جا اثر سنڌيءَ ۾ اڄ به گهڻيءَ حد تائين موجود ڏسي سگهجن ٿا. اڙدوءَ جو حڪمراني درجو پڻ ساڳيءَ ريت بلڪ وڌيڪ اُگريءَ حد تائين اڄ سنڌيءَ تي پنهنجو اثر ڏيکاري رهيو آهي. اڙدو پريس، ريڊيو ٽيليويزن، سئنيما، اسڪولي ۽ ڪاليجي تعليم ۽ عام ڪتاب ۽ انهن سان گڏ اڙدوءَ جي قومي درجي جو تاب ۽ زور سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ وڏو خطرو ثابت ٿي رهيا آهن. اِهو سنڌيءَ جي اديبن، شاعرن، صحافين، استادن ۽ ٻين عام پڙهيل ماڻهن جو فرض آهي ته هو پنهنجي ٻوليءَ جو بچاءُ ڪن ۽ اُن جي ڀال بنجي، اُن جي صحت، سادگيءَ ۽ اصليت کي قائم رکن.

وڏي ڏک جي ڳالهه آهي، جو اڄ اسان جي ٻولي اسانجن پنهنجن ئي هٿن سان بگڙي ۽ ڪمزور ٿي رهي آهي. هن ڳالهه ۾ اسان کي خود اڙدوءَ جي

تاريخ مان سبق وٺڻ گهرجي. اڙدو ٻولي اصل ۾ تہ هندي ٻولي ئي آهي، پر ان ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي لفظن جي ايتري تہ پرتي ڪئي ويئي، جو هوءَ پنهنجي اصلوڪي صورت وڃائي، ٻولي ئي ٻي ٿي پيئي. ايتري تائين، جو اُها عام جي سمجهہ کان نڪري ۽ ڪائنن بنهہ الڳ ٿي، رڳو ٿورن اميرن جي محلن ۽ حاڪمن جي درٻارين جي ٻولي بنجي ويئي. پنهنجي اصليت ۽ خانداني شانَ وڃائڻ کان پوءِ اها ساڳي ٻولي هاڻي رڳو مُنهن مَٿي پٽڻ، جهيڙي ڪرڻ ۽ وات هڻڻ ۾ ئي پوري آهي. اِها سڄي ويڌن هن ٻوليءَ سان ڪيئن ٿي؟ رَڌو هن طرح، جو اُن ۾ بنهہ ٿورا ڪي اصلوڪا لفظ (ضمير، فعل ۽ حرف جر) جيئن جا تيئن ڇڏي، اسم، صفتون، ظرف، حرف جملا وغيره عربيءَ ۽ فارسيءَ جا ايترا تہ گهڻا آندا ويا، جو هوءَ سڄاڻپ کان ئي ڇڙهي ويئي ۽ بدلجي بنهہ هڪ نئين ٻولي ٿي پيئي. اڄ ڪيترين سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ اڙدوءَ جي اثر ۾ ورتل لکيتن کي ڏسي ۽ ريڊيو تان توڙي جلسن ۾ شهري ۽ عام پڙهيل ماڻهن جون اهڙي ئي نوع واريون تقريرون ٻُڌي، پنهنجي ٻوليءَ سان پڻ اهڙي ئي ڪنهن حشر ٿيڻ جو ڊپ وڃي ويو ٿو.

ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم هڪ ڀيري سنڌيءَ ۽ اڙدوءَ کي ڀيٽيندي، ڏاڍي ڀروسي سان چيو هو تہ "اڙدوءَ ۾ 'دل' مذڪر ۽ 'ڪتاب' مؤنث آهي، جنهن ۾ ڪوبہ منطق ڪونهي، ۽ سنڌيءَ ۾ ان جي ابتڙ 'دل' مؤنث ۽ 'ڪتاب' مذڪر آهي، جائي ڳالهہ سچي ۾ آهي، سمجهہ پري بہ آهي." پر، افسوس جو تازو مون هڪ نامياريءَ روزانيءَ سنڌي اخبار ۾ اڙدوءَ وانگر "ڪتاب" کي مؤنث ۽ "دل" کي مذڪر جي صيغي ۾ ڪم آندل پڙهيو. اهڙيءَ ريت "توجهہُ"، "دليل"، "تاڪيد"، "اُمنگ"، "نظمُ، فريادُ، دادُ" ۽ ٻيا ڪيئي لفظ، جي پڌري پٽ اسان وٽ مذڪر آهن، اڄ اسان جي ڪن اخبارن ۽ رسالن وغيره ۾ مؤنث وانگر پيا لکجن، ۽ هوڏانهن، مثال طور لفظ "ستيا" کي مذڪر وانگر ڪم آندو پيو وڃي- "ستيا ناس ٿي ويو!" ۽ اِئين اڙدوءَ جي اثر هيٺ، ڪيترائي اسان جا لفظ مذڪر بدران مؤنث ۽ مؤنث بدران مذڪر ۾ ڪم ايندا رهن ٿا، ۽ اسان جي ٻوليءَ کي بنيادي ڌڪ لڳندو رهي ٿو.

ڪيترائي فارسيءَ ۽ عربيءَ جا لفظ آهن، جيڪي اسان پنهنجي ٻوليءَ ۾ بنهہ ٻيءَ معنيٰ ۾ قبوليا آهن. جيئن لفظ "تمام" آهي. هيءَ لفظ اڙدوءَ ۾ "سڀ،

سيپيئي يا سيني“ جي معنيٰ ۾ صفت طور ڪم اچي ٿو ۽ اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ظرف طور. ان جي معنيٰ ”ڏاڍو ڏاڍا“ جيئن ”تمام چڱو تمام سٺا“ وغيره آهي. پر اڄ اسان جا ڪيئي لکندڙ ۽ تقرير ڪندڙ صاحب پنهنجا سٺا ۽ سولا صفاتي لفظ ”سڀ، سمورا، مڙيئي، هڙئي“ انهن جو سڌو سنواٽو استعمال ڇڏي، لکندا ۽ چوندا وتن: ”تمام پئسا خرچ ٿي ويا! تمام مڇر مري ويا! تمام هو هيئن ٿي ويو ۽ تمام هيءُ هوئن ٿي ويو!“ انهيءَ نموني جو هڪ لفظ ”منصوبو“ بہ آهي، جيڪو سنڌيءَ ۾ ”سازش“ جي مطلب سان ڪم اچي ٿو. پر ان کي اسان جا اڙدوءَ جي وَٽ ۾ آيل ڪيترا ليکڪ ”رٿ“ يا ”رٿا“ جي معنيٰ ۾ ڪم آڻيندا رهن ٿا. ساڳي حالت پين ڪيترن اهڙن لفظن. جيئن تہ ”هلاڪ يا هلاک“ ۽ ”اتفاق“ جي آهي. ”هلاڪ“ سنڌيءَ ۾ ”ڪڪ، تنگ يا بيزار“ جي معنيٰ ۾ ۽ ”اتفاق“، ”حادثي يا واقعي“ جي معنيٰ ۾ ڪم اچن ٿا. پر اڙدوءَ جي پيروي ڪندي، اڄ اسان جا ڪيترا ليکڪ هنن لفظن کي ”مرڻ“ ۽ ”ٻڏيءَ“ جي معنيٰ ۾ پيا لکن. جي: ”هڪ ڏک سان ست مکيون هلاڪ ٿي ويون! اتفاق سان سڀ ڪجهہ ٺئي ٿو!“ هاڻي جي انهن جملن ۾ ”هلاڪ ٿي ويون“ بدران لکجي ”مري ويون“ ۽ ”اتفاق“ بدران ”ٻڏي“ لکجي، تہ اهي ڪيڏا نہ سمجهہ پريا ۽ وڻندڙ جملا ٿي پون!

سنڌيءَ ۾ حرف جملي يا ظرف جا لفظ اهڙا تہ سهڻا ۽ سٺا موجود آهن، جو انهن کي ڇڏي، فارسيءَ يا عربيءَ جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ ڪم آڻڻ نہ رڳو ضروري نہ آهن، پر پاڻ سان ۽ پنهنجي ٻوليءَ سان وڏي ڄٽ ڪرڻي آهي مثال طور:

جي، جيڪڏهن بدران اگر
جيتوڻيڪ = اگرچہ
پر = ليڪن يا مگر
تنهن،اِن، اُن ڪري = لهذا
تنهن،اِن، اُن، ڪانسواءِ = ازان سواءِ
تنهن،اِن، اُن- وچ ۾ = درين اثنا
اِن هوندي بہ = باوجوديڪ
چا بہ هجي، هر حال ۾ = بهر صورت، بهرحال

سچ پچ يا سچي پچي = في الحقيقت، حقيقتاً، في الواقع

ابتڙ = برعڪس، خلاف

ڌار ڌار، الڳ الڳ، جدا جدا = مختلف

تان جو = حتيٰ ڪ

متان = مبادا

تنهن، اِن، اُن ــ هوندي بہ = بہ اين همہ

ڇاڪاڻ تہ = چونڪہ

انهيءَ ڪري = بنا برين، چنانچہ

نہ تہ = ورنہ

ٻيءَ صورت ۾ = بہ صورت ديگر

الڳ، ڌار = علحده

ڌار = علاوه

پوءِ = بعد

هيٺ = زير، تحت

ڀيٽ = مقابلو

رڳو = محض، صرف

تہ بہ، تڏهن بہ = تاهم ــ وغيره، وغيره.

حيدرآباد جي ريڊئي تان، هر روز "جمهور جو آواز" پڌايو ويجي ٿو. اُن پروگرام ۾ ٺيٺ ٻهراڙيءَ جي هڪ چڱي مڙس جي ڪردار طور، "عارب خان" پنهنجي اوطاق ۾ ڪچهريءَ ۾ سرواڻ ٿي ويهندو آهي. هن پروگرام ۾ هڪڙي ڏينهن "عارب خان" جي واتان، سندس ٺيٺ ٻهراڙيءَ جي ڍنگ ۾ ٻڌم: "ادوڙيا اچو تہ اتحاد ڪريون. اتحاد سان سڀ مسئلا حل ٿي ويندا." هاڻي، اسان جا عام ٻڌڻ وارا، جن لاءِ ئي هيءُ پروگرام ٿئي ٿو سي ڇا سمجهندا "اتحاد" کي ۽ ڪيئن سمجهندا "مسئلن جو حل ٿيڻ!" اُن جي بدران "عارب خان" هيئن بہ چئي ٿي سگهيو تہ "ادو ڙيا اچو تہ ٻڌي ڪيون، ٻڌيءَ سان سڀ ڳالهيون نبري وينديون." 17ـ جولاءِ 72ع تي ٿئي هڪ پروگرام ۾ هن ريڊئي 'ن هيئيان لفظ ڪم ايندي ٻڌم، جيڪي سڀ جا سڀ

ٻين ٻولين جا لفظ پنهنجي ٻوليءَ تي ٻار بنجڻ ڪانسواءِ ٻئي ڪهڙي ڪم جا ٿيي ٿي سگهيا! انهن جي جاءِ تي اسان جي ٻوليءَ ۾ اڳي ئي ڏاڍا سٺا ۽ سلوڻا لفظ پيا آهن، جو نہ اُهي اسين ڪم آڻيون، تہ جيئن ٻڌڻ وارا ٻڌن تہ سمجهي بہ سگهن!_ هيٺ انهن لفظن جي لسٽ ڏجي ٿي:

باشندا = رهواسي، بخوبي آگاهہ ٿيا = چڱيءَ ريت يا پوريءَ طرح واقف ٿيا، معيار زندگي = زندگيءَ جو معيار يا پَدَ، فلاحي مملڪت = عام ڀلي جي حڪومت، باهمي تعلقات = هڪٻئي جا لاڳاپا، احترام = عزت، تعمير = اڏاوت (تعمير ڪرڻ، اڏڻ)، ذي هوش، ذي فهم = هوش وارو، فهم وارو، ڏاهو، خبردار، جيب خرچي = کيسي جي خرچي، تعاون = سهڪار، ترقي يافتہ = ترقي ڪيل، ايجاد ڪيون آهن = ناهيون آهن، خبرن تي مشتمل پروگرام = خبرن تي ٻڌل پروگرام، فرصت جا اوقات = واندڪائيءَ جون گهڙيون، تعليم جو فروغ = تعليم جو واڌارو، اعتماد = ڀروسو، ضروريات = گهرجون، تعلق رکن ٿا = لاڳاپو رکن ٿا، سرمايو = موڙي، دشواري = تڪليف، ڏکيائي، يڪجهتي = ٻڌي، جذبءِ قرباني = قربانيءَ جو جذبو، جذبءِ خدمت = خدمت جو جذبو، خيالات = خيال، حاضر خدمت = خدمت ۾ حاضر، ترويج = واهپو، استحڪام = جٽاءُ، وقفو = ساهي، مهلت = وچوٿي، نافذ رهيو = لاڳو رهيو، وغيره وغيره.

هڪڙي مشهور رسالي جي ايڊيٽر صاحب هڪ پيري "پڙاڏي" بدران "صداي باز گشت" جي فارسي ترڪيب ڪم آندي، ڏاڍي نوڙت سان چيومانس تہ "ياءِ جيڪڏهن لفظ 'پڙاڏو' اسان جي ٻوليءَ مان ائين نڪري ويو تہ "پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو ڪي لهين!" وارو شاهہ صاحب جو املهہ بيت ڪيئن ڪير سمجهي سگهندو!" ايڊيٽر صاحب ڳالهہ ڪي سمجهيو ۽ مڃيو پر عمل اڃا بہ هن نُڪتي تي گهڻو گهٽ ٿئيس ٿو!

اسان جا ڪيترا عربيءَ جي اثر ۾ ورتل ليکڪ وڏي شوق سان عربي اسمن جا عربي جمع پنهنجن مضمونن ۾ لکڻين ۾ ڪم آڻين ٿا. سنڌيءَ جو لاڳاپو عربيءَ سان گذريل 1200 ورهين کان بہ گهڻي عرصي جو آهي. ايتري ڊگهي لاڳاپي کان پوءِ بہ اسان جي ٻوليءَ بنهہ ڳاڻ ڳڻين عربي اسمن جا ئي عربي جمع قبوليا آهن. جيئن تہ احوال، افعال، وغيره. پر اُهي بہ هوءَ پاڻ وٽ واحد جي صيغي ۾ ڪم آڻي ٿي. اِن جي ابتڙ سنڌيءَ جي مٿي

ذڪر ڪيل نامياري ادبي رسالي جي هڪ مهتممي نوٽ ۾ ٿي مون هيٺيان 12 عربي جمع ڪم آندل ڏٺا: جذبات، احساسات، خيالات، تصنيفات، تاليفات، ڪمالات، تعلقات، واقعات، معاملات، تخليقات، امڪانات، اختيارات! جيڪڏهن ڪنهن هڪڙيءَ ڳالهه اڙدوءَ کي سندس اصل کان ۽ پڻ عام ماڻهن کان ڳتي الڳ ڪري بيهاريو ۽ بنهه هڪ ڌاري صورت ڏيئي ڇڏي، ته اُها اِهائي عربي جمع جي صيغن جي اُن ۾ بيجا ۽ اڻ مَٽي پرمار هئي. اِنهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان کي پنهنجي ٻوليءَ کي بنيادي طرح سندس اصل صورت ۾ قائم رکڻو آهي ته جيئن ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم فارسيءَ جي معاملي ۾ اُن لاءِ چئي ويو ته ان کي فارسيءَ جي اضافت جي ترڪيب کان پاڪ ۽ صاف رکيو وڃي، تيئن عربيءَ جي معاملي ۾ وري اُن کي هن عربي جمع جي صيغي جي استعمال کان بچائڻ گهرجي. اِهي سمورا عربي اسم اسان کي پنهنجي سنڌي جمع جي صورت ۾ پاڻ وٽ ڪم آڻڻ کپن ۽ نه سندن اصلي عربي جمع جي صورت ۾.

ضمير مبهم جا لفظ ڪو، ڪا، ڪي، ۽ ڪِي ۽ انهن سان گڏ ظرف جا انڪاري لفظ ڪونه، ڪانه، ڪين ۽ ڪِين، اسان جا ڪيترا ليکڪ اهڙيءَ طرح ڪم آڻين ٿا، ڄڻ سنڌي سندن مادري ٻولي ئي ڪانهي. هڪ ته "ڪو" مذڪر لاءِ ۽ "ڪا" مؤنث لاءِ، "ڪي" مذڪر، مؤنث ٻنهي لاءِ جمع ۾ ۽ "ڪِي" ڪنهن بيجان شيءِ لاءِ "ڪجهه" جي معنيٰ ۾ ڪم ايندڙ لفظ آهن. ٻيو ته انڪاري لفظ "ڪونه" ساڳيءَ طرح مذڪر واحد لاءِ، "ڪانه" مؤنث جي لاءِ، جمع جي صيغي ۾، ۽ "ڪِينَ" رڳو "ڪِي" ضمير سان ڪم اچي سگهن ٿا _ جيئن ته:

ڪو ڪونه ايندو.

ڪا ڪانه ايندي.

ڪي ڪين ايندا/اينديون.

ڪِي ڪِين ٿيندو/گهرجي.

اسان جا ڪيترا ليکڪ اڄ لفظ "ڪونه" مذڪر ۽ مؤنث ٻنهي لاءِ ڪم آڻيندا رهن ٿا. جيئن چون: (ڪو) ڇوڪرو ڪونه آهي/ڪونهي ۽ وري هيئن به چون: (ڪا) ڇوڪري ڪونه آهي/ڪونهي! ظاهر آهي ته

"ڇوڪريءَ" لاءِ "ڪونہ آهي" يا "ڪونهي" چئي ڪِين سگهبو مؤنث واحد جيءِ اِن صيغي ۾ لفظ "ڪا" ۽ "ڪانہ" ئي ڪم آڻڻ صحيح ٿي سگهن ٿا.

اسان جي پڙهيل ڀينرن ۾ وري هڪ عجيب خيال پيدا ٿيل ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ هڪبئي سان يا سندن زبردست ڀينرون يا سندن مرد ڀائر ساڻن جيڪڏهن مؤنث جمع جي صيغي ۾ ڳالهائيندا. جيئن تہ "اوهانِ ڇا پيون ڪريو؟ اوهان ڪڏهن آيون آهيو؟ اوهان هاڻي ڪيڏانهن وينديون؟" وغيره وغيره. تہ اِها سندن بي عزتي آهي يا سندن شان ۾ گستاخي چئجي! تنهن ڪري هنن سان ڳالهائبو تہ چئبو: "اوهان ڇا پيا ڪريو؟ اوهان ڪڏهن آيا آهيو؟ اوهان هاڻي ڪيڏانهن ويندا؟" وغيره وغيره. ڄڻ هو مرد آهن ۽ عورتون نہ آهن! هيءَ اهڙو هڪ ڪل جهڙو غلط ۽ هاڃيڪار خيال آهي ۽ ٻوليءَ جو هيءَ هڪ اهڙو اڻ گهڙيو ۽ بدزيبو استعمال آهي، جنهن کي جيترو جلد ڇڏي سگهجي اوترو سٺو.

سنڌيءَ ۾ ڪيترا اهڙا لفظ، اسم ۽ صفتون، فارسيءَ ۽ عربيءَ مان آيل آهن، جن جي پڇاڙي ننڍيءَ 'ه' سان ٿئي ٿي. جيئن نقشہ، ضلعہ، ديوانہ، دروازه وغيره. هاڻي، سنڌيءَ جي هڪ خصوصيت هيءَ آهي تہ ان جي ڪنهن بہ لفظ جو پويون پد ساڪن نٿو ٿئي، تنهن ڪري سنڌيءَ ۾ ايندي ئي اهي لفظ ٿري نقشو (واحد، حالت فاعلي)، ضلعو ديوانو دروازو وغيره ٿي پيا ۽ پوءِ عدد ۽ حالت پٽاندر انهن جو گردان لازمي بنجي پيو. جيئن نقشا، (جمع، حالت فاعلي)، نقشي (واحد، حالت جري ۽ اضافت)، ضلعا، ضلعي، ديوانا، ديواني، دروازا، دروازي، وغيره. بجاءِ اِن جي جو هنن فارسي ۽ عربيءَ جي لفظن کي پنهنجي ٻوليءَ جي انهن آوازي قاعدن موجب اُچارجي ۽ لکجي، اسان جي ڪيترن ليکڪن خود ڪيترن سنڌي لفظن کي زور ڪري، ننڍيءَ ه وارن انهن فارسي ۽ عربي لفظن جي سانچي ۾ وجهي، انهن جو صيغن پٽاندر گردان ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي! جيئن: چنو چنا، چني بدران چون ۽ لکن چنہ؛ پٽو پٽا، پٽي بدران رکو پٽہ؛ ٽنڊو ٽنڊا، ٽنڊي بدران رکو لکن ٽنڊه؛ ٽاٽو ٽاٽا، ٽاٽي بدران رکو ٽاٽہ! هيءَ سنڌي صورتخطيءَ جي توڙي سنڌي صرف جي هڪ اهڙي غلطي آهي، جو اُن مان ٻوليءَ جو ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾ ڏاڍو دکدائڪ بگاڙو ٿي رهيو آهي، جنهن کي روڪڻ تمام ضروري آهي.

اڄ ڪلهه دڪانن، آفيسن، بسن ۽ لارين، رستن جي پٽرن ۽ ريلوي اسٽيشنن وغيره تي سنڌيءَ ۾ نالا ۽ پار پتا لکيا پيا وڃن، پر جتي جتي لکڻ وارا غير سنڌي يا اڌ پڙهيل سنڌي آهن، اُتي هِنن بورڊن تي اِهي سنڌي لفظ ۽ عبارتون غلط ٻوليءَ ۽ غلط صورتخطيءَ ۾ لکيون پيون وڃن- جيئن تہ هڪ سرڪاري اسپتال ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل ڏٺم: "شعبو ڪان، نڪ، حلق"، "شعبو امراض زنانو"، "اوقات مريض سان ملاقات"، ٻئي هنڌ ڏٺم: "ديرپا قوت"، ٽئين هنڌ هڪ بس تي لکيل ڏٺم: "اٻاوڙو جي لاءِ". جو هئڻ گهرجي ها "اٻاوڙي جي لاءِ" يا رڳو "اٻاوڙي لاءِ". جتي جتي، جنهن جنهن سنڌيءَ جي گهڻگهري، پوڙهي توڙي جوان، جو وس پُڄي تہ هن کي گهرجي تہ پڌري پٽ اهڙيون لکيل چُڪون، پيار ۽ سهڪاري اُمنگ هيٺ درست ڪرائي ڇڏي.

سنڌي ٻولي گرامر جي خيال کان، گهڻيءَ حد تائين، هڪ پوري قاعدي واري ٻولي آهي. اُن جا اسم، ضمير، صفتون، ظرف ۽ فعل هميشہ عدد، جنس ۽ حالت سان گڏ پنهنجي صورت بدلائين ٿا. لفظن جو هيءُ ڦيرو يا گردان سيني ٻولين ۾ سندن پنهنجي پنهنجي گرامر جي قانونن هيٺ ٿئي ٿو. سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ هيءُ گردان لازمي طرح ڪرڻو پوي ٿو. افسوس! جو اسان جا ڪي ليکڪ، ٻين ٻولين جي اثر هيٺ، پنهنجي ٻوليءَ جي بنيادي ڳالهہ کان بيخبر يا لاپرواهہ ٻڻجي وبل ڏسجن ٿا. هتي رڳو هڪ اخبار جي ٽن لاڳيتن پرچن منجهان هن قسم جي لاپرواهيءَ جا مثال ڏجن ٿا. جن مان سمجهي سگهبو تہ اسان جي ٻوليءَ ۾ ڪيتريءَ حد تائين پنهنجن جي ئي هٿان بگاڙو اچي چڪو آهي ۽ اچي رهيو آهي:

**تاريخ 7_3_1972ع جي پرچي مان**

(1) سٽو پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ کوٽائي شروع.

(2) رستو بند ٿيڻ سبب مل بند.

(3) گورنر کي ٽر جو دورو ڪرڻ جي اپيل

(4) ريڊيو بڌڻ تان جهيڙو.

(5) پنجن ڏينهن جو دورو ڪرڻ بعد رپورٽ

**تاريخ 8_3_1972ع جي پرچي مان**

(6) سنڌ ۾ ڪاغذ جا چار ڪارخانا قائم ڪرڻ جون رٿائون زير غور

(7) سنڌي زبان ۽ ثقافت جو پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم

(8) سپاهي مسافرن جو قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار

(9) نوڪرين لاءِ درخواستون ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو

**تاريخ 9_3_1972ع جي پرچي مان**

(10) حڪام طرفان مري ويلن جو تعداد ظاهر ڪرڻ کان انڪار

(11) هارين کان قبضو ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي

(12) مولانا... بنا معاوضي زمينون حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.

(13) زرعي پيداوار جي وڪري جو بندوبست ڪرڻ لاءِ زرعي ادارو قائم.

(14) تعلقي جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ تي غور.

حالت جريءَ يا اضافت جي حالت ۾ سنڌيءَ جي اسمن ۽ صفتن جا لفظ هيٺينءَ ريت آهن:

(الف) واحد جي صيغي ۾ اَ,اِ ۽ آ پڇاڙين جي صورت ۾ ڪوبہ ڦيرو ڪونہ ٿيندو جيئن: ڪَٽ تي، پِٽ تي، راجا کي، وغيره

(ب) واحد جي صيغي ۾، اُ پڇاڙيءَ جي صورت ۾ اُ ڦري اَ جي صورت وٺندو جيئن: گلَ تي، پَٽَ تي.

(ج) واحد جي صيغي ۾، او پڇاڙيءَ جي صورت ۾ او ڦري اي جي صورت وٺندو جيئن دلي تي، ڪتولي تي.

(د) واحد جي صيغي ۾ اِي، اُو ۽ اُون پڇاڙيءَ جي صورت ۾ لفظ جي آخر ۾ 'ءَ' آواز وڌائبو جيئن: ماڪيءَ کي، منوءَ کي، مرونءَ کي، وغيره.

(هہ) جمع جي صيغي ۾ ئون، يون، اون، اِي، آ، اَ، اُ جون پڇاڙيون ڦري ئن، ين، ن جي صورت وٺنديون ـ جيئن تہ بلائون، پِتيون، ڪتون، ڏوبي، بلائن کي پِتين تي، ڪتن تي، ڏوبين کي، گُلَ دلا، منُو گلِن تي، دلن تي، منن کي.

مٿي جيڪي 14 مثال ڏنا ويا آهن، انهن ۾ پاڻي، رستو دورو ريڊيو پيپر، سامان، درخواستون، تعداد، قبضو زمينون، بندوبست ۽ مسئلا سڀ اسم آهن، جيڪي حالت اضافت ۾ آهن ۽ انهن مان هر هڪ جي پٺيان حرف جر يا حرف

اضافي "جي"، ڳجهو بيٺل آهي، انهيءَ ڪري اُهي پنهنجي صفتن ۽ انهن جي اڳيان آيل حرف اضافت جي لفظن سميت پنهنجي صورت ڦيرائينديون جيئن:

(1) سٺي پاڻيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ کوٽائي شروع.

(2) رستي بند ٿيڻ سبب مل بند.

(3) گورنر کي ٿر جي دوري ڪرڻ جي اپيل

(4) ريڊيئي ٻڌڻ تان جهيڙو

(5) پنجن ڏينهن جي دوري ڪرڻ بعد رپورٽ

(6) سنڌ ۾ ڪاغذ جي ڇٺن ڪارخانن قائم ڪرڻ جون رٿائون زير غور.

(7) سنڌي زبان ۽ ثقافت جي پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم

(8) سپاهي مسافرن جي قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار

(9) نوڪريءَ لاءِ درخواستن ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو

(10) حڪام طرفان مري ويلن جي تعداد ظاهر ڪرڻ کان انڪار

(11) هارين کان قبضي ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي.

(12) مولانا... بنا معاوضي زمينن حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.

(13) زرعي پيداوار جي وڪري جي بندوبست ڪرڻ لاءِ.

(14) تعلقي جي بنيادي مسئلن حل ڪرڻ تي غور

ٻولي قومن جي طبيعت جو آئينو ٿئي ٿي. مثال طور اڙدو هڪ واترادي ۽ گهڻ- ڳالهائو ٻولي آهي، ۽ سنڌي هڪ مائيٽي ۽ ٿور- ڳالهائو ٻولي آهي. هڪ جو خاص گڻ زبان درازي ۽ اُپ ۾ تراريون هڻڻ آهي، ۽ ٻيءَ جو خاص گڻ نماڻائي ۽ نرم ٻولڻ آهي، تنهن ڪري سنڌي جيڪڏهن اڙدوءَ جي نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديو ته نه رڳو پنهنجو شانُ وڃائيندي پر اڙدوءَ سان اُن جي لفاظيءَ ۽ نقاليءَ ۾ مٽ به پئجي ڪانه سگهندي ۽ الٽو اِنهيءَ ڪوشش ۾ پاڻ کي ڏنو ڪندي ڏاڍي گهڻي ڏک جي ڳالھ آهي، جو اسان جا ڪي هرڪ- هارئا دوست اڙدوءَ جي اِنهيءَ درٻاري ڏيک ۽ ماڙيچاڻي مَڪ چڪ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايترا ته وڃي ٿا وڃن، جو مثال طور حيدرآباد ريڊيئي جي اُنهيءَ ساڳئي مٿي ڄاڻايل "جمهور جي پروگرام" ۾ مون پنهنجن ڪنن سان اهڙن دوستن کي چوندي ٻڌو. "ادا عارب خان! بجا ٿا فرمايو!"

("سچ تا چئو!" نہ)، "ادا، هاڻي ٻڌاءِ خَبرُون!" ("خبرَون" نہ)، "تيار ٿيو" ("تيار نہ)، "خَيال ڪريو" ("خِيال" نہ)، (اُميد آهي...")، ("اُميد" نہ)، "درميان" (نون غُني سان) ("درميانُ" بہ نہ ۽ "وچ ۾" بہ نہ) -- بنهہ ايتري تائين، جو "عارب خان" چوي تہ "ادوڙي، خوش آهين! چڱو ڀلو، جوڙ متارو!" تہ هن کي جواب ڏين: "عارب خان، عنايتون، ڪرم فرمايون، ذره نوازيون!" سنڌيءَ ۾ خبرون پڙهندي، جيڪر سر ۾ آواز منجهائڻ ڪي اختيار ڪن ٿا، سو سچيءَ سنڌ جا ماڻهو ٻڌي پنهنجن ريڊين کي جيڪي سڏيون ٻڌائين سڻائين ٿا، سي ريڊئي وارا پاڻ تہ ڪونہ ٿا ٻڌن، پر هن مضمون جا پڙهندڙ چڱيءَ ريت ڄاڻن ٿا. اسان جي هنن دوستن کي ياد رکڻ گهرجي تہ ٻولي لکجڻ ۽ پڙهجڻ کان گهڻو وڌيڪ ڳالهائجي ٿي. هر ٻولي پنهنجي خاص ڍنگ ۽ لهجي ۾ ڳالهائبي آهي. ڳالهائڻ بہ هڪ لطيف فن آهي- شاندار وڏو ۽ تمام ذڪيو. اُن جي ترنم ۾ لئي کي هڪڙو کهرو آواز هڪڙو اڻ سهائيندڙ اُچار بہ ڏکوئي ۽ ختم ڪري سگهي ٿو. عربي ۽ فارسي لفظ ڪٽي، اسان اُنهن جي اصلوڪن اُچارن کي پاڻ وٽ قائم رکڻ لاءِ ٻڌل نہ آهيون، جيئن اڙدو سمجهي ٿي تہ هوءَ ٻڌل آهي. مون، خاص طرح، اسڪولن ۽ ڪاليجن جي جلسن ۾ پنهنجن ڪيترن ڏاهن ۽ اتساهي نوجوانن کي ڏٺو آهي تہ ميڙ ۾ ڳالهائيندي، هو عربي ۽ فارسي لفظن جي ڳولا ۾ ۽ اُنهن کي هروڀرو سندن "صحيح" اُچارن سان ڪم آڻڻ جي ڪوشش ۾ ايترا تہ مُنجهي پون ٿا، جو بنهہ رواجي خيال بہ پنهنجا ظاهر ڪري نٿا سگهن. هيءَ ڪيتري نہ ارمان ۽ عجب جي ڳالهہ آهي، جو ڏارين ٻولين جي ڏِک ۽ اُنهن جو تاب اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جو پورو فائدو بہ وٺڻ نہ ڏئي! جڏهن سنڌ جو امر شاعر لفظ "بغير" کي "بگر" ڪري ڪم آڻي سگهي ٿو "ڪونهي ڪميٽيءَ جو بگر تو بلو"- اسين خَبرَ، اُميدَ، تِيارُ خِيالُ سُوالُ خَتَمَ، وغيره، وغيره ڇو نہ چئون؟ اسين سنڌي برابر مانيٽا ۽ تور- ڳالهائو آهيون، پر ائين بہ ٿيڻ نہ کپي تہ پنهنجن ڇپن تي، اڙدوءَ جي نقالي ڪندي، عربي ۽ فارسي لفظن ۽ اُنهن جي اُچارن جون مهرون هڻي، بنهہ گونگا ٻڌجي ويهي رهون. يا شهري يا علمي ٻڌجڻ جي شوق ۾ پنهنجي ٻوليءَ کي ايترو بگاڙي ڇڏيون، جو ٻولي تہ ٻولي پر خود پنهنجي عامَ کان ئي ڪٽجي الڳ ٿي وڃون!

اڄ جي نئين دور ۾ ٻوليءَ ۽ ادب جي بچاءَ ۽ واڌاري جو وڏي ۾ وڏو ۽ ڪامياب ۾ ڪامياب وسيلو ان ٻوليءَ جي پڙهائي آهي، جيڪا اسڪولن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ ٿئي ٿي. تمام گهڻي افسوس جي ڳالهه آهي، جو اڄ اسان جي پرائمري اسڪولن کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي پڙهائيءَ تي پورو ۽ مناسب ڌيان ڪونه ٿو ڏنو وڃي. اُن جا سبب ڪٿي ڪيترا به هجن ۽ ڪهڙا به هجن، پر اِنهيءَ حالت کي هڪدم بدلجڻ گهرجي ۽ اسان جي تعليمي مرڪزن ۾ اسان جي مادري ٻوليءَ جي پڙهائي کي ايتري ئي اوليت ۽ اهميت ڏيڻ ۽ ڏيارڻ گهرجي، جيتري ڪنهن آزاد ۽ سڌريل ملڪ جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اُن جي مادري ٻوليءَ جي پڙهائيءَ کي ملي ٿي، ۽ اِن ۾ ڪوبه ٻيو نصابي ڪم - جيئن حساب، انگريزي، سائنس، وغيره - سنڌيءَ تي آڪرو ٿيڻ نه گهرجي. سنڌي ٻوليءَ جي پڙهائيءَ کي ڪيئن اسان جي تعليم ۾ ڀرپور جڳهه ملي، ان لاءِ وڏي ۾ وڏو فرض اسان جي سنڌي استادن جو آهي، جيڪي اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ سنڌي پڙهائڻ تي مقرر ٿيل آهن. هڪ ته هو پاڻ سنڌي ٻوليءَ کي پوريءَ طرح پڙهن ۽ سمجهن ۽ ان جي ادبي ۽ علمي خزاني کان وڌ ۾ وڌ واقف ٿين، ٻيو ته پنهنجن شاگردن کي اُن جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ڪم آڻڻ لاءِ پنهنجي وس آهر وڌ ۾ وڌ تيار ڪن. اُن لاءِ نصاب ۾ به ڪجهه ڦيرو اچڻ گهرجي، پر سڀ کان وَڌ دلي چاهه ۽ ڀرپور پورهيو ئي ڪين توڙي سنڌن شاگردن کي پنهنجي مادري ٻوليءَ ڏانهن پنهنجن فرضن ۽ ذميدارين جي پوري ڪرڻ لاءِ تيار ڪري سگهندو.

سنڌي ٻولي جنهن خطري هيٺ آهي، اُهو اِن مان ئي پڌرو آهي ته سنڌ ۾ سنڌي ٻولي صوبائي ٻولي بڻجي، اُن لاءِ سنڌ اسيمبليءَ کي بل پاس ڪرڻو پيو. ۽ پوءِ اُن گناهه لاءِ اڀوجهه ۽ صلح پسند سنڌي عوام کي ڪيترائي ڪونڌر ڪهائڻا پيا، ۽ اُن جي پنهنجي سرڪار کي ڇا ڇا نه سهڻو پيو ۽ ڇا ڇا نه ميڙو پيو! هاڻي، سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ جيڪي بورڊ ۽ اڪيڊميون نهٽيون آهن، جڏهن اُهي ڏهن ۽ ٻن سالن ۾ يا ٻارهن سالن ۾ جڏهن ٻوليءَ ۾ اُهو ڪجهه واڌارو ٿئي، جيڪو هڪ آبرومند قومي ٻوليءَ ۾ سچ پچ ٿيڻ گهرجي، اُن لاءِ ڪي ڀرپور تجويزون جُڙن ۽ انهن تي عمل ٿئي، سوين هزارين ڪي علمي ۽ ادبي ڪتاب لکجن، ترجما ٿين، ڇپجن ۽ پڌرا ٿين، سنڌ جا سڀ

رهواسي سنڌي سکن، سنڌي پڙهن ۽ لکن. تڏهن چئي سگهبو تہ سنڌ ۾ ٻولي پنهنجي پوري ۽ حقي درجي تي پهتي ۽ اُن لاءِ اسان جي وڏن جون ۽ اسان جون سڀ قربانيون، جيڪي ڏنيون سين ۽ اڳتي ڏينداسين ۽ سڀ محنتون، جيڪي ڪيون سين ۽ اڳتي ڪنداسين، سڀ سوليون ۽ سجايون ٿيون.

جيڪڏهن ٻوليءَ ۾ ٻين ٻولين جي لفظن کي قبولڻ ۽ قائم رکڻ جو سوال رڳو ايترو آهي تہ ٻين ٻولين جا لفظ کنيا وڃن ۽ پنهنجي ٻوليءَ جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ بلا ڪ وڏيڪ سچيت ۽ سهڻا لفظ ڇڏيا وڃن. تہ ائين هرگز نہ ٿيڻ کپي. ائين ڪرڻ سان ٻولي پنهنجو بنياد بچائي تہ نہ سگهندي، پر پنهنجي بنياد سان پنهنجو سيپيتائي لاڳاپو بہ بحال رکي نہ سگهندي. جڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي ڳالهہ وڃي اهڙيءَ حد تي پهچي، تڏهن اُن ٻوليءَ کي پاڻ وٽان ڌاريان لفظ زوريءَ بہ ڪيڏي ڦٽا ڪرڻا پوندا. ههڙو عمل، جنهن ۾ ڌاريان فاسد لفظ ڪوشش ڪري ڪڍڻا پون ۽ پنهنجا بي گناهہ نڪتل لفظ واپس آڻڻا پون، دنيا جي سيني سڌريل ۽ سجاڳ قومن کي، پنهنجي قومي سجاڳيءَ جي پهرينءَ منزل تي، پنهنجي پنهنجي قومي ٻوليءَ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ، لازمي طرح اختيار ڪرڻو ئي پيو آهي. ساڳيءَ ريت، سنڌي ٻوليءَ جي اها واڌ بہ ڪڏهن واڌ ڪانہ چئي سگهبي، جنهن مان، مثال طور شاهہ جي ٻوليءَ جا لفظ گم ٿيندا ٿيندا بنهہ گم ٿي وڃن، ايتري تائين، جو ڪو سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ پڙهندڙ شاهہ جو رسالو پڙهي تہ پڙهي نہ سگهي ۽ ٻڌي تہ سمجهي نہ سگهي. ايتريءَ قيمت تي ڪنهن ٻوليءَ جي ”ترقيءَ ۽ سڌاري“ کي ڪهڙي حساب ۾ ڪو ترقي ۽ سڌارو چئي سگهندو! هن خيال کان، اڄ اسان تي واجب بہ آهي، ۽ بنهہ جائز پڻ، تہ پنهنجي ”اسڪولي“ ۽ ”علمي“ ٻوليءَ جي ڪجهہ ڇانگ ڇـريون، تہ جيئن ان ۾ اوتري قدر بلڪ ڪجهہ وڏيڪ تازو ڦوٽهـ"و ٿئي. ٻوليءَ جي هيءَ ضروري ڇانگ هرڪو اسان جو لائق اديب ۽ شاعر پنهنجي سچيتائيءَ ۽ فني پختائيءَ سان پنهنجي منهن بہ ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي پياريءَ ٻوليءَ لاءِ آب حيات مثل هيءُ بنهہ ضروري عمل، ڪنهن رٿائتي ۽ سلسليوار طريقي سان، اسان جا سڃاڻ مقبول عام علمي ۽ ادبي ادارا پڻ هٿ ۾ کڻي سگهن ٿا. [1973ع]

[ڪتاب: ”ادب ٻولي ۽ تعليم“ تان کنيل]

□

# سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال

ڊاڪٽر فهميده حسين

تازو هڪ اين جي او طرفان سنڌي ٻوليءَ جي درست استعمال بابت ٽيل هڪ گڏجاڻيءَ ۾ ڪن اديبن ڪانسواءِ سنڌيءَ جي استادن ۽ ٻن سنڌي چئنلن جي ميزبانن يا "اينڪر پرسن" سان ملاقات ٿي، استادن ۾ ڪجهه پرائمري اسڪولن جا استاد هئا، ٻه ڪاليج جا ۽ هڪ يونيورسٽيءَ جو استاد هو جيڪو پي. ايڇ. ڊي پڻ ڪري رهيو آهي.

منهنجو واسطو جيئن ته يونيورسٽيءَ سان رهيو آهي ۽ شاگردن کي تحقيق پڻ ڪرائيندي رهي آهيان، ان ڪري مون دلچسپي وٺندي انهيءَ کان پڇيو ته: "اوهان ڪهڙي موضوع تي تحقيق پيا ڪريو؟" ته جواب ڏنائين ته: "سنڌي ٻوليءَ ۾ سُورَ- تکتي جا مسئلا" منهنجي ڪنن اِئين ٻُڌو ڪجهه سمجهيم ڪجهه نه سمجهيم، سو چيومانس ته وضاحت سان مون کي سمجهائي، ته هُن پنهنجي تحقيق جي ءنوان کي کولي سمجهائڻ لاءِ ڪُجهه هن طرح وضاحت ڪئي: "سئيرما توهان ڪڏهن "گور" ڪيو آهي ته اسين سنڌي لفظن جي "صور- تکتيءَ" کي "کُد بَکُد" پيا بدلائيندا آهيون، اسان جي "ڪتابُن" ۾ ڪا ٻه مقرر صورت ڪانهي، جنهن کي "اکتيار" ڪجي، هڪ هڪ لفظ جون، "شهه شهه ڇڪليون" موجود آهن، اسڪولن جي استادن کي پاڻ ٻه "ڦرق" جي "کبر" ڪانهي ته انهن مان ڪهڙي صحيح آهي ڪهڙي "گلط".

مون ڳالهه سمجهي ته هن جي تحقيق سنڌيءَ ۾ "صورتخطيءَ" جي مسئلن بابت آهي، تڏهن چيومانس ته "توهان صحيح ٿا چئو جڏهن اسان جي پرائمري استادن کي اها خبر ڪانهي ته ننڍڙن ٻارن کي الف-ب سيکارڻ مهل ٻڌائين ته اکرن ۽ آوازن ۾ ڪهڙو تعلق آهي ۽ انجهن ڪهڙو فرق آهي ته پوءِ اڳتي هلي "صورتخطي" کي ڪيئن سمجهندا! هُو ٻار کي اِهو نه ٿا سيکارين ته "ڪ-ڪٽ" ۽ خ-خچر" ٻه ڌار ڌار آواز رکندڙ اکر آهن، هُو ڪين اهڙي مشق ٻه نه ٿا ڪرائين، جنهن سان اهي "غ-غاليچو" ۽ "گ-گڏهه" ۾ آواز جو فرق سمجهي سگهن، يا اهو ڄاڻي سگهن ته "ش- شينهن" ۽

"ڄ- ڄڃي" جي لکيل صورتن ۾ آوازن ۾ ڪهڙو تفاوت آهي، "ڦ- ڦٽي" ۽ ف- فراسي" ۾ يا "ب- بدڪ" ۽ "ٻ- ٻولڙو" ۾ آخر نقطن بدلجڻ سان ڪهڙو آوازي فرق ٿو ٿئي، صورتخطي ٻہ تہ آخر انهن ئي اکرن جي ميلاپ جو نالو "خط" (لکڻ) ۽ ان جي "صورت" جو نمونو آهي، پرائمري استاد کان جيڪڏهن اها ڪوتاهي ٿي بہ وئي تہ سيڪنڊري اسڪول جي ڪنهن استاد ان کي دُرست ڪو نہ ڪيو ۽ نہ ئي ڪاليج جي سطح تي اُن جي ڪنهن نشاندهي ڪئي. سموري دنيا ۾ هاڻي الف ب پ يا اي بي سي کي رَٽائڻ بدران انهن اکرن جي آوازن سان سڃاڻپ ڪرائيندا آهن. A فار ايپل بدران 'اَ' (a)، B فار بيٽ بدران 'بَ' (ba) سيکاريندا آهن. سنڌيءَ ۾ اڃا اهو طريقو ڪونہ آيو آهي، پر اڳوڻا استاد اکرن جي آوازن تي ڌيان ڏيندا هُئا.

اِهو ٻُڌي سائين اتي ويٺل پرائمري استاد صاحب گفتگوءَ ۾ حصو وٺڻ لاءِ اڳتي سري آيو ۽ چيائين: "اوهين صحيح ٿا چئو اکر ۽ انهن جون "آوازون" پاڙ ۾ گهاٽو لاڳاپو رکنديون آهن ۽ اُنهن لاءِ استادن کي ڏوهہ ڏئي سگهجي ٿو پر اسان جون "ڪتابون" بہ وڏا وڏا اديب ٿا لکن ۽ وڏا ادارا ٿا ڇپرائين، هڪڙي "ڪتاب" لکي ٿي، "پنئور"، ٻي لکي ٿي "پئونر" تہ ٽينءَ ۾ لکيو پيو آهي "پنوئر"! " آکر" اسين پنهنجن شاگردن کي ڇا پڙهايون تہ ڪهڙي "صورت+کتي" صحيح آهي ۽ ڪهڙي "گلط"؟

اها ڳالهہ مون کي دل سان لڳي، اهو مسئلو تہ سنڌي لينگئيج اٿارٽيءَ کي حل ڪرڻ گهرجي، پر اها ان ۾ ناڪام وئي آهي، ان مسئلي تي اسان هڪڙو سيمينار ڪوٺايو هو جنهن ۾ تمام وڏا وڏا سنڌيءَ جا عالم شريڪ ٿيا هُئا ۽ سڀني انهيءَ ڳالهہ سان اتفاق ڪيو هو تہ ان لاءِ هو سيئي تجويزون موڪليندا، جن تي اٿارٽي عمل ڪندي ۽ ڪنهن بہ لفظ جي هڪ صورتخطيءَ تي گهڻائيءَ جي راءِ موجب فيصلو ڪري سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ ٻين ادارن کي اهڙي فهرست موڪلي ويندي، ان ڏس ۾ مون هڪ مقالو بہ "سنڌي ٻولي" جرنل ۾ ڇپايو هو پر هميشہ وانگي ويهارو کن عالمن مان صرف ٻن ٽن پنهنجون تجويزون موڪليون، جن جو اڀياس ڪرڻ کان پوءِ ڏٺوسين تہ ڏنل فهرستن مان اڪثر لفظن جي صورتخطيءَ تي اهي متفق ڪونہ هُئا، ۽ ٻين ماهرن کي ڪيئي خط لکياسين، پر اهو مسئلو اُتي جو اُتي رهجي ويو ڇو تہ ان جي مثبت موٽ ڪا نہ ملي.

اج بہ اها لفظن جي فهرست جيئن جي تيئن پئي آهي، عالم متفق ٿين تہ معاملو نبري۽ هڪڙو فرد تہ ان کي حل ڪري نٿو سگهي، جيڪڏهن ڪندو تہ خود آءٌ بہ ان جي ذاتي راءِ سان اختلاف جو حق ٿي رکان، جيئن اسان جي هڪ بزرگ عالم "چنڊ" کي "چنڊر" تہ "مٽ" کي "مٽر" يا "ڍونڍ" کي ڍرونڍر" لکيو هو تہ ٻين سان گڏ مون بہ اختلاف ڪيو هو ۽ شاهہ جي رسالي ۾ اهڙي صورتخطيءَ تي اعتراض ڪيو هو ۽ جيئن تہ اهو علمي اختلاف هو ان ڪري گهڻن جي راءِ کي ڏسندي پاڻ اُن تان هٿ کڻي ويو ۽ پوءِ وارن ڇاپن ۾ ان کي بدلائي ڇڏيائين.

خير سو ڳالهہ پئي ڪيم، پنهنجي استادن سان ٿيل گفتگوءَ جي. پرائمري استاد جي ڳالهہ کي هتي ونرائيندي ڪاليج جو استاد ڳالهہ جي تهہ تي پهچي ويو ۽ چيائين تہ: "سچي ڳالهہ تہ اها آهي تہ اج ڪلهہ تعليم جي معيار کي ڏسي "اسان جو دل" تہ ڏاڍو ٿو سڙي، پر ڇا ڪجي، جڏهن "بنياد ئي ڪچي" هُجي تہ استاد جو ڪهڙو ڏوهہ، هن وقت جو "تقاضو" اِهو آهي تہ استادن لاءِ خاص تربيتي "ڪلاسون" هلائجن تہ جيئن ڪجهہ بهتري اچي."
منهنجي دل تہ هڪ ڏڪ ڳُسائي وئي، پر اهو ٻڌي هڪ چينل جي ميزبان ڪان بہ رهيو نہ ٿيو تنهن انهيءَ گفتگوءَ ۾ حصو وٺندي چيو: "کوامکواهہ" سيني استادن کي "کراب" نہ چوڻ کپي، اسان وٽ ڪي سٺيون "مثالون" بہ آهن.

هرويرو سيني کي ساڳي "لائي" سان هانڪڻ" چڻ تہ فيشن ٿي پيو آهي، جنهن کي ڏسو تہ اهو وينو استادن ڏي "لعن طعن" ڪري۽ اهو نہ "ڀُلائڻ" کپي تہ استادي هڪ "پيگمبري" پيشو آهي، اهي ويچارا "گريب" طبقي مان ٿا اچن "انهن جو دل" نہ ڏکائڻ گهرجي، انهن جي مجبوري بہ سمجهڻ کپي، ويچارن کي ٻي ڪا "قابل عزت" نوڪري نہ ملندي تہ پوءِ ظاهر آهي تہ سواءِ "ٽيچري" ڪرڻ جي ٻيو ڪهڙو "ڌنڌو" ڪن.

هن ويچاريءَ کي استادن سان ڏاڍي همدردي هُئي، ايتري قدر جو سندس ڳالهہ مان ائين لڳو تہ ڪنهن بہ "قابل عزت" نوڪري نہ ملڻ ڪري ان "ناقابل عزت" نوڪريءَ يعني "ٽيچريءَ" کي "ڌنڌو" چئي وئي، هوءَ اج جي نوجوان نهيءَ جي هڪ نمائنده فرد طور استاد جي مقدس پيشي يعني پڙهائڻ کي ڌنڌو سمجهڻ وارن طرفان ان جي عزت جو جنازو ڪڍڻ جي عيني شاهد آهي ۽ ان جو هڪ

عملي مثال بہ آهي، ان ڪري مون کي هن جي ڳالھ سان متفق ٿيڻو پيو جيتوڻيڪ منهنجي دل ۾ آيو تہ ڪيس ڪجھ استادن جا "مثالَ" ٻڌايان، جن جا "ڪلاسَ" اسان لاءِ تربيت جا اعليٰ 'مثالَ" رهيا، جيڪي وقت جون "تقاضائون" سمجهڻ ۾ مدد ڪندا هُئا، سيني استادن کي ساڳي "لٽ سان هڪلڻ" نہ گهرجي (پر ڇا استاد ڪي وهٽ آهن، جن کي "لٽ سان هڪلڻ" وارو اردو پهاڪو ٺهڪي اچي!)

اڳوڻن ۽ هاڻوڪن اهڙن محترم استادن جو نہ پنهنجو "بنياد ڪچو" هو ۽ نہ هو شاگردن جي بنياد کي ڪچو ڪندا هُئا، رهي ڳالھ اليڪٽرانڪ ميڊيا جي تہ اڳي "ريڊيو پاڪستان" ۽ پاڪستان ٽيليويزن تي مراد علي مرزا، سيد صالح محمد شاهہ ممتاز مرزا ۽ عبدالڪريم بلوچ ڳالهائڻ وارن جي، ميزبانن ۽ خبرون پڙهڻ وارن جي ٻوليءَ جي اُچارن ۽ گرامر تي اک رکندا هُئا ۽ ڳن ڪُليا رکندا هُئا، ايتري قدر جو گوين يا ڳائڻن ۽ ڳائڻين جي اُچارن تي بہ ڌيان ڏيندا هُئا، عابده پروين جا اُچار ڏسو اها حيدرآباد ريڊيو جي ان وقت جي پروڊيوسرن جي محنت آهي، اڄ ڪلھ اسان جا وڏا وڏا فنڪار زيرن زبرن ۾ اهڙيون ٿا تبديليون ڪن، جو ڪنن سان گڏ دل بہ سڙيو وڃي.

"راتَ" جي "تاتَ" ۾ "ڪاڪَ" محل جي کهڙي "باتَ" ڪجي، اهي لفظ "راتِ"، "تاتِ"، "ڪاڪِ" ۽ باتِ" آهن. اسان کي مثالي استادن ٻڌايو ۽ سمجهايو هو تہ سنڌيءَ ۾ "زبر" تي ختم ٿيڻ وارا لفظ ڪنهن بہ حالت (فاعلي، مفعولي، جري، اضافتي) ۾ تبديل ڪو نہ ٿيندا آهن، اها هڪ بنيادي ڳالھ آهي تہ "اڪِ ۾ ڪکُ" پوندو تہ ائين ڪو نہ چئبو تہ "اڪَ ۾ ڪکُ پيو اٿم" يا "راتِ جو پهر" چوڻو هوندو تہ "راتَ جو پهر" ڪونہ چئبو.. اهڙا ڪي ئي مثال اڄ ڪلھ جي ڳائڻن جي ڪلامن ۾ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ۽ سٺي آواز اعليٰ فن ۽ سهڻي سنگيت باوجود ٻُڌڻ تي دل ڪا نہ چوندي آهي، بلڪ ٻُڌي ونبو آهي تہ دل چوندي آهي تہ اُن فنڪار کي ڪنهن ريت وڃي اهي غلطيون ٻُڌائجن يا خود سندن پروڊيوسرن کي سمجهائجن.

خير سو سنڌي ٻوليءَ جي درست استعمال بابت ٿيندڙ انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ کان پوءِ الائجي ڇو خوش ٿيڻ بدران دل تي هڪڙو ڳرو بار ڪٽي موٽي آئي آهيان.... ايندڙ گڏجاڻيءَ ۾ وڃان يا نہ وڃان... انهيءَ ٻڏتر ۾ ويٺي آهيان.

❑

# سُک نہ سنيري ڪڏهين

ڊاڪٽر فهميده حسين

قديم دَور کان جديد دَور تائين سنڌي ٻولي پنهنجي وجود بچائڻ لاءِ ڪيترين ئي اندروني توڙي ٻاهرين ٻولين جي طرفان پيدا ڪيل چئلينجن ۽ خطرن سان مهاڏو اٽڪائيندي آئي آهي. هن خطي ۾ مذهبي/ڌرمي برتريءَ جون دعويدار ٻوليون، سنسڪرت ۽ عربي وڏي عرصي تائين سنڌيءَ تي حاوي رهڻ واريون ٻوليون رهيون آهن ۽ سندن اثر ان حد تائين رهيو جو ڪنهن دَور ۾ ڪن عالمن سنڌيءَ کي سنسڪرت مان اُسريل ٻولي سڏيو ۽ ٻين وري عربيءَ واري ساڳئي گروهہ يا سامي سٽ سان سلهاڙيو. انهن ٻنهي ٻولين جي مذهبي حيثيت هُئڻ سبب وڏي عرصي تائين اُنهن نظرين خلاف ڳالهائڻ چڻ تہ بلاسفيميءَ جي برابر ٿي سمجهيو ويو. سياسي ۽ سرڪاري جبر طور مڙهيل زبانن ۾ وري فارسي ۽ اردوءَ کي ڳڻائي سگهجي ٿو جن جي لاءِ پڻ علمي ادبي برتريءَ جا مفروضا گهڙيا ويا. اهي ٻوليون نہ صرف لساني حوالي سان اثرانداز ٿيون، پر علمي ادبي حوالي سان بہ انهن جو واهپو اڻ سڌيءَ طرح سنڌيءَ کي زيردست حيثيت ڏيڻ جو باعث بڻيو. انهن ٻنهي ٻولين کي بہ مذهبي ۽ نظرياتي ٽيڪ حاصل رهي. فارسي مدرسن جي ٻولي رهي ۽ عربيءَ سان گڏ پڙهائي وينڌي هُئي، جڏهن تہ اردوءَ کي نظريہ پاڪستان سان سلهاڙي برصغير جي مسلمانن جي ٻولي قرار ڏنو ويو نتيجي ۾ انهيءَ جي خلاف مزاحمت کي بہ هڪ طرح سان ملڪ سان غداريءَ جي مترادف سمجهيو ويو. ايتري وڏي پيماني تي دٻاءَ ۽ جبر جي اڳيان ڪا عام، معمولي ٻولي هجي ها تہ ڪڏهوڪي صفحہ هستيءَ تان غائب ٿي چُڪي هجي ها، پر سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي اندروني سگهہ زنده سلامت رکيو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي تازو ٿيل عالمي ڪانفرنس جي هڪ نشست يا ويهڪ ۾ 'پرنٽ ميڊيا جي ٻوليءَ' بابت گفتگو ڪئي وئي. سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ سنڌي اخبارن جو وڏو ڪردار آهي ۽ سنڌ جي مسئلن ۽ (issues) معاملن کي بہ جيئن سنڌي اخبارون کڻن ٿيون ان لاءِ جس هُجي.

سنڌ ۾ پهرين مڪمل سنڌي اخبار 1866ع ۾ سنڌ سڌار نالي ڇپي ۽ اڄ ڏيڍ سئو سالن کان پوءِ ماشاءَالله 20 کان وڌيڪ سنڌي اخبارون شايع ٿين ٿيون، جن مان 5 يا 6 وڏيون ۽ اهم اخبارون آهن. اخبار جا ڪيئي پاڳا يا سيڪشن ٿين ٿا، پر اُنهن جو بنيادي ڪم هوندو آهي آگاهي، ڄاڻ، خبر ڏيڻ، پوءِ اها روزمره جي ٿيندڙ ڪنهن واقعي بابت هجي يا ايڊيٽوريل صفحي تي ڏنل علمي ادبي، سياسي ۽ سماجي معاملن بابت شعور ڏيڻ لاءِ لکيل ايڊيٽوريل، ڪالم يا مضمون.

ايڏي خدمت ڪرڻ جي باوجود بہ اڪثر ماڻهن کي اخبارن ۾ ڪتب ايندڙ ٻوليءَ جي باري ۾ اعتراض هوندا آهن، تہ اهي ٻوليءَ جي نجپٽي کي ڇيهو ٿيون رسائين يا ٻوليءَ ۾ بگاڙ ٿيون آڻين. اهو محض الزام آهي يا اُن ۾ ڪا حقيقت بہ آهي؟ ۽ جي صحيح آهي تہ ائين ڇو آهي؟ ان حوالي سان گفتگو ڪرڻ لاءِ مختلف سنڌي اخبارن جي نمائندن کي دعوت ڏئي گهرايو ويو هو. ڏٺو ويجي تہ عام طور تي اخبارن جو ايڊيٽوريل عملو اخبار ڇپجڻ جي هر مرحلي تي رهنما ڪردار ادا ڪندو هو خبر يا ڪوبہ ليک اچڻ کان پوءِ ان ۾ اهم ۽ غير اهم کي ڌار ڪرڻ، ڪمپوزنگ ۾ ڏيڻ، ڪمپوزنگ کان پوءِ پروف ريڊنگ وغيره ايڊيٽر جي زيرنگراني ڪم ڪندڙ عملي جو ڪم هوندو آهي. انهن سڀني جو ڪم تمام اهم هئڻ ڪري انهن جي چونڊ جو عمل پڻ خبرداريءَ سان ٿيڻ گهرجي، گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ٻوليءَ جي بنيادي جوڙجڪ يعني لفظن، جملن ۽ عبارتن جي ترتيب تنظيم وغيره ۾ ڪتب ايندڙ قاعدن يا گرامر جي اصولن جي ڄاڻ لازمي هوندي آهي، اُن کانسواءِ لفظن جي صورتخطي، ٻوليءَ جو نجپٽو ۽ بيهڪ جون نشانيون پڻ ڄاڻڻ ضروري آهن. هاڻي ڏٺو ويجي تہ سنڌي اخبارن ۾ بنيادي طرح ڇئن قسمن جون غلطيون نظر اچن ٿيون. ان مان اهو نتيجو ڪڍي ٿو سگهجي تہ يا تہ مٿين شعبن ۾ مقرر ٿيل عملي کي اها ڄاڻ گهربل حد تائين ڪانهي، يا اهو ڪجھ تڪڙ جي ڪري ۽ ڪجھ ٻين سببن جي ڪري انهيءَ ۾ ڪوتاهي ڪري ٿو. ان ڪري اهي غلطيون سرزد ٿين ٿيون جيڪي آهن: صورتخطي، گرامر جي قاعدن جو انحراف، اردو ۽ انگريزيءَ جو بيجا استعمال، بيهڪ جي نشانين جي اڻهوند ۽ معياري لهجي کان اڻڄاڻائي.

**صورتخطي:**

پهرئين نمبر تي صورتخطيءَ کي ڏسجي تہ ڪيترائي لفظ بار بار تقريباً روز غلط لکيل نظر اچن ٿا. انهن مان ڪي هي آهن. هدف (نشانو يا مقرر ڪيل نڪتو) ۽ حذف (ميسارڻ يا ڪڍي ڇڏڻ) انهن ٻن لفظن کي هميشہ هڪٻئي جي جاءِ تي ڏنو ويو آهي. ان کانسواءِ غلط صورتخطيءَ جا مثال ڪٿجن تہ هي لفظ عام ٿا ملن: ڪهرام کي لکن قهرام، سعيد آباد کي سيد آباد، هُوس کي حوس، سدورو کي صدورو، ڪزبانوءِ کي قزبانو اجا کي ايجان، ماٺهو کي ماٺهون، ڪينچي کي قينچي، ميار کي معيار، روپيو کي روپيہ، ڪچٽي کي ڪچڙيءِ ڪابينا کي ڪابينہ. نُڪتو وري لکجي نقطو. ڪارنهن ٿئي ڪارپ، ڪارڪون کي خارڪون، ڪاٽوٽ کي خاٽوٽ (ڳوٺ) کيبرن کي خيبرن (ڳوٺ). ڪوس کي قوص وغيره. ايئن بہ ڪونهي تہ ڪنهن سندن توجهہ ان طرف ڪانہ ڏياري آهي، سنڌي ٻوليءَ اٿارٽيءَ طرفان اڪثر انهن غلطين جي نشاندهي ٿيندي رهي آهي، ۽ هڪ باقاعده 'مانيٽرنگ' سيل جي طرفان اتڪل سيني سنڌي اخبارن کي هڪ هفتي ۾ ٿيل سندن غلطين جو تفصيل موڪليو ويندو آهي، پر ان سان ڪو گهٽو فرق نظر نٿو اچي.

**گرامر:**

سنڌي اخبار روزمره استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جو آئينو هوندي آهي، ان ڪري اها گهٽ ۾ گهٽ ٻوليءَ جي گرامر جي لحاظ کان غلطين کان پاڪ هجي تہ بهتر۔ لفظن جي نحوي بناوٽن جي حوالي سان بہ ڪيتريون ئي ڳالهيون نوٽ ڪيون وينديون آهن. مثال هي بناوٽون ڏسو: هن فلاڻو ڪم ڪيو آهي. مهرباني ڪري توهان بہ <u>ڪريو</u> ۽ اسين بہ <u>ڪريون</u> ٿا، پر اسان جي اخباري ٻوليءَ ۾ توڙي اڪثر ڪتابن ۾ لکندا آهن، مون ڪيو آهي. توهان بہ <u>ڪيو</u> ۽ اسين بہ <u>ڪيون</u> ٿا.

هاڻي ڪيو ۽ ڪيون -- ماضيءَ جا صيغا آهن. جڏهن تہ ڪريو يا ڪريون امر جا صيغا آهن. ان ڳالهہ جو ڌيان نٿو رکيو وڃي. هڪ ڏاڍي دلچسپ بناوٽ اڪثر اخبارن ۾ ڏسبي آهي۔ سا آهي ضميري پڇاڙين جي مثال طور:

"هن جو" لاءِ "سندس"

"هن کي" لاءِ "کيس"

"هن کان" لاءِ "کانئس" وغيره لفظ

پر ڪن اخبارن ۾ "سندس جو"، "کيس کي" يا "کانئس کان" جهڙيون بناوٽون ڏسڻ ۾ آيون آهن، جن ۾ حرف جر ٻه ٻه ڀيرا استعمال ٿيو اهو ايئن آهي جيئن چئجي "ساحل سمنڊ جي ڪناري"

**جملي جي بيهڪ:**

لاڙڪاڻو منهنجو شهر آهي ۽ آءُ لاڙڪاڻي ٿي وڃان، پر اسان جون اخبارون لکنديون آهن:

فلاڻو **لاڙڪاڻو** ويو. **لاڙڪاڻو** جا ماڻهو اتي "**لاڙڪاڻي**" ٿيڻ کپي يا "**مورو**" ويس اتي "**موري**" ويس ٿيڻ گُهرجي، هڪ ٻي بناوٽ ۾ لکن ٿا "**هالا جو** آهيان" — "**هالن** جو آهيان" لکڻ گهرجي. حالت جريءَ جو مثال: **نئون ديرو** سُٺو شهر آهي، **نئين ديري** ۾ ٿڌ آهي- هنن ٻن جملن ۾ پهرئين ۾ نئون ديرو فاعلي حالت ۾ آهي ۽ ٻئي ۾ حالت جريءَ ۾ ان ڪري "**نئين ديري**" ٿيندو.

سا ڳي ڳالهه نالن ۽ ذاتين سان لاڳو ٿئي ٿي.

**جوڻيجو** آيو **جوڻيجي** وٽ ويس

**سومرو** چڱو ماڻهو آهي، **سومري** کي سڏ ڪر

جڏهن لفظ جي آخر ۾ اي يا او جو ڊگهو آواز هجي ته حالت جريءَ ۾ ءَ همزو ضرور اچڻ گهرجي ڇو ته اسان وٽ يِ جي صرف هڪڙي صورت آهي.

**ڪراچيءَ** ٿو وڃان --- **ڇوڪريءَ** جو گهر- همزو نه ڏبو ته ڇوڪري (مذڪر) جو گهر به پڙهي سگهجي ٿو.

ڪراچيءَ ۾ ٿو رهان- مٽيءَ ماءُ حوالي- ماڻهوءَ جو پُٽ وغيره ۾ همزي جو استعمال ضروري آهي.

| مذڪر | درست جمع | غلط |
| --- | --- | --- |
| نظمُ | نظمَ | نظمون |
| ڪلاسُ | ڪلاسَ | ڪلاسون |
| غزلُ | غزلَ | غزلون |
| جيلُ | جيلَ | جيلون |

| قَسمُ | قسمَ | قسمون |
| --- | --- | --- |
| بنيادُ | بنيادَ | بنيادون |
| افواهُ | افواهَ | افواهون |
| پگهارُ | پگهارَ | پگهارون |
| ڪتابُ | ڪتابَ | ڪتابون |
| مثالُ | مثالَ | مثالون |

**اردوءَ جو اثر:**

اردو: استحصال_ سنڌي: پرماريت
اردو: پيش رفت_ سنڌي: اڳڀرائي
اردو: چار بجي_ سنڌي: چئين وڳي
پنج سالن کان پوءِ_ پنجن سالن کان پوءِ
اردو: فروخت_ سنڌي: وڪرو
اردو: لائحہ عمل_ سنڌي: رٿابندي
اردو: قيادت_ سنڌي: اڳواٽي
اردو: انتشار_ سنڌي: ڏڦيڙ
اردو: باهمي مفاهمت_ سنڌي: گڏيل ٺاهہ
اردو: انتقام_ سنڌي: وير, بدلو ڀلاند
اردو: تقسيم_ سنڌي: ورهاڱو ورهائڻ
اردو: فقدان_ سنڌي: گهٽتائي، اٿهوند
اردو: بيش بها_ سنڌي: املهہ
اردو: طويل_ سنڌي: ڊگهو ڊگهي
اردو: تنازعو_ سنڌي: جهيڙو تڪرار
اردو: منتشر_ سنڌي: ٽڙيل پکڙيل

منهنجي خيال ۾ سنڌي اخبارن ۾ انهيءَ قسم جو ڪم ڪندڙ سموري عملي جي هر ٻئي ٽئين مهيني تربيت ڪرڻ گهرجي ۽ ورڪشاپ وغيره ڪري کين درست سنڌيءَ جو استعمال سيکارجي ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي بگاڙ کان اخبارن کي آجو ڪري سگهجي.

□

# اخباري ٻوليءَ تي سرسري نظر

علي احمد بروهي

وڏا ٺورا! منڙي مالڪ جا. اڄ سنڌ ۾ سياسي سجاڳيءَ جو دَور آيو ٿو ڏسجي، نہ فقط اخبارن جي پڙهندڙن ۾ واڌ آئي آهي، پر خود اخبارن جي تعداد ۾ پڻ خاصو اضافو ٿيو آهي، شيطان جا ڪن ٻوڙا. اڄ سنڌي ٻوليءَ جي روزاني اخبارن جو ڳاڻاٽو وڃي درجن ڏيڍ کي پهتو آهي، وري مزو اهو جو سنڌي اخبارن پنهنجو سڪو بہ واهہ جو ڄمايو آهي ۽ هاڻ سنڌن لکڻين جو نوٽيس بہ ورتو ٿو وڃي. اخبارن سان گڏ صحافت جي دائري ۾ پڻ چڱي ڀرتي ٿي آهي، مضمون ۽ مقالا لکندڙن جي قطار ۾ روز بروز نوان نالا ڏسجي رهيا آهن. خاص طور شعر و شاعري ۽ ڪالم نويسيءَ ۾ تہ ڪتڪ اچي ڪنا ٿيا آهن. سندن خيال جي اُڏام ۽ لکڻين جي رواني ڏسي اڪثر ڏنديون آڱريون ڏيڻيون ٿيون پون تہ هي ماڻڪ موتي ۽ لعل گوهر هيل تائين الاجي ڪٿي ۽ کهڙي لڏ ۾ لڪل هُئا.

ايتري سياسي سجاڳي ۽ صحافتي سرگرمي هوندي بہ تعجب هي آهي جو سنڌي ٻوليءَ ۾ جا سونهن سوڀيا اچڻ گهربي هُئي، سا اڃا سوڍو ڏسڻ پسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي. ممڪن آهي تہ اها ماجرا اڃا اڌ پنڌ ۾ هجي، پر اهڙا ڪي اهڃاڻ ڏسجي نہ رهيا آهن، بلڪ ڏٺو وڃي تہ انهي ڏس ۾ باڪ ئي نہ ڦُٽي آهي- جو هڪ لازمي امر پڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ اخبارن جي شمار ۾ واڌاري سان صحافين جي صفن ۾ تہ برابر گهٽائي آئي آهي، پر صحافت جي معيار يا ٻوليءَ جي سنوار ۽ سينگار ۾ ڪا سرسي آيل نہ ٿي ڏسجي. جي رنگروٽ ڪم ۾ رنيايا ويا آهن، تن کي علمي لياقت ۽ صلاحيت تہ ضرور هوندي، پر کين صحافت جو تجربو خير ڪي آهي. نہ وري اخبارن جي دفترن ۾ اهڙي کنهن تربيت ۽ ترغيب ڏيڻ جو ڪو انتظام ئي آهي. هُو غريب لَم نَم تي ڪم اُڪلائيندا ٿا رهن، پوءِ ڳالهہ ٺهي نہ ٺهي، وٺ رينگٽ ڪي. آخر بہ تہ کين اخبارن جي خالي ۽ بکايل ڪالمن جا پيٽ ڀرڻا آهن، پوءِ اکر نہ سهي تہ ٺڪر ۽ ٺوبر ئي سهي!

ڏنو وڃي ته سنڌن ڏوهه آهي ئي ڪونه. هڪ ته هُو اهڙي اڻانگي ڏور ۾ اچي سَهڙيا آهن، جڏهن اڙدو اژدها جيان مٿان ڦڻ ڪڍي پئي ڦوڪون ڏئي، وري ڪين جي استاد تڪريا سي پاڻ ڏوڪڙ ڏيئي پرتي ٿيا هُئا. اڳين استادن جي پڙهائي ۽ پڙهائڻ پيٽ پوڄا جو وسيلو هئڻ سان گڏ شيوا ڀڳتي ۽ عبادت پڻ هُئي. اڄوڪو استاد خواهه صحافي، ماستري يا صحافت کي ريلوائي ويٽنگ روم جيان استعمال ٿو ڪري، ته جيسين سنڌس منزل واري ريل اچي سهڙي، تيسين ڪُرسيءَ تي ويهي ڪُڙيون گرم ڪري، جيئن چوڻي آهي ته: "ڀڳي سان ئي پيرا جيسين رتو راس ٿئي."

هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته صحافت (جرنلزم) کان مراد آهي ئي اهڙو ادب، جو تڪڙي تي ۽ تڙ تڪڙ ۾ سرانجام ڏنو وڃي. هونئن به اخبار جي ڄمار آهي گهڻي؟ ڪل چار پهر. رات پر پڇاڙي سورنهن سينگار ڪري نهي جُڙي ڪنوار ٿي صبح جو پڙهندڙن جي ور چڙهي، ۽ وري شام جي ٽاڻي رنڙ ٿي دربدر رُلندي رهي، پوءِ ڪيس ڪي مٿس ترس آڻي ڪيس پڪوڙن ميڙڻ جي ڪم آڻين، ته ڪي بيرحم وري منجهس پراڻا پادر پارسل ڪن. خود اخبار جي اڏاوت ۽ اوساري پڻ پنجن يا ڇهن ڪلاڪن ۾ مس وڃي راس ٿئي ٿي- باقي وقت جي سيڙپ ٿئي ٿي اخبار جي ڇپائي ۾، ايجنٽن وٽ پهچ ۽ گراهڪن ڏانهن ورچ ۾. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اخبار جي رپورٽرن، خاطن يا سب ايڊيٽرن کي ڳاٽي ڀڳي رفتار تي خبرن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ گهڙائي ڪرڻي ٿي پوي، ظاهر آهي ته اهڙي وٽ پڪڙ جي صورتحال ۾ سواءِ تجربي ڪار صحافيءَ جي، ٻئي ڪنهن سيڪڙاڻ کي ڪهڙي مجال جو مواد کي ٺاهي جوڙي، ۽ وري ساڳئي وقت ڪيس وارنش سان پالش ڪري ۽ جرڪائي به!

وقت جي ڀيڙ ۽ ڀڄ ڀڄان ۾ اسان جا نوجوان صحافي پوءِ خبرن جو پورائو ڪرڻ لاءِ زور رکن ٿا اڙدو اخبارن جي انڌا ڌنڌ ترجمن ڪرڻ تي. نج ۽ نيٽ سنڌي لفظ ته وڃي ڪڏ پيا، پر عام فهم اکرن جي به ڄاڻ نه هئڻ ڪري هُو ڌڙا ڌڙ اڙدو اکر استعمال ڪندا ٿا رهن. اهو ئي سبب آهي جو اوهان کي سنڌي اخبارن اندر "معطل، حيثيت، تشخص، مزاحمت، منتشر، محصورين، متاثرين ۽ مداخلت" جهڙا ڦوڙاٽ اکر، عام جام سنڌيءَ جي سيني تي مُڳ ڏريندي نظر ايندا!

وڏيڪ ۽ وڏو وبل وري انهن مچايو آهي، جي اڙدو اڪر تہ استعمال ڪن ٿا "الاجي نہ" پر هنن همراهن وري پنهنجا هٽرادو ۽ جُڙتو اڪر گهڙڻ تي سندرو ٻڌو آهي، جي لفظ نہ لغت ۾ آهن ۽ نہ وري رواج ۾. اڳ اسان وٽ هڪ اڌ اهڙو داٺو ڪٺو هوندو هيو جو اِڪرن تي ڏاڪڻ ناهي پوءِ چاڙهيءَ تي چڙهندو هيو پوءِ ڪو "ڏتڙيل سنڌين" جي آدمشماري ڪرڻ تي ڳت ڏيندو هيو. هاڻ تہ خير سان ولر وڏو ٿيو آهي ان ڪري اڪر بہ انوکا ايجاد ٿي رهيا آهن.

هن ڏس ۾ جو تازه بہ تازو لفظ استعمال ٿي رهيو آهي سو آهي "سٽيل" پوءِ ڪي ٻوڏ جا سٽيل آهن تہ ڪي وري برسات جا سٽيل. سٽيل نهايت ڳورو ۽ ڳردار لفظ آهي، جو مارشل لا دَور ۾ ايجاد ٿيڻ گُهربو هو جڏهن مسڪين ماڻهن جي پُٺن تي ڦٽڪا (ڪوڙا) اڳڙن جيان وسائي سندن چمڙي اُڌيڙي ٿي وئي، عام فهم اکر "ستايل" آهي جو صدين کان رواج ۾ آهي. "ستايلن جي سهائتا" سنڌيءَ ۾ عام محاورو آهي، ممڪن آهي تہ هاڻوڪي سٽ ڪٽ واري دَور ۾ سٽيل لفظ کي وڏيڪ وزن وارو چاتو ويو هُجي! نوان لفظ جوڙڻ ڪو خراب ڪم ڪونہ آهي، بلڪ جن ملڪن جا ماڻهو ترقي پسند هوندا آهن ۽ منجهن علم ادب جو ذوق شوق جام هوندو آهي، اُتي هنرمند ڪاريگر ۽ دانشور هنر فن ۽ ادب ۾ نيون نيون ڳالهيون ايجاد ڪندا آهن.

نوان لفظ ايجاد ڪرڻ يا ڌارين اکرن جي استعمال ڪرڻ تي ڪا بندش نہ آهي، پر شرط هي آهي تہ پنهنجي ٻوليءَ ۾ جڏهن ڪا کوٽ هجي يا اٽاٽ تہ پوءِ سڀ ڪُجهہ جائز آهي، چوندا ڪين آهن تہ ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي.

ٻوليءَ جي هاڻوڪي بگاڙ ۾ جنس جو غلط استعمال سر فهرست آهي. خاص طور جڏهن جملي ۾ ڌارين ٻولين جا اکر ڪتب آندا ٿا وڃن. مثال طور "آپريشن" انگريزي اکر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڊاڪٽري ود ڪٽ، جراحي يا ڪارروائي" جنس جي لحاظ کان هي لفظ مونث طور ڪتب ايندو آهي، پر اڄ ڪلهہ هن لفظ کي جنس مذڪر طور عام استعمال ڪيو ٿو وڃي تہ "آپريشن ٿيندو يا ڪيو ويندو." آپريشن هميشہ ٿيندي آهي

يا ڪئي ويندي آهي، نہ فقط آپريشن پر اهڙا هڙئي انگريزي اکر جن جي پٺ ۾ "شن" لاڳو ٿيل آهي، سي سڀيئي جنس مونث ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن، جيئن ٽرانسليشن، ڊڪٽيشن، ڪو آپريشن، سيپريشن وغيره. هي اصول سڄاڻ استادن اڳيئي طئي ڪري ڇڏيا آهن. هن ڏس ۾ فقط هي چوڻ ڪافي نہ آهي تہ لاڙ ۾ اسان وٽ آپريشن ٿيندو آهي، نہ وري هي ڪو مناسب دليل آهي تہ ڊاڪٽري آپريشن ٿيندي آهي، باقي ملٽري آپريشن ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو ڏاڍي جي لٺ کي بہ متا ٿيندا آهن.

جنس جو دارومدار لفظ جي ذاتي حيثيت ۽ نوعيت تي آهي، جيئن "آچر جو چولو-آچر جي قميص- آچر جو بوٽ- آچر جي جُتي- قلم سٺو آهي- پينسل سٺي آهي- چاقون مڏو آهي، ڪاتي تکي آهي- ڪاٺين ڏارڻ جو ڪهاڙو- لام وڍڻ جي ڪهاڙي- خبر ملي آهي- خيال چڱو آهي- اخبار آئي آهي- رسالو شايع نہ ٿيو آهي- صورتحال سٺي آهي- فرياد داخل ٿيو آهي- اسيمبلي اجلاس اجا بہ ڏينهن هلندو- اليڪشن ٿيندي وغيره.

سنڌي ٻوليءَ جا اڪثر لفظ عدد واحد توڙي عدد جمع ٻنهيءَ ۾ هوبهو هڪجهڙا استعمال ڪيا ويندا آهن، جيئن "سوچ، سمجهہ، خيال وغيره. هن ڏس ۾ اسان جا ڪي اديب اڙدوءَ جي نقش قدم تي هلندي سنڌي اکرن کي هرويرو ٻُيچ ٻڌي "جمع" بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. سنڌيءَ ۾ "ياد" واحد توڙي جمع آهي، پر اڄ ڪلهہ هن لفظ جي ٻيڙي سير تي آندي ويئي آهي، ڪڏهن "يادون" ٿا لکن تہ ڪڏهن وري "يادين!" جيڪڏهن ڪين جمع ۾ لکڻ لاءِ لاچاري آهي تہ پوءِ "يادگيريون" چئي سگهن ٿا ۽ نہ يادون! ساڳي ريت سنڌيءَ ۾ "سوچ" جو جمع "سوچون" نہ آهي، پر "سوچَ" سڀن جي آهي- اوهان جي سوچ، سڀ جي سوچ يا جڳ جهان جي سوچ! اوهان جڏهن بہ اهڙن خاص لفظن جو جمع ۾ اظهار ڪندا تہ سمورو مامرو بي سودو ٿي پوندو. مثال طور "مائي ياڳيءَ اڄ ڪار چاڙهي آهي"، پر جيڪڏهن جمع ۾ بہ اوهين ڪار بجاءِ "ڪاريون" لفظ استعمال ڪندا تہ مونجهارو ٿي پوندو.

هي برابر آهي تہ اج ڪلھ سنڌي ٻولي وارثن هوندي سوندي بہ
چوري ڇني آهي ۽ ساٽس ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ تي ڪا جهل پل آهي ئي ڪانہ.
جيئن چوٽي آهي تہ "انڌي جي جوءِ جو الله واهي آهي!" پر تڏهن بہ شڪر
الحمد الله جو اڃا ڪي آهين جوڳي جوءِ ۾ جن ڪي نہ فقط ٻهڳڻ ٻوليءَ سان
هٿوڀائي ڪرڻ تي ڪهڪاءُ ٿو اچي يا ڪين اندر ۾ ڇُهنڊڙيون ٿيون پون، پر
سندن رت بہ ٿو ٽهڪي، اوهان ڏلو هوندو تہ ويجهڙائي ۾ ھن ٽن مضمونن جي
ڇپجڻ تي ئي، ايترو اثرائتو رد عمل ٿيو جو ڪراچيءَ جي سنڌي اخبارن
کان اڙدو اکر ايئن اوچتو غائب ٿي ويا، جيئن گڏھ جي مٿي تان سڱ اسان
جي پنهنجن اديبن ۽ صحافين ۾ وڏيون اميدون آهن تہ هُو سنڌي ٻوليءَ جي
سنڌ، سونهن ۽ صحت جي بيحد حفاظت ڪندا. هونئن بہ اسان وٽ پنهنجي
سچاٽپ لاءِ ٻيو رکيو ئي ڇا آهي- سواءِ امڙ ٻوليءَ جي؟ ڪيس وبس وڳا
ڀهرائي اڃو اُجرو رکڻ بجاءِ جي پاڻ بيهي سندس لوئي ليڙون ڪريون تہ اها
هڪ ٽرئجڊي ٿيندي!

□

# سنڌي ٻوليءَ لاءِ ٻاهريان ۽ اندريان خطرا ۽ اُپاءَ

تاج جويو

ٻولي، ماڻهن جي سوچن، امنگن، احساسن، جذبن ۽ خيالن توڙي نظرين جي سگهه ۽ تهذيبي، سماجي ۽ اقتصادي ڪارڪردگيءَ جو رڪارڊ هوندي آهي، اُها ماڻهن ۾ رابطي ۽ ڳانڍاپي جو ممڪن، اثرائتو ۽ سگهارو ذريعو هوندي آهي.

ٻوليون، سازگار علمي، تهذيبي، اقتصادي ۽ صحافتي ماحول ۾ ترقي ڪنديون آهن ۽ مختلف علمن، هنرن، ايجادن ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعن مان ڄاڻ وٺي، پنهنجن ڳالهائيندڙن لاءِ ڪشش، سهوليت ۽ آسانيءَ جو ڪارڻ بڻجنديون آهن. اخبارن، ريڊيو ٽيليويزن، ڊش، ٽيليفون، ٽيلي پرنٽر، فئڪس، سيٽلائيٽ، ڪمپيوٽر، مطلب ته سمارٽ ٽيڪنالاجيءَ جي سمورن ذريعن [آوازي صورت، تصويري صورت، متن (Text) جي صورت وغيره] جي اهميت، ٻوليءَ ۽ ٻوليءَ جي لکيل ۽ ڳالهايل لفظن سان قائم آهي. اُن ڪري ٻولي جيتري پُرڪشش، مؤثر، سگهاري، عام فهم، وقت ۽ حالتن جو ساٿ ڏيندڙ/ نمائندگي ڪندڙ هوندي، اوتري اُها اطلاعاتي ۽ ڪمپيوٽرائي ذريعي حاصل ٿيندڙ ڄاڻ، پنهنجن ڳالهائيندڙن تائين پهچائي، سندن ٻوليائي ضرورتون پوريون ڪندي.

سنڌي ٻوليءَ جو شمار دنيا جي قديم ترين سڌريل ۽ اوسر ڪيل زبانن ۾ ٿئي ٿو جنهن کي گهٽ ۾ گهٽ 15 هزارن سالن جي قدامت جو پسمنظر آهي، جنهن جي لکت جون علامتون موهن جي دڙي ۽ ٻين سنڌو سڀيتائي آثارن مان مهرن تي تحريري صورت ۾ مليون آهن[1]. موهن جي دڙي جي لکيت مان ئي خروشتي، برهمي، ديوناگري ۽ برصغير جي تمام گهڻين ٻولين جون لپيون يا رسم الخط (Scripts) جڙيا آهن. سنڌيءَ کي مختلف دورن ۾ هزارن سالن جو تعليمي، تدريسي، دفتري ۽ سرڪاري زبان جو پسمنظر آهي. انگريزن اُن جي موجوده آئيويتا کي معياري صورت 1853ع ۾ ڏيئي، 1857ع کان ان کي تعليمي ۽ سرڪاري ڪاروبار جي زبان قرار ڏنو. پارت سرڪار 1968ع ۾ ان کي آئين جي اٺين شيڊيول ۾ 'قومي زبان' جو

درجو ڏنو[٩]، جو تہ ورهاڱي کان پوءِ ڀارت سرڪار ’لئنگئيج ڪميشن‘ ٺاهي، رياستن/ پرانتن جي ٻولين جو مسئلو حل ڪيو هو. اُتي سنسڪرت، اردو ۽ سنڌي کان خاص پرڳڻن جون زبانون نہ هئڻ جي باوجود، سنڌن قدامت کي ڏسي، اُنهن کي ’قومي زبانون‘ قرار ڏنو ويو هو.

ان جي برعڪس پاڪستان ۾ شامل خودمختيار رياستن کي ’بينڪن‘ طور ڏنو ويو نہ ’لئنگئيج ڪميشن‘ ٺاهي، هتي جي ’قومي ٻولين‘ کي تسليم ڪيو ويو نہ ئي انهن جي تاريخي حيثيت ۽ اڳ موجود مقام کي قبول ڪيو ويو. جيتوڻيڪ انگريز دور کان لاڳو دستور موجب سنڌي ٻولي سنڌ جي دفتري ۽ سرڪاري زبان رهي. پر پهرين ون يونٽ قائم ڪري ۽ اُن دوران 1958ع ۾ ’شريف ڪميشن‘، جوڙي، سنڌي ٻوليءَ جي تعليم ۽ تدريس کي پنجين ڪلاس تائين محدود ڪري، اُن جي ذريعہ تعليم توڙي سرڪاري زبان وارو درجو ختم ڪيو ويو. پر سنڌ جي ساڃهہ وند طبقي جي جدوجهد سان، 1962ع ۾ تڏهوڪي فيلڊ مارشل جي ڊڪٽيٽرشپ کي جُهڪڻو پيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تدريسي حيثيت قائم رهي، پر ون يونٽ موجود هئڻ ڪري ’سرڪاري زبان‘، واري حيثيت کي مسلسل نظر انداز ڪيو ويو.

1972ع ۾ پيپلزپارٽيءَ جي عوامي حڪومت سنڌ اسيمبليءَ جي هڪ ٺهراءَ موجب ’سنڌي ٻوليءَ‘ کي سنڌ جي واحد سرڪاري ’زبان‘ قرار ڏنو. پر سنڌ ۾ ’ڀڙڪي اُٿيل لساني فسادن‘ ۽ مرڪز جي مداخلت سبب، سنڌ حڪومت دٻاءَ ۾ اچي ’سنڌيءَ سان گڏ اردوءَ کي بہ سنڌ جي سرڪاري‘ زبان تسليم ڪيو. نتيجي طور سنڌي زبان جي ’ذريعہ تعليم‘ ۽ ’سرڪاري زبان‘ واري حيثيت کي ڌڪ لڳو جو تہ باوجود سنڌ اسيمبليءَ جي واضح فيصلي جي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي قيام [1972ع جي ائڪٽ ۽ 1990ع جي ترميمي ائڪٽ هيٺ جڙيل] جي، اُن جي نفاذ جو اڄ تائين درست فيصلو نہ ڪيو ويو آهي. [سنڌي شاگرد، ٽئين ڪلاس کان ٻارهين ڪلاس تائين، 1972ع جي ائڪٽ هيٺ ’آسان اردو‘ جو مضمون پڙهن ٿا. پر اردو ۽ ٻين ٻولين ڳالهائيندڙ شاگردن لاءِ ’ٽئين کان مئٽرڪ تائين رسمي طور، آسان سنڌيءَ‘ لاڳو آهي، جڏهن تہ

يارهين ڪلاس جي 'آسان سنڌيءَ' جو ڪتاب ٽيڪسٽ بڪ بورڊ طرفان شايع ٿيڻ جي باوجود، سنڌ جي ڪاليجن ۾ رائج نہ ٿي سگهيو آهي، ۽ نہ ئي چيف سيڪريٽري سنڌ، سينيئر ميمبر بورڊ آف روينيو ۽ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن سنڌ جو چيئرمئن سنڌي ٻوليءَ جي دفتري ۽ سرڪاري حيثيت کي [اسيمبليءَ جي ڪارروائيءَ سميت] لاڳو ڪرائي سگهيا آهن. [جيتوڻيڪ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي BOG جي ميمبرن طور سينيئر ميمبر بورڊ آف روينيو ۽ چيئرمئن پبلڪ سروس ڪميشن هڪ وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ عمل ڪرايو هو ۽ سيد عبدالله شاهہ جي وڏ وزارت دوران صوبي جي چيف سيڪريٽريءَ 'سنڌي پڙهائڻ' جون هدايتون بہ جاري ڪيون هيون].

ان روشنيءَ ۾، آءٌ سنڌي ٻوليءَ جي خارجي (ٻاهرين) ۽ داخلي (اندرين) خطرن تي مختصر روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو:

**(1) سنڌي ٻوليءَ لاءِ ٻاهريان / خارجي [حڪومتي سطح جا] خطرا:**

'خارجي خطرا' فقري جو استعمال خبر ناهي، مون درست ڪتب آندو آهي يا نہ، پر منهنجو مقصد سرڪاري [وفاقي ۽ صوبائي] سطح تي نظر انداز ٿيل سنڌي ٻوليءَ لاءِ موجود خطرا آهن.

- جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي تہ وفاقي سرڪار ۽ سنڌ سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي 'سرڪاري ۽ قومي زبان' واري حيثيت جو سنجيدگيءَ سان جائزو ۽ نوٽيس نہ ورتو آهي، جيتوڻيڪ سنڌ سرڪار 1972ع ۾ اهڙو ائڪٽ پاس ڪيو هو. اُن بعد سنڌ اسيمبليءَ ڪيترا ڀيرا سنڌي ٻوليءَ جي تعليم ۽ تدريس لاءِ قراردادون پاس ڪيون آهن، خانگي اسڪولن لاءِ ڊائريڪٽوريٽ بہ قائم ڪئي وئي آهي، پر اڃا تائين ڪنهن بہ پرائيويٽ تعليمي ادارن ۾ غير مادري زبان وارن ٻارن کي 'آسان سنڌي' عملي طور نہ ٿي پڙهائي وڃي. جڏهن تہ ڪاليجن ۾ سنڌي شاگردن لاءِ لازمي طرح 'آسان اردو' لاڳو آهي، پر ڪيترن ئي پرائيويٽ ادارن ۾ تہ 'آسان اردو' بدران سنڌي شاگردن کي "مادري زبان" طور اردو پڙهائي وڃي ٿي، جڏهن تہ سنڌ صوبي جي حوالي سان سنڌي ٻارن

ڪان 'مادري زبان سنڌي' پڙهڻ جو حق ڪسڻ، آئيني، قانوني، انساني ۽ اقوام متحده جي اصولن جي سراسر ڀڃڪڙي آهي.

**مسئلي جي حل لاءِ چا ٿيڻ گهرجي:**

(الف) مٿي بيان ڪيل مسئلي جي حل لاءِ ضروري آهي تہ سنڌ سرڪار طرفان خانگي اسڪولن ۽ ادارن ۾ 'سنڌي مادري زبان' ۽ 'آسان سنڌي' جا سبجيڪٽ لازمي تعليم واري اصول تحت لاڳو ڪيا وڃن ۽ جيڪي ادارا ان فيصلي تي عمل نہ ڪن تہ اُنهن جي رجسٽريشن رد ڪئي وڃي.

(ب) معائناتي ٽيمن (Vigilance Teams) ذريعي سنڌي ميڊيم اسڪولن جي بہ سروي ڪرائي ڏنو وڃي تہ اُتي 'مادري زبان سنڌي' ڪيتريقدر پڙهائي وڃي ٿي يا نہ؟ جتي غير ذميواريءَ ۽ غير مؤثر طريقي جو مظاهرو نظر اچي، اتي لازمي سنڌيءَ جي پڙهائي يقيني بنائڻ لاءِ ٺُرت قدم کنيا وڃن.

• باوجود، سنڌ اسيمبليءَ جي منظور ڪيل ڪيترن ٺهرائن، [جيڪي سىئي پليجو مهتاب اڪبر راشدي، نثار احمد کهڙي ۽ ٻين پاس ڪرايا هئا] ۽ ثقافت کاتي جي ڪوشش سان محمد ابراهيم جويي جي سربراهي ۾ قائم ٿيل 'سنڌي ٻولي قومي ٻولي ڪميشن' جي پاس ڪيل ٺهرائن، مسودن ۽ وفاقي سرڪار جي اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ لاءِ تيار ڪيل ڊرافٽ ۽ پوءِ نواب يوسف ٽالپر طرفان پيش ڪيل بل جي ترميمي ڊرافٽ- جمع ڪرائڻ جي باوجود، اڃا تائين 'سنڌي ٻوليءَ' کي قومي ٻوليءَ جو درجو نہ ڏنو ويو آهي، ڪجهہ عرصو اڳ مارئي ميمڻ طرفان پاڪستان جي 9 ٻولين کي قومي ٻوليون بنائڻ واري تجويز کي بہ قومي اسيمبليءَ رد ڪري ڇڏيو آهي.

ياد رهي تہ باوجود اُن جي تہ 'اردو زبان'، 'رابطي جي زبان' (Lingua franka) آهي، پر سنڌ وارن اُن جي 'قومي زبان' واري حيثيت جي مخالفت نہ ڪئي آهي، ڇو تہ اُن کي پاڪستان جي موجوده 1973ع واري آئين ۾ قومي زبان جي حيثيت وارو استحقاق حاصل آهي، ان

ڪري سنڌ جا ساجهه وند، سنڌي ٻوليءَ جي ’قومي زبان‘ واري ’قومي حق‘ جي گهُر ڪن ٿا ۽ گڏوگڏ پاڪستان جي ٻين صوبن: پنجاب، پختونخوا ۽ بلوچستان جي ’قومي زبانن‘ کي بہ ’پاڪستان جون قومي زبانون‘ تسليم ڪرڻ جي بہ گهُر ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت اُن سان گڏ سرائيڪي‘ ۽ ’بلتي‘ وغيره سُڌريل زبانن کي بہ قومي زبانون قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

سنڌي ٻوليءَ جي، عملي طور ’سرڪاري زبان ۽ وفاقي طور قومي زبان‘ تسليم نہ ڪرڻ وارو عمل، سنڌ جي هن شاهوڪار ۽ قديم زبان جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهي. 69 سالن ۾ وفاقي سرڪارن ۽ سنڌ سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت کي اڃا تسليم نہ ڪيو آهي. حڪومتن کي معروضي حقيقتن کي تسليم ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ’بنگلا ٻوليءَ‘ سان اختيار ڪيل روش، تاريخ جي سبق طور موجود آهي.

- سنڌ ۾ موجود مشروبات ۽ دوائن جي ڪمپنين ۽ موبائيل نيٽ ورڪ ڪمپنين [جيئن يوفون، ٽيلينور، وارد ۽ زونگ وغيره] ۾ سنڌيءَ جي استعمال لاءِ سنڌ حڪومت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جهڙي اداري کي لکپڙهہ ڪرڻ ۽ سرڪاري هدايتون (Instructions) جاري ڪرائڻ گهرجن، ڇو تہ انهن شين جو واهپو سنڌ ۾ عام جام آهي.
- قومي شاهراهہ (National Highway)، سپر هاءِ وي (Super Highway) ۽ انڊس هاءِ وي (Indus Highway) جي اٿارٽين کي روڊن جي ميل جي پٿرن، بورڊن ۽ نشانن ۾ سنڌي ٻولي استعمال نہ ڪرڻ، سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهي. ان ڏس ۾ سنڌ حڪومت، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري، سگا، سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ جي سمورين سياسي پارٽين کي پاڻمرادو لکپڙهہ ڪرڻ گهرجي.

### (2) سنڌي ٻوليءَ لاءِ اندروني خطرا:

’اندروني خطرن‘ مان منهنجي مراد ’سنڌي ٻوليءَ جو بگاڙ‘ آهي، جنهن طرف اسان هن وقت جيڪڏهن ڌيان نہ ڏنو تہ ايندڙ ڪجهہ سالن اندر سنڌي

ٻوليءَ جي شڪل، وياڪرڻي سٽاءَ ۽ مزاج تبديل ٿي ويندو. آرين، عربن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن ۽ انگريزن جون ڪاهون، سنڌي ٻوليءَ تي فطري اثر ته ڇڏي سگهيون، پر هن وقت هترادو ٻي ڏيانيءَ ۽ مڙهت ذريعي سنڌي ٻوليءَ کي خطرا لاڳو آهن ۽ اُن جو مسلسل بگاڙ ٿي رهيو آهي، جيڪا ٻوليءَ جي 'هيئت ۽ صورت' لاءِ انتهائي خطري ۽ خدشي واري ڳالهه آهي، جنهن طرف اسان سمورن ساڃهه وندن کي سوچڻ گهرجي.

• سنڌ جا تعليمي ادارا، سنڌي ٻوليءَ جا قلعا آهن، انهن کي مضبوط ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ اتي سنڌي ٻوليءَ جي ذريعه تعليم کي يقيني نه بنايو ويو ته سنڌي ٻولي ويهارو سالن اندر [پرائيويٽ ادارن جي رجحان هيٺ] پنهنجي حيثيت ۽ وجود وڃائي ويهندي ۽ خُدا نه ڪري نارائڻ شيام جو اهو خدشو سچو ثابت ٿئي ته:

الا! ائين نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
ته هئي سنڌ ۾ سنڌ وارن جي ٻولي!

• سنڌي اخبارون، روزمره جي هلندڙ ٻوليءَ جو آئينو آهن، هن وقت سنڌيءَ ۾ ٽيهارو کن روزانيون اخبارون ۽ اُن کان وڌيڪ هفتيوار، ٽه روزه ۽ ماهوار اخبارون سنڌيءَ ۾ نڪري رهيون آهن، جن جي ٻولي، عام ماڻهوءَ لاءِ درسي ڪتابن جي حيثيت رکي ٿي. پر ٻين ٻولين، خاص ڪري اردوءَ جي اثر هيٺ اخبارن جي ٻوليءَ ۾ وياڪرڻ، وغيره جي حوالي سان [جنس، عدد، مذڪر، مؤنث جي لحاظ سان] بگاڙ اچي رهيو آهي، جنهن تي اخبارن جي معزز مالڪن ۽ ايڊيٽرن کي ڌيان ڏيڻو پوندو نه ته سنڌي ٻوليءَ جي هيئت ۽ سياءَ بدلجڻ وارو وڏو هاڃو ٿي سگهي ٿو.

• درسي ڪتاب اصولي طور ٻوليءَ جي لفظن، اُچارن، اصطلاحن ۽ عبارتن جا معياري دستاويز آهن، پر نصابي ادارن [سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، بيورو آف ڪريڪيولم ۽ هائير ايجوڪيشن] جي ٻي ڌيانيءَ سبب غير تربيت يافته، ٻوليءَ کان اڻڄاڻ ۽ گهٽ اُجرت تي ڪم ڪندڙ ڪارڪنن طرفان تيار

ٽيندڙ نصاب سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۽ هيئت کي تبديل ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي رهيو آهي. اُن طرف ڌيان نہ ڏنو ويو تہ سنڌي ٻوليءَ جي صحت ۽ معيار کي وڏو نقصان رسندو.

- ريڊيو ٽي. وي ۽ سيٽلائيٽ چئنلن جي عام اطلاعاتي نظام ۾ ٻوليءَ جي وڏي اهميت آهي، پر اُتي سنڌي ٻوليءَ جي اُچارن، ادائگيءَ ۽ صحت تي تمام گهٽ ڌيان ڏنو وڃي ٿو ۽ هڪ 'گاڏڙ ٻولي' جنم وٺي رهي آهي، جيڪا اسان جي سهڻي 'سنڌي ٻوليءَ' جو منهن مُهانڊو تبديل ڪري سگهي ٿي. اُن ڪري چئنلن، ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ٻولي چڪاس جا ماهر (Monitors) رکڻ جي ضرورت آهي. اُن ڏس ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري ۽ سنڌي اديبن کي وڌ ۾ وڌ ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي، نہ تہ 'Mixed Language' سنڌي ٻوليءَ جو حُليو بگاڙي ڇڏيندي.
- اڄ ڪلهہ نوان شاعر ۽ اديب ۽ ڪٿي ڪٿي سينيئر اديب پڻ [سنڌ توڙي هند ۾] اسمن، صفتن، فعلن ۽ ضميرن جو غلط استعمال ڪري رهيا آهن، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي هيئت، مزاج ۽ وياڪرڻي، سناءَ لاءِ نقصان ڪار ثابت ٿي رهيو آهي، اُن ڪري سنڌي اديبن ۽ شاعرن کي ٻوليءَ طرف سجاڳ ٿيڻ گهرجي تہ جيئن اهي غلطيون دهرائي نہ سگهجن. جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

**(1) زير اضافت جو استعمال:**

مثال: خونِ جگر، داغِ دل، قابلِ تعريف، قابلِ داد، قابلِ تحسين وغيره.

ان لاءِ 'جو' ۽ 'سندو' اضافتون ڪم آڻي سگهجن ٿيون. يا وري زبر اضافت بہ ڪم آڻي سگهجي ٿي.

مثال: جگر جو خون، دل جو داغ، تعريف جوڳو داد جي قابل [قابل_تحسين] وغيره.[()]

**(2) فارسي اسمن جي صورتن جو استعمال:**

مثال: موقعہ، آئينده، جذبہ، نظريہ وغيره

اُنهن کي هن نموني سنڌي بنائي سگهجي ٿو:

•تنهنجو آئيندو روشن آهي.

•هن جو جذبو ساراهه جوڳو آهي.

•موقعو هٿان وڃائڻ نه گهرجي، وغيره

•هر ڪنهن جو پنهنجو نظريو آهي، وغيره.

**(3) عربي ۽ فارسي عدد جمع جو استعمال:**

مثال: الفاظ، جذبات، خيالات، وسائل، رسائل، مضامين، تقريبات وغيره

اهي درست سنڌيءَ ۾ هن ريت ڪتب آڻجن:

لفظَ: جذبا، احساسَ، خيالَ، وسيلا، رسالا، مضمونَ ۽ تقريبون

**(4) جمع جو عجيب ۽ غلط استعمال:**

مثال: ڪتابون، افواهون، اصطلاحون، قدرون، جسمون، ڪاليجون، لاشون

**صحيح استعمال:** ڪتابَ، افواهَه، اصطلاحَ، قدرَ جسمَ، ڪاليجَ ۽ لاشَ

**(5) 'و' حرف جملي جو غلط استعمال:**

مثال: آب و هوا، دل و دماغ، غم و الم، سير و تفريح، آمد و رفت، بر و بحر.

**درست استعمال:** آبهوا، دل ۽ دماغ، غم ۽ الم، سير تفريح، آمدرفت، بر ۽ بحر

**(6) ڌارين صفتن جو استعمال:**

مثال: شاعرانه، روزانه، سالیانه، عارفانه، ماهيانه

**درست استعمال:**

شاعراڻو مزاج، شاعراڻي سوچ،

روزاني اخبار، روزانو ڪم ڪار

ساليانو نفعو ساليانی ڪارڪردگي

عارفاڻو ڪلام، عارفاڻي محفل

ماهياني ونڊي، ماهيانو پگهار

**(7) فارسي حرف جر جو استعمال:**

مثال: ازانسواءِ، محض، اگر، مگر، چنانچه، حالانڪ

انهن جون سنڌي صورتون موجود آهن:

مثال: ڪانسواءِ، رڳو جيڪڏهن، پر، ڇو تہ، جيتوڻيڪ، ڇڻ تہ

**(8) اردو ۽ انگريزي اثر هيٺ جنسن جو غلط استعمال:**

مثال (1): منهنجو دل، چڱي ڪتاب، سُٺي نظم، سٺي غزل، سٺو موسم (اردو نمونو)

**درست استعمال:** منهنجي دل، چڱو ڪتاب، سُٺو نظم، سُٺو غزل، سُٺي موسم

مثال (2): آپريشن ٿيو ترانسليشن ڪيو سيپريشن ٿيو ڊڪٽيشن لکايو (انگريزيءَ جو اثر)

**درست استعمال:** آپريشن ٿي، ٽرانسليشن ڪئي، سيپريشن ٿي، ڊڪٽيشن لکائي وغيره.

**(9) سنڌي جنسن جو غلط استعمال:**

اترادي لهجي هيٺ سنڌي اديب ڪيترا مذڪر لفظ مؤنث صيغي ۾ ڪم آڻيندا آهن، جيڪي معياري لهجي موجب مذڪر استعمال ڪرڻ کپن.[1]

مثال: رَتُ ڳاڙهي آهي، واءُ لڳي ٿي،

اولاد چڱي آهي، سماجُ پراڻي آهي

**درست استعمال:** رَتُ ڳاڙهو آهي، واءُ لڳي ٿو

اولادُ چڱو آهي، سماج پراڻو آهي

**(10) اعرابن جو غلط استعمال:**

ٻوليون، ٻين ٻولين کان لفظ وٺي پنهنجي مزاج موجب انهن جي اعرابن ۾ تبديل ڪنديون آهن:

| مثال: عربي ۽ اردو | سنڌي درست استعمال |
|---|---|
| خَيالُ | خِيالُ |
| سَوالُ | سُوالُ |
| قَيامتِ | قِيامت |
| نَماز | نِمازَ |

**(11) فعلن، ضميرن ۽ ظرفن جو غلط استعمال:**

(1) هنن کي چيم: فلاڻو ڪم ڪيو.

درست استعمال: ڪم ڪريو

(2) اسان وٽ ڪيس، ڪين، سندس، سندن، ضمير هن ريت غلط ڪم آندا وڃن ٿا:

ڪيس کي چيم، ڪين کي وراڻيم، سندس جو ڪتاب، سندن جو وارو

**درست استعمال:** <u>ڪيس</u> چيم، <u>ڪين</u> وراڻيم، <u>سندس</u> ڪتاب، سندس وارو

**(12) اضافي لفظن جو غلط استعمال:**

مثال: سپوٽ پُٽ، ڪپوٽ پُٽ

نوٽ: 'سپوٽ' جو مطلب سُٺو سلڇڻو پُٽ ۽ 'ڪپوٽ' جو مطلب، ڪلڇڻو ۽ ڪُڏو پُٽ آهي، اُن ڪري سپوٽ ۽ ڪپوٽ سان پُٽ ڪم نہ آڻجي.

**(13) بنيادي قاعدن کان اڪبوتہ:**

مثال: <u>رتو ديرو</u> ۾ هڙتال

<u>لاڙڪاڻو</u> ۾ سخت گرمي

<u>الهہ بخش چانڊيو</u> چيو

<u>ميرپور بٺورو</u> ۾ باهہ

**درست استعمال:** <u>رتيديري</u> ۾ هڙتال، <u>لاڙڪاڻي</u> ۾ سخت گرمي،

<u>الهہ بخش چانڊيي</u> چيو ۽ <u>ميرپور بٺوري</u> ۾ باهہ.

اُن ڪانسواءِ: پُٽہ ۽ جويہ لکڻ بہ غلط آهي، درست استعمال ٿيندو: **پُٽُ جويو**

**(14) پارت ۾ هيٺين ريت سنڌي لفظن جو غلط استعمال ٿئي ٿو:**

| غلط | درست |
|---|---|
| نئي | نئين |
| چاند | چنڊ |
| لوهو | لوهُہ |
| قسائڻ | قاسائڻ |
| پنڇي | پکي |
| منائڻ | مڃائڻ (وغيره) |

**(15) سرائيڪي اثر هيٺ حمزي (ء) جو استعمال وساريو وڃي ٿو:**

| مثال: | غلط | درست |
|---|---|---|
| | اُٺ کي مهار پا! | اُٺَ کي مهارَ پاءِ |
| | ٻڪري کي ڇهہ ڦر آهن | ٻڪريءَ کي ڇهہ ڦر آهن |
| | ناري گيت ڳاتو | ناريءَ گيت ڳاتو |

اُن ڪري اسان کي گڏجي خارجي ۽ اندروني خطرن کان سنڌي ٻوليءَ کي بچائڻ گهرجي.

## حوالا


- جويو تاج: "سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال": سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2009ع، ص 12
- www.indiacodc.nic.in/coiweb
- جويو تاج: "سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال": سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2009ع، ص 18
- ساڳيو = ص 20
- ساڳيو = ص 21
- "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" جلد نائون، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد (2015).


["سنڌي ٻولي" جرنل تان کنيل]

# سنڌي صوتياتي نظام موجب 'همزي' (ء) جو اڀياس

ڊاڪٽر غلام علي الانا

هر پڙهيل سنڌي ماڻهوءَ کي اها خبر آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي الف ـ ب جي پٽيءَ ۾ 'ء' کي، ويـنجن طور شامل ڪيو ويو آهي، پر ٻوليءَ جي ماهرن کي اها خبر آهي ته 'ء' ويـنجن نه آهي. حقيقت ۾ سنڌي صوتيات جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته 'ء' جو ڪارج ويـنجن وارو نه، پر سر وارو آهي، جنهن جي صحيح خبر تڏهن پوي ٿي جڏهن سنڌي صورتخطيءَ جو مطالعو ڪجي ٿو.

سنڌي وياڪرڻ جي شاگردن ۽ ماهرن کي اها خبر آهي ته 'ء' ڪن لفظن ۾ ٻن يا ٽن سرن جي 'ميلاپ يا جوڙ' (sequence) جي حالت ۾، پوئين سر يا پوين سرن (second and third component) جي لکت ۾ نمائندگي ڪندو آهي. سرن ۽ ويـنجنن جي ميلاپ جي بيان واري باب ۾ سرن جي ميل جي باري ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي، پر هن موضوع تي، وضاحت سان هن باب ۾ روشني وڌي وئي آهي: جيئن:

(i) <u>ٻن پدن وارن لفظن جي آخر ۾ آيل ڇوٽن سرن [اِ، اُ ۽ اَ] جي بدران 'ء' جو استعمال:</u>

لاءِ = ل + آ ــ اِ ('اِ' جي بدران 'ءِ' ڪم آندو ويو آهي)

ماءُ = م + آ ـ اُ ('اُ' جي بدران 'ءُ' ڪم آندو ويو آهي)

ڏيءَ = ڏ+اِي ـ اَ ('اَ' جي بدران 'ءَ' ڪم آندو ويو آهي)

انهن، لفظن ۾ لفظن جي آخر ۾ آيل ڇوٽن سر [اِ، اُ ۽ اَ] جي بدران 'ءِ'، 'ءُ' ۽ 'ءَ' استعمال ڪيا ويا آهن.

(ii) <u>ٽن پدن وارن لفظن جي وچ ۾ آيل ڇوٽن سرن [اَ، اِ ۽ اُ] جي بدران "ء" جو استعمال.</u>

مُئَل = م + اُ ــ اَ + ل + اِ (وچئين سُر [ اَ] جي بدران 'ءَ' ڪم آندو ويو آهي)

سوُئَڙي = س + اوُ ـ اَ + ڙ + اِي (وچئين سُر [ اَ] جي بدران 'ءَ' ڪم آندو ويو آهي)

ڳائڻ = ڳ + آ _ اِ + ڻ (وچئين سُر[اِ] جي بدران 'ءِ'ڪم آندو ويو آهي)

پائُرَ = پ + آ _ اُ + ر + آ (وچئين سُر[ اُ] جي بدران 'ءُ'ڪم آندو ويو آهي)

(iii) ٻن پدن وارن لفظن جي آخر ۾ آيل ڊگهن سرن [اِيءَ او آ ۽ اِي ] جي بدران 'ء' جو استعمال:

ڪائِي = ڪ + آ _ اِي('اِي' جي بدران 'ئي'ڪم آندو ويو آهي)

مائِي = م + آ _ اِي(اِي جي بدران 'ئي'ڪم آندو ويو آهي)

هائو= هـ+آ_او('او' جي بدران 'ئو'ڪم آندو ويو آهي)

ڪائو= ڪ+آ_او('او' جي بدران 'ئو'ڪم آندو ويو آهي)

ڪُئا= ڪ+اُ_آ('آ' جي بدران 'ئا'ڪم آندو ويو آهي)

چئي = چ +اَ_اِي('اِي' جي بدران 'ئي'ڪم آندو ويو آهي)

(iv) ٽن پدن وارن لفظن جي وچ ۾ آيل ڊگهن سرن [اِي، آ، اي] جي بدران "ء" جو استعمال:

ڏِيئت = ڏ+اَ_اِي + ت +اِ (اِي جي بدران 'ئي' ڪم آندو ويو آهي)

جُوئارِي= ج +اُو_ آ+ ر +اِي ('آ' جي بدران 'ئا' ڪم آندو ويو آهي)

وَئيلُ = و+اَ_ اي + ل + اُ ('اي'جي بدران 'ئي'ڪم آندو ويو آهي)

(v) اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي سنڌي لفظن ۾ هڪ پدي ڏهرن سرن (يڪپدا ڏهرا سر) يعني diphthongs جهڙوڪ: اَيءِ اَو جي بدران بہ 'ئـ' ۽ 'ؤ' لکيا ويندا آهن. جهڙوڪ:

پيسو جي بدران لکبو پَئسو

چوَ جي بدران لکبو چئو

هي موضوع بہ هڪ ڌار تحقيق گهري ٿو.

[ڪتاب "سنڌي صوتيات" تان کنيل]

□

# سنڌي صوتياتي نظام ۾ شَدّ (Gemination) جو استعمال

ڊاڪٽر غلام علي الانا

1_ علم صوتيات جي اصولن موجب، ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾، لفظن اندر ساڳين ساڳين وينجنن جي ٻٽي اُچار کي 'تشديد' (gemination) چئبو آهي. اهڙن ٻٽن اُچارن وارن آوازن جي نمائندگي ڪندڙ حرفن مٿان لکيل صورت ۾ ' ّ ' (شد) جو نشان ڏنو ويندو آهي. هيءَ نشان ڪنهن بہ ٻوليءَ جي علم صوتيات جي اڀياس ڪندڙن کي اها ڄاڻ ڏئي ٿو تہ جنهن حرف مٿان 'شد' جو نشان ڏنل آهي، اُن جو اُچار ٻٽو ڪيو ويندو آهي. مثال طور عربي ٻوليءَ جي 'نقّاش' ۽ 'سَتّار' ۾ 'ق' ۽ 'ت' حرفن مٿان، شد جو نشان ڏنل آهي، جنهن جي مراد آهي تہ انهن حرفن وارا آواز 'ٻٽا' (geminated) آهن.

2_ڏنو ويو آهي تہ سنڌي صورتخطيءَ ۾، سواءِ عربي زبان جي ڪن لفظن جي، ٻين لفظن جي لکيل صورتن ۾، حرفن جي مٿان اهڙو نشان (يعني شد جو نشان) ڪونہ ڏبو آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي زبان جي ويا ڪرڻ جا ڄاڻو سمجهن ٿا تہ سنڌي ٻوليءَ جي ديسي لفظن جي ذخيري ۾ اُنهن لفظن جي اُچار ۾، آوازن جو مشدد ٿيڻ ممڪن نہ آهي، جيتوڻيڪ سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن ۾، سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي لکيل صورتن ۾، ڪن حرفن مٿان شد جو نشان ڏنو ويو آهي. اهڙن لفظن ۾ ڪن حرفن مٿان 'شد' جو ڏنل نشان ڏيکاري ٿو تہ، انهن ڪتابن جي لکندڙ سڄڻن کي، سنڌي صوتياتي نظام جي قانونن موجب، 'شد' واري نشان جي ڪم آڻڻ، يعني ٻٽن (geminated/ مشدد) آوازن جي اصولن ۽ صوتياتي نظام ۾ تشديد جي ڄاڻ ڪانهي، مثال طور سنڌي درسي پهرئين ڪتاب ۾، 'اَنَ' ۽ 'ڪَنَ' لفظن ۾ 'ن' حرف مٿان 'شَدَ' جو نشان ڪونہ ڏنو ويو آهي (ڏسو سنڌي پهريون ڪتاب ص 6)، پر ساڳئي ڪتاب ۾ اڳتي هلي صفحي 7 تي لکيل لفظ 'پَنَ' ۾ 'ن' حرف جي مٿان، شَدَ جو نشان ڏيئي، اهو لفظ لکيو ويو آهي: "پَنّ".

عام طور سنڌي صورتخطيءَ ۾ لفظن جي لکيل صورتن ۾ حرفن جي مٿان 'شدّ' جو نشان ڪونہ ڏنو ويندو آهي، پر حقيقت ۾، سنڌي صوتياتي نظام موجب، سنڌي ٻوليءَ جي ڪن ٻن، ٽن ۽ چئن پدن وارن لفظن

جي اُچارن ۾ ڪي آواز ضرور مشدد (geminated) ٿين ٿا. سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙن مشدد آوازن جي اُچار ڪرڻ لاءِ بہ ڪي اصول ۽ قانون موجود آهن، جن جو واسطو صوتيات جي علم سان آهي.

3_سنڌي ٻوليءَ جي، صوتياتي نظام موجب ڏٺو ويو آهي تہ نہ فقط سنڌي ٻوليءَ ۾، پر برصغير جي ٻين ٻولين ۾ بہ مشدد آوازن جي اُچار ڪرڻ لاءِ، لڳ ڀڳ ساڳيا اصول ۽ قانون آهن. اهي قانون سمجهڻ لاءِ هيٺ ڏنل لفظ ملاحظہ ڪريو:

| سنڌي لفظن جي عام لکت | لفظن جو اُچار |
|---|---|
| بُتِ | بُتّ |
| پَٽِ | پَٽّ |
| پَڪَ | پَڪّ |
| سَٽِ | سَٽّ |
| سَٽَ | سَٽّ |
| سُٽُ | سُٽّ |
| سِڪَ | سِڪّ |
| سُڪَ | سُڪّ |
| سُکُ | سُکّ |
| سَچُ | سَچّ |
| سِجُ | سِجّ |
| اَکِ | اَکّ |
| اَنُ | اَنّ |
| اُنَ | اُنّ |
| رِڌَ | رِڌّ |
| پٿَرُ | پٿّر |
| هَلَٽُ | هَلّٽ |

مٿي ڏنل لفظن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌي ٻوليءَ جي ٻن پدن توڙي ٽن پدن وارن لفظن جي پهرئين پد ۾ جڏهن چوٽن سرن [اَ، اِ ۽ اُ] مان ڪو بہ هڪ سر ڪم ايندو آهي، تڏهن اُچار ڪرڻ مهل، پهرئين پد

واري ڇوٿي سر  ڪان پوءِ ايندڙ وينجن، يعني ٻئي پد جي مُنڍ وارو وينجن، مُشدد (geminated) يعني 'ٻٽو' ٿي ويندو آهي. مثال طور /ٻُت/لفظ جي پهرئين پد ۾ [اُ] سر ڪم آيو آهي. [اُ] سر ڪان پوءِ، ساڳئي لفظ جي ٻئي پد جي مُنڍ ۾ [ت] وينجن آيو آهي. قانون موجب، پهرئين پد ۾ ڇوٿي سُرَ [اُ] جي اچڻ ڪري، ٻئي پد جي مُنڍ واري وينجن [ت] جو اُچار خود بخود مُشدد (geminated) يعني 'ٻٽو' ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح 'مَٿَ' لفظ جي پهرئين پد ۾ [آ] سر جي اُچار ڪري، اُن جي فوراً پويان ايندڙ ٻئي پد جي مُنڍ ۾ آيل وينجن [ٿ]، مشدد يعني ٻٽو اُچاربو. ساڳيءَ طرح 'سِٿَ'، لفظ جي پهرئين پد ۾ [اِ] سر ڪان هڪدم پوءِ آيل وينجن [ٿ]، مشدد يعني 'ٻٽو' اُچاربو پر جڏهن ڪنهن بہ لفظ جي پهرئين پد ۾ ڊگها سر [آ، اي، اي، اُو، او وغيره] ڪم ايندا آهن، تڏهن انهن ڊگهن سرن ڪان فوراً پوءِ ايندڙ وينجن مشدد ڪونہ اُچاربا آهن. مثال:

| پهرئين پد ۾ ڇوٽو سر | لفظ جو اُچار | پهرئين پد ۾ ڊگهو سر | لفظ جو اُچار |
|---|---|---|---|
| پَٽِ | پَٽّ | پاٽِ | پاٽِ |
| سِٿَ | سِٿّ | سيٿَ | سيٿَ |
| اَڄَ | اَڄّ | آڄَ | آڄَ |
| پَڪو | پَڪّو | پيڪو | پيڪو |

انهيءَ لحاظ سان، سنڌي صورتخطيءَ ۾ صوتياتي مطالعي لاءِ 'شد' جي نشان جو استعمال ضروري آهي.

هت هيءُ نقطو بہ توجهہ گُهري ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ 'سَنڌيءَ' (assimilation) جي ڪيترن ئي مثالن ۾، وڏي عرصي گذرڻ سان گڏ، اهڙا مشدد وينجن بدلجي، ڇُوسڻا وينجن (implosive consonants) ٿي ويا آهن. مثال طور سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ لفظ آهي 'سڄڻ'. هيءُ مرڪب لفظ آهي جيڪو ٻن مفرد لفظن 'سَت + جَن' جي ميلاپ سان ٺهيو آهي. 'سَتجَن' لفظ جا انهيءَ ڪري ٻہ جُز ٿيا: هڪڙو 'ست' ۽ ٻيو 'جن' (ست + جَنَ). سنڌي ٻوليءَ ۾ 'سَنڌي' (assimilation) جي قانون موجب، 'ست + جَن' جزن مان،

پهرئين جُز 'ست' جو پوين وينجن [ت]، ٻئي جز يعني 'جَن' جي پهرئين وينجن [ج] . يعني سخت تارونءَ واري ڳري اوسرگ، ڏوڪڙي وينجن [ج] جي اثر ڪان بدلجي، سخت تارونءَ وارو ڳرو اوسرگ ڏوڪڙو وينجن [ج] ٿيو پيو ۽ نئون لفظ ٿيو 'س+ج+ج+ن' يعني 'سَجَّن،' جنهن ۾ [ج] جو اُچار ٻٽو يعني 'مشدد' ٿئي ٿو. اڳتي هلي، اهو مشدد يعني ٻٽو وينجن [ج] بدلجي، 'سخت تارونءَ وارو چوسڙو وينجن' (palatal Implosive) [ڄ] ٿي ويو، ۽ [ن] بدلجي، مورڏني گهڙو وينجن [ ڻ] ٿي ويو ۽ نئون لفظ ٿيو 'سڄڻ'.

هن موضوع تي اڃا بہ وڌيڪ تحقيق جي گهڻي ضرورت آهي.

[ڪتاب "سنڌي صوتيات" تان کنيل]

❑

# اسمن جي جنس

واحد بخش شيخ

دنيا ۾ جيڪي بہ شيون پيدا ڪيون ويون آهن، سي گهڻو ڪري جنس ۾ متضاد آهن. يعني مختلف مخلوقات جي هر هڪ جنس ۾ نر ۽ ماديءَ جو فرق موجود آهي. حالانڪ جاندارن کانسواءِ نباتات ۾ بہ جنسي اختلاف ليکيو ويندو آهي، تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي بہ لفظ استعمال ٿين ٿا، انهن سان جنسيات جي بنياد تي نر سان مذڪر ۽ ماديءَ سان مونث جي جنس لڳائبي آهي.

سنڌيءَ ۾ عام محاوري ۾ بي رُوح يا بي جان شين، جهڙوڪ: پٿر، چُن، چاندي يا ڪٺ وغيره سان بہ مذڪر يا مونث جي جنس لڳائي وبندي آهي، مثال: پٿر ۽ چُن کي مذڪر ۽ چاندي ۽ ڪٺ کي مونث سڏيو ويندو آهي. حقيقت ۾ جاندار ۽ غير جاندار شين ۾ فرق ڪرڻ ۽ زبان جي اُصول کي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ غير جاندار شين تذڪير ۽ تانيث جي نسبت لاڳو نہ ڪجي، بلڪ انهن سان جنس بي رُوح يا بي جان لڳائي وڃي. جاندار شين جي متعلق بہ ٻوليءَ جا ڪي اهڙا لفظ استعمال ٿيندا آهن ۽ جن مان ٻنهي جنسن جو مفهوم نڪرندو آهي، مثال: انسان، آدمي، ٻار، جانور، چمڙو، سهو، طوطو، مِرون، وِڇون ۽ هد هد وغيره. پر ڇاڪاڻ تہ اهڙن مشترڪ جنس وارن لفظن جي مونث واري صورت سنڌيءَ ۾ ڪانهي، تنهن ڪري انهن سان يا تہ مذڪر جو صيغو لڳندو آهي يا وري جنس مشترڪ يا عام لڳائبي آهي.

ڏسبو تہ جيئن دنيا ۾ شين کي چئن جنسن ۾ ورهائي سگهجي ٿو تيئن ٻوليءَ ۾ بہ چئن جنسن جو استعمال ٿئي ٿو جي آهن:

(1) جنس مذڪر (2) جنس مونث

(3) جنس مشترڪ يا عام (4) جنس بي رُوح يا بي جان

## 1.جنس جي سڃاڻپ:

مختلف ٻولين ۾ تذڪير ۽ تانيث جا قاعدا پنهنجا پنهنجا آهن. ڪيترا لفظ هڪڙي ٻوليءَ ۾ مذڪر آهي تہ اهو ساڳيو لفظ ٻي زبان ۾ مونث،

مثال: عقل، قسم، ڪتاب، موت وحي، اهي لفظ سنڌيءَ ۾ مذڪر سڏجن ٿا، پر اردوءَ ۾ جنس مونث ۾ داخل آهن. 'دل' سنڌيءَ ۾ مونث آهي ته اردوءَ ۾ مذڪر سڏيو ويندو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ڪي جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي، ڪُل ڏهه سُر يا آواز آهن ۽ انهن مان فقط ست سُر يا آواز آهن، جن مان جنس جي ڄاڻ پوي ٿي، اهي ست سُر يا آواز آهن: 'اَ'، 'آ'، 'اِ'، 'اِي'، 'اُ'، 'اُو' ۽ 'او' انهن آوازن وارا لفظ ڪي مذڪر هوندا آهن ته ڪي مونث. 'اُ'، 'اُو' ۽ 'او' آوازن وارا لفظ گهڻو ڪري مذڪر ۽ 'اَ'، 'آ'، 'اِ' ۽ 'اِي' آوازن وارا لفظ عام طرح مونث هوندا آهن. انهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

**'اُ' آوازن وارا مذڪر لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| اڱڻُ | هَرُ | لڳُ | ٻُورُ |
| ٻَرُ | ياءُ | تيرُ | ٿُورُ |
| ٿَرُ | چارُ | پيءُ | ٿُوهُه |
| جَٽُ | ساهُه | جيءُ | سُورُ |
| چَنڊُ | گهاءُ | سيءُ | کُوهُه |
| دَمُ | مالُ | ڪيرُ | جهولُ |
| ڏَنُ | واهُه | نيرُ | چورُ |
| رَڃُ | هارُ | اُٺُ | ڪوڏُ |
| رَنڊُ | ٻجُ | پُڇُ | ڳوٺُ |
| ڪَکُ | پڙُ | سُٽُ | گهوٽُ |
| ڪنڌُ | ٽڙ | سُرُ | لوڙهُه |
| گَسُ | ڏِڳُ | گُلُ | پوئنرُ |
| لَڪُ | سِڄُ | لُڙُ | حَرِضُ |
| وَٽُ | سڙهُه | هُلُ | ڪَوئنرُ |

**'اُو' آواز وارا مذڪر لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻَٺُون | تارُون | ناچُو | رولُو |
| ٻَٺُون | ڏاڙهُون | پڙُون | ٽيڙُو |
| ٻَسُون | ڏاڪُون | مِرُون | پيرُون |

| | | | |
|---|---|---|---|
| چتُون | لاڏُو | وِچُون | ڏيلهُو |
| سَنڌُو | مارُو | ٻُڌُو | ڏينيُو |
| تارُو | ماٺُو | قورُو | ويڙهُو |

**'او' آواز وارا مذڪر لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻچو | آگو | چِلو | ٿُلو |
| ٻتو | بابو | ڇڪو | ٻوٽو |
| ٻڪو | ٻانهو | دِلو | ٿُوهو |
| پنو | پاڳو | سِڪو | چوڙو |
| ڇَلو | پالو | قِصو | بوتو |
| سَلو | پاٽو | ڪلو | ڦوٽو |
| ڪَٽو | ٽاٽو | ڪِرو | چولو |
| ڳَڙو | ذائقو | جِيلو | ڏونرو |
| ڳهَٽو | نالو | ڪِينئون | ٻيڙو |
| لَتو | ناٽو | ٻڙو | چيلو |
| وَڳو | واڍو | پُڪو | ليڙو |
| هَنو | پتو | ڪُٽو | ميلو |

**'اَ' آواز وارا مونث لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڏَ | باڪَ | پِڪَ | ڇيڄَ |
| ٻَدڪَ | تارَ | پڪَ | رِيسَ |
| پَلڪَ | ڏاتَ | جيبَ | زينَ |
| ڄڄَ | ڍالَ | سِٽَ | لِيڙَ |
| جهلَ | زالَ | سِڪَ | لِيڪَ |
| ڇڳَ | ڪانڌَ | ننڊَ | اُڄَ |
| رڳَ | لانگَ | وِڏَ | اُسَ |
| ڪڄَ | ماڪَ | وِکَ | ٻُڪَ |
| آسَ | واڄَ | وِهڪَ | رُڄَ |
| سُڄَ | ٻُوندَ | اوٽَ | آرَ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪُنڊَ | چُوڙَ | توپَ | چَورَ |
| لُڪَ | حُورَ | پوڪَ | سيجَ |
| مُنڊَ | ڪؤڪَ | ڳوهَ | ميخَ |
| هُبَ | ڪُونجَ | هوڏَ | ميزَ |

**آ آواز وارا مونث لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| آما | لَڄا | اِڇا | وِڇا |
| ٻلا | هَچا | ٻِکيا | پُڇا |
| خَطا | هَوا | پرڄا | جُوئا |
| ڏَڄا | ڇايا | چِکيا | دُعا |
| رَکيا | ڪايا | رِتا | سُکا |
| سَتيا | مالها | سِٺا | سُئا |
| قَضا | مايا | ڳِلا | پُوڄا |

**اِ آواز وارا مونث لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَڪِ | خاڪِ | پيڙهِ | ڏُوڙِ |
| ٻَنڊِ | ذاتِ | سِينڊِ | رُوءِ |
| ٻِرِ | راتِ | ٻُلِ | سُونڊِ |
| جَنگِ | ڪانگِ | جُهنڊِ | جوتِ |
| جَهنڊِ | ڪاڙِ | چُلهِ | جوءِ |
| لَٽِ | ڳالهِ | ڏُرِ | روٽِ |
| مَکِ | لاتِ | رُتِ | لوءِ |
| وَلِ | نارِ | ڪُڙهِ | چوپڙِ |
| آڳِ | پِتِ | مُٺِ | چورسِ |
| باهِ | تِڏِ | ٻُونڊِ | ٻيرِ |
| جاءِ | دِلِ | ٽُوٽِ | چيلهِ |
| جهارِ | ڳِڏِ | ڦونڊِ | ڇيتِ |
| چالِ | وِٽِ | جُوءِ | ديڳِ |

**'اِي' آواز وارا مونث لفظ:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| آمِي | چَاتِي | شِيشِي | ٻولِي |
| ٻتِي | دانگِي | ٻُڪِي | پوتِي |
| ٻڪرِي | دائِي | ٻُگرِي | جهولِي |
| ٻنِي | ڏاچِي | ٻُڙي | چوتِي |
| ٻرِي | راٽِي | ٻُڙي | چولِي |
| پٽِي | ڪاتِي | ڦُلِي | ڪوڏِي |
| ڦٽِي | ماڙِي | جُتِي | گولِي |
| چتِي | وانگِي | سُٽِي | چونرِي |
| ڏيِي | ترِي | ڪُنجِي | چونڪِي |
| مچِي | پرِين | ڪُنڍِي | ٻيڙِي |
| مڏِي | چنِي | مُرلِي | پيڏِي |
| مڪڙِي | ڳچِي | مُڪڙِي | تيلهِي |
| مهرِي | متِي | مُنڍِي | پيٽِي |
| نڌِي | نڙِي | هُنڌِي | ريتِي |
| آڙِي | ٻيڙِي | نُورِي | سيلهِي |
| ٻاڙِي | تيلِي | مُورِي | مينڌِي |
| ڄاڙِي | سِيٽِي | چُوڙِي | قينچِي |

مٿئين قاعدي کي جامع ۽ مستقل نٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ ته جنس مونث جا آواز يا پڇاڙيون ڪن مذڪر لفظن ۾ ته استعمال ٿين ٿيون ۽ اهڙيءَ طرح جنس مذڪر جا آواز يا پڇاڙيون مونث لفظن ۾ استعمال ٿين ٿيون: مثال: 'آ'، 'اِ' ۽ 'اِي' پڇاڙين وارا ڪي لفظ مذڪر هوندا آهن ۽ 'اَ' ۽ 'اُو' پڇاڙين وارا ڪي لفظ وري مونث هوندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

**'آ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:**

| | |
|---|---|
| ابا | پيشوا |
| ادا | خدا |
| آغا | داتا |
| آقا | ديوتا |
| بابا | راجا |

'اِ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

احمدِ
خضرِ
راءِ
سيٺِ
قيصرِ

'اِي' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پکِي | حاجِي | ڪانڌِي | مفتِي |
| پهِي | ڇاڇِي | ماري | منشِي |
| درزِي | جهانگِي | مالهِي | جوڳِي |
| ڏٽِي | چاڪِي | مانجهِي | ڌوبِي |
| کٽِي | ساٿِي | وانجهِي | ڏوتِي |
| نبِي | سامِي | وانگِي | موچِي |
| ولِي | سانگِي | هاتِي | موتِي |
| پانڌِي | قارِي | هارِي | ٻيلِي |
| پاٽِي | قاضِي | مُکِي | قيدِي |

'اُ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تندُ | سَسُ | مَسُ | وِهُ |
| ٽيڄُ | ڪٺُ | وَٽُ | هِڳُ |
| چرُ | ڪسُ | ماءُ | ڏيءُ |
| رٿُ | ڪٽُ | جِندُ | ٺُنهُن |
| رسُ | ڪنڌُ | مِڪُ | پيرُ |
| سرءُ | مَرُ | وِڄُ | ميرُ |

'اُو' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

| | |
|---|---|
| آبرُو | چائُون |
| ڀُون | خاتُون |
| جُون | ڳُڻُون |

'آ' ۽ 'او' پڇاڙين وارا لفظ هميشہ بنا استثنيٰ جداجدا مونث ۽ مذڪر هوندا آهن. باقي ٽي آواز 'آ َو'، 'اي' ۽ 'آي' سنڌيءَ ۾ الڳ شمار نہ ڪيا ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن کي ذاتي تحفظ نہ هوندو آهي جو اڪيلي سر بيهي سگهن. 'اي' آواز وارا لفظ مثال: پيڙي، چولي ۽ لوٽي وغيره گهٽو ڪري مفعولي ۽ جري حالت ۾ استعمال ٿيندا آهن. 'آو' ۽ 'آي' آوازن کي ٻنا يا ٻن آوازن جو مرڪب سمجهيو ويندو آهي، يعني 'آو' ۾ ٻہ آواز آهن: 'آ اُ' ۽ ساڳيءَ طرح 'آي' ۾ ٻہ ٻہ آواز آهن: 'آ اِ'.

## 1.جنس جي ڦير گهير:

اسمن يا لفظن جي جنس مذڪر مان مونث بنائڻ لاءِ ڪي قاعدا استعمال ٿيندا آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

1. 'آ' پڇاڙيءَ وارا اسم هميشہ مونث هوندا آهن. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ ڪي مونث اسم آهن جن جو مذڪر نہ ٿيندو آهي، مثال:

| | |
|---|---|
| ٻيڙي | سَٽي |
| ٻاڻي | سهيلِي |
| جيجل | جيجي |

2. ڪي مذڪر اسم آهن، جن جو مونث استعمال نہ ٿيندو آهي، مثال:

| | |
|---|---|
| ٻِڻُون | ڪَچُون |
| چِٽُون | مِرُون |
| ڳانڊُ | وِڇُون |

3. ڪن مذڪر اسمن مان مونث ٺاهڻ لاءِ پڇاڙيون، جهڙوڪ: 'ڻ'، 'آڻي'، 'واڻي' يا 'ياڻي' ڪم آڻبيون آهن. جن اسمن سان اهو قاعدو لاڳو ٿيندو آهي، اهي 'اِ'، 'اِي'، 'اُ' ۽ 'اُو' پڇاڙين وارا مذڪر اسم هوندا آهن، جن جون پويون اعرابون يا حرف مٽائڻ سان مونث جو صيغو جُڙندو آهي مثال:

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| **'اِ' پڇاڙيءَ وارا اسم:** | |
| سيٺِ | سيٺياڻِي |

**ِاي‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:**

| | |
|---|---|
| اولادي | اولادڻ |
| آهتِي | آهتڻ |
| بيڪارِي | بيڪارڻ |
| ٻيلِي | ٻيلياڻِي |
| ٻنگِي | ٻنگياڻِي |
| پوڄارِي | پوڄارڻ |
| جوڳِي | جوڳڻ، جوڳياڻي |
| جهانگِي | جهانگياڻِي |
| چاڪِي | چاڪياڻِي |
| حاجِي | حاجياڻِي |
| ڌوٻي | ڌوٻڻ، ڌوٻياڻِي |
| ڏڏي | ڏياڻِي |
| ساٿِي | ساٿياڻِي |
| سانگِي | سانگياڻِي |
| سوالِي | سوالڻ |
| شڪاري | شڪارڻ |
| قيدي | قيدڻ، قيدياڻِي |
| ڪڙمي | ڪڙمياڻي |
| ڪورِي | ڪورياڻِي |
| ڪتي | ڪتياڻِي |
| مالهي | مالهڻ |
| منشي | منشياڻِي |
| موچي | موچياڻِي |
| ويري | ويرياڻِي |

**اُ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:**

| | |
|---|---|
| اُٺ | اُٺڻ |
| ٻانيڙُ | ٻانيڙِ |

| | |
|---|---|
| ٻروچُ | ٻروچاڻِي، ٻروچياڻِي |
| جتُ | جتڻ، جتڻِي |
| چورُ | چورِ |
| ڏيرُ | ڏيرياڻِي |
| شينهن | شينهڻ |
| فقير | فقيرياڻِي |
| مالڪُ | مالڪياڻِي |
| مائٽُ | مائٽياڻِي |
| نوڪرُ | نوڪرياڻِي |

**'اُو' پڇاڙيءَ وارا اسم:**

| | |
|---|---|
| رهاڪُو | رهاڪڻ |
| ڪائُو | ڪائڻِي |
| گهورارو | گهورارڻ |
| ناچُو | ناچڻِي |

1. 'او' پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جو مونث عام طرح مذڪر لفظن جو پويون 'و' ڪڍي ان جي جاءِ تي حرف 'ي' آڻڻ سان ٺهندو آهي، مثال: 'گهوڙو' جو مونث ٿيندو 'گهوڙي'. ڪن 'اُ' پڇاڙيءَ وارن اسمن جو مونث بہ آخر ۾ 'ي' حرف گڏڻ سان ٺهندو آهي، مثال: 'ڄٽُ' جو مونث ٿيندو 'ڄٽِي'. ڪن حالتن ۾ 'ڻ'، 'آڻي' يا 'ياڻي' پڇاڙي گڏڻ سان بہ مونث جو صيغو ٺهندو آهي، مثال: 'لنگهو' جو مونث ٿيندو 'لنگهي' يا 'لنگهياڻي'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻالو | ٻالِي |
| ٻانهو | ٻانهي |
| ٻچو | ٻچِي |
| ٻڪرُ | ٻڪرِي |
| ٻلو | ٻلي |
| چيلو | چيلِي |
| ڇوڪرُ يا ڇوڪري | ڇوڪرِ يا ڇوڪرِي |

| | |
|---|---|
| ڇيلو | ڇيلي |
| دايو | دائِي |
| ڏُوتو | ڏُوتي |
| ڏاڏو | ڏاڏِي |
| گولو | گولِي |
| لورو | لورياڻِي، لوري |
| ماڙيچو | ماڙيچڻ، ماڙيچاڻِي، ماڙيچياڻِي |
| وڏيرو | وڏيرياڻِي |

2. ڪن مذڪر لفظن مان مونث ناهڻ جو ڪو خاص قاعدو ڪونہ هوندو آهي، پر انهن جون مونث جون صورتون مقرر آهن. انهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ابو بابو | اما، امي، امڙ |
| بادشاهہ، شاهہ، راجا، راءِ | راڻِي |
| پاءُ | پيڻ |
| پاڏو ڪونهون، ڪونهٽ | ڦَڙ |
| پُٽ | ڌيءُ، نياڻِي |
| ڏاگهو | ڏاچي |
| ڏاندُ | ڳئون، ڳانءِ، ڍڳي |
| سانُ | مينهن |
| سهرو | سَسُ |
| گهيٽو | رِڍ |
| گهوٽ | ڪنوارِ |
| مڙد | عورت |
| مڙس، پتار، ڪانڌُ | جوءِ، زال |

1. جاندار يا ساهوارين شين ۾ مذڪر ۽ مونث جو هجڻ هڪ لازمي ۽ فطري امر آهي ۽ انهن ۾ فقط طبعي فرق هوندو آهي، پر بي رُوح يا بي جان شيون، جن سان بہ نحوي لحاظ کان تذڪير ۽ تاليث جي صورت لاڳو ٿيندي آهي. انهن ۾ تڪبير ۽ تصغير يعني وڏ ننڍائيءَ جو فرق سمايل هوندو

آهي، مثال: دَرُ مذڪر ۽ 'دَري' مونث ۾ طبعي فرق نہ پر وڏ ننڍائيءَ جو فرق آهي، يعني دَرُ وڏو آهي ۽ دري ننڍي، ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻيڙو | ٻيڙي |
| ٽوڪرو | ٽوڪري |
| چُوڙو | چُوڙي |
| چولو | چولِي |
| دِلو | دلِي |
| ڏنڊو | ڏنڊِي |
| رَسو | رسِي |
| ڪُهاڙو | ڪُهاڙِي |
| ڪٽولو | ڪٽولِي |
| ڪوڙُ | ڪوڙِي |
| ڪُوهہ | ڪُوهِي |
| لوٽو | لوٽِي |
| مَٽُ | مَٽِي |
| منجو | منجِي |
| هَٽُ | هَٽِي |

اصول مطابق مذڪر مان ئي مونث جو صيغو جُڙندو آهي، پر ڪي مذڪر اسم مونث مان جُڙندا آهن، مثال:

| مونث | مذڪر |
|---|---|
| ڦُڪي | ڦُڪڙُ |
| ماسِي | ماسڙُ |
| رَنَ | رَنڙُ |

ڪي اسم مذڪر توڙي مونث ٻنهي جنسن ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثال:

رَتُ

واءُ

وِهُہ

3. ڪي اسم صورت ۾ مذڪر هوندا آهن، پر معنيٰ ۾ مونث. مثال:

| مونث | مذڪر |
|---|---|
| باشو | ٻَشين |
| ٻحرِي | ٻحرِي ٻچو |
| سيچاڻو | ٿُمتِي يا ٿُرمچِي |

4. فارسي ۽ عربيءَ جا لفظ ۽ ترڪيبون ٻه چڱي انداز ۾ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿينديون آهن، تنهن ڪري انهن جي مذڪر ۽ مونث صورتن جو ڄاڻڻ ٻه ضروري آهي.

فارسيءَ ۾ مذڪر مان مونث ٺاهڻ جو ڪو خاص طريقو يا قاعدو ڪونهي، انهيءَ ۾ مونث جا صيغا گهڻو ڪري مقرر آهن. مثال:

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| برادر (ڀاءُ) | خواهر يا همشيره (ڀيڻ) |
| پدر (پيءُ) | مادر (ماءُ) |
| پِسر (پُٽُ) | دختر (ڌيءُ) |
| خُروس (ڪڪڙُ) | ماڪيان (ڪڪڙِ) |
| مردُ (مڙد) | زن (عورت يا زال) |

1. مذڪر لفظ جو ٽيون حرف ڪڍي باقي لفظ جي پنيان 'ي' علامت يا پڇاڙي آڻڻ سان اسم مونث ٺهندو آهي. مثال:

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| حَسِين | حُسنيٰ |
| صَغير | صُغري |
| عظيم | عُظميٰ |
| ڪَبير | ڪُبري |

1. غالباً هر ڪنهن ٻوليءَ ۾ مذڪر مان مونث ٺاهڻ جو طريقو قياسي ٻه آهي ته غير قياسي ٻه ۽ عربيءَ ۾ ٻه ڪيترن مذڪر اسمن جا مونث غير قياسي طرح مقرر آهن. مثال:

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| ابُ (پيءُ) | امُ (ماءُ) |
| ابنُ (پٽ) | بنتُ (ڌيءُ) |

| | |
|---|---|
| جملُ (اٺ) | ناقة (ڏاچي) |
| ديڪُ (ڪڪڙ) | دجاجة (ڪڪڙِ) |
| رَجلُ (مڙد) | امرائة (عورت) |

## اسم جو عدد

تعداد جي لحاظ کان سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻه صورتون ٿينديون آهن:

1. عدد واحد
2. عدد جمع

عدد واحد جو مطلب آهي هڪ ساهوارو يا هڪ شيءِ، مثال: ڇوڪرو رانديڪو وغيره ۽ عدد جمع جو مطلب آهي گهڻا ساهوارا يا گهڻيون شيون، مثال: ڇوڪرا، رانديڪا وغيره. عربيءَ ۾ مٿين ٻن صورتن کانسواءِ عدد جي ٽين صورت به ٿيندي آهي، جنهن کي عدد تثنيه يا ٻن جو عدد چئبو آهي، مثال: 'دارين' يعني ٻه جهان، 'والدين' يعني ماءُ ۽ پيءُ. جيئن ته عربيءَ جو سنڌيءَ سان گهڻو تعلق آهي، تنهن ڪري عدد تثنيه جا صيغا پڻ ڪن حالتن ۾ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندا آهن.

## واحد اسمن مان جمع ٺاهڻ جا طريقا:

1) اهي واحد اسم جن جي پڇاڙي 'آ' هوندي آهي، تن جي زبر واري اعراب يا حرڪت ڪيدي، ان جي پٺيان 'اُون' پڇاڙي ملائڻ سان عدد جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| آڏَ | آڏُون |
| پِٽَ | پِٽُون |
| تارَ | تارُون |
| ڏارَ | ڏارُون |
| رَڳَ | رَڳُون |
| زالَ | زالُون |

| | |
|---|---|
| سِٿَ | سِٿُون |
| لامَ | لامُون |
| ليڪَ | ليڪُون |
| مُندَ | مُندُون |
| وِڪَ | وِڪُون |
| هوڙَ | هوڙُون |

[1]بعضي عدد جمع جا صيغا 'آن' يا 'يان' پڇاڙيءَ سان بہ استعمال ٿيندا آهن، مثال: اکيان، ڪنان، زالان ۽ ميخان وغيره.

1) جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'آ' آهي تن جي پٺيان 'ئُون' پڇاڙي ملائڻ سان جمع جو صغو ٺهندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اَبلا | اَبلائُون |
| اَدا | اَدائُون |
| بَلا | بَلائُون |
| جَفا | جفائُون |
| رَاجا | راجائُون |
| غَفا | غفائُون |
| ڪَتا | ڪتائُون |
| ڪَلا | ڪلائُون |
| هَچا | هچائُون |

1. جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'اِ' آهي تن جي پٺيان 'يُون' پڇاڙي گڏڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اکِ | اکيُون |
| پِتِ | پِتيُون |

[1] هر قسم جي عدد جا صيغا سنڌيءَ ۾ اترادي ماٺهو ڪم آڻيندا آهن. سنڌيءَ ۾ اهڙو محاورو سرحدي ٻولين، جهڙوڪ: پنجابي، سرائڪي يا ملتاني جي ئي اثر هيٺ عمل ۾ اچي ويل ٿو ڀانئجي.

| | |
|---|---|
| تِڏِ | تڏيُون |
| جنگِ | جنگيُون |
| جوءِ | جوئيُون، جويُون |
| دِلِ | دِليُون |
| ديگِ | ديگيُون |
| ڏُرِ | ڏُريُون |
| رَتِّ | رَتّيُون |
| لَٽِ | لَٽيُون |
| مَکِ | مَکيُون |
| وَلِ | وَليُون |
| جاءِ | جائيُون، جايُون |
| راتِ | راتيُون |
| ڪاڻِ | ڪاڻيُون |
| ڳالهِ | ڳالهيُون |

1. جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'اِي' آهي، تن جي پوئين حرف، يعني 'ي' کي، 'اُون' پڇاڙي ڳنڍڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي. هي قاعدو فقط مونث اسمن سان لاڳو هوندو آهي، مذڪر اسمن جو واحد توڙي جمع جو صيغو ساڳيو هوندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

**مونث اسمن جو جمع:**

| واحد | جمع |
|---|---|
| بتي | بتيُون |
| پتِي | پتيُون |
| ٻانهِي | ٻانهيُون |
| راڻِي | راڻيُون |
| تِڪِي | تِڪيُون |
| ڪِلِي | ڪِليُون |
| ڀينِي | ڀينيُون |

| | |
|---|---|
| سِيٽِي | سِيٽيُون |
| جُتي | جُتيُون |
| ڪُڏِي | ڪُڏيُون |
| ٻُوٽِي | ٻُوٽيُون |
| مورِي | مُوريُون |
| چوٽِي | چوٽيُون |
| ڇوڪرِي | ڇوڪرِيُون |
| پيٽِي | پيٽيُون |
| نيڪِي | نيڪيُون |

**مذڪر اسمن جو جمع:**

| واحد | جمع |
|---|---|
| پَکي | پَکِي |
| ڏَٽِي | ڏَٽِي |
| ساٿِي | ساٿِي |
| هارِي | هارِي |
| پِرين | پِرين |
| شيدي | شِيدي |
| مُکِي | مُکِي |
| مُنشِي | مُنشِي |
| پُوڄارِي | پُوڄارِي |
| جوڳِي | جوڳِي |
| ڌوٻِي | ڌوٻِي |
| موچِي | موچِي |
| فوجِي | فوجِي |
| ٻيلِي | ٻيلِي |
| ويرِي | ويرِي |
| قيدِي | قيدِي |

1) جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'ُ' آهي، تن جي اها پڇاڙي مٽائي 'اَ' ڪرڻ سان جمع مذڪر جو صيغو ٺهندو آهي ۽ مونث جي حالت ۾ واحد اسم جي پٺيان 'اُون' پڇاڙي ملائڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ٿڻُ | ٿڻَ |
| ڦلُ | ڦلَ |
| ڪکُ | ڪکَ |
| گسُ | گسَ |
| گهرُ | گهرَ |
| ڦرڻُ | ڦرڻَ |
| ڄارُ | ڄارَ |
| غارُ | غارَ |
| واهُه | واهَه |
| سِجُ | سِجَ |
| سِڙهُه | سِڙهَه |
| لِڱُ | لِڱَ |
| تيرُ | تيرَ |
| مِيرُ | مِيرَ |
| اُٺُ | اُٺَ |
| پُٽُ | پُٽَ |
| سُرُ | سُرَ |
| گُلُ | گُلَ |
| ٻُوٽُ | ٻُوٽَ |
| ڪُوهُه | ڪُوهَه |
| چورُ | چورَ |
| ڏورُ | ڏورَ |
| ڳوٺُ | ڳوٺَ |

| | |
|---|---|
| گهوٽُ | گهوٽَ |
| ٻيٽُ | ٻيٽَ |
| ڏيرُ | ڏيرَ |

**مونث اسمن جو جمع:**

| | |
|---|---|
| ٽَندُ | ٽَندُون |
| سَسُ | سَسُون |
| مَسُ | مَسُون |
| وَٽُ | وَٽُون |
| وِڄُ | وِڄُون |

2) جن مذڪر اسمن جي پڇاڙي 'ءُ' آهي، تن جي همزي جي جاءِ تي 'و' ساڻ زبر آڻڻ سان ۽ ڪن حالتن ۾ همزي جي مٿان پيش مٿائي زبر آڻڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ٻو ٻؤ | ٻوَ |
| ٿانءُ | ٿانوَ ٿانءَ |
| جَو جؤ | جَوَ |
| سَو سَوُ | سَوَ |
| ڪانءُ | ڪانوَ ڪانءَ |
| گهاءُ | گهاوَ گهاءَ |

3) 'اُ' پڇاڙيءَ وارن ڪن مذڪر توڙي مونث اسمن جو جمع بي قاعدي ٺهندو آهي. مثال:

| | |
|---|---|
| ڀيءُ | ڀينَرُ، ڀِنَرُ، ڀِنُرَ، ڀِنَرَ |
| ياءُ | يائُرُ، يائِرُ، يائِرَ |
| ڀيڻُ | ڀيڻُون، ڀينرَ، ڀينرُون، ڀينرُون |
| ڌِيءُ | ڌيئُون، ڌِيُون، ڌِئَرُ، ڌِيئَرُ |
| ماءُ | مائُون، مائِرَ، مائِرُون، مائُرون |

| | |
|---|---|
| نُنهُن، نُهَن | نُنهُون، نُهَرُ، نُهَرُون |

4) جن مذڪر توڙي مونث اسمن جي پڇاڙي 'اُو' آهي، تن جي جمع جي صورت بہ ساڳي رهندي آهي، مثال: مذڪر اسم:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڏينپُو | ڏينپُو |
| ڏيلهُو | ڏيلهُو |
| ماٽهو ماڙهُو | ماٽهو ماڙهُو |
| مِرُون | مِرُون |
| واڳُو | واڳُو |
| وِڇُون | وِڇُون |

**مونث اسم:**

| | |
|---|---|
| جُون | جُون |
| ڳٽُون[2] | ڳٽُون |

5) جن مذڪر اسمن جي پڇاڙي 'او' آهي، انهن جي جمع ٺاهڻ لاءِ 'او' پڇاڙيءَ کي 'آ' ۾ تبديل ڪبو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| واحد | جمع |
|---|---|
| پَنو | پَنا |
| ٻچو | ٻچا |
| ڳَلو | ڳَلا |
| ٻانهو | ٻانها |
| ڀالو | ڀالا |
| تارو | تارا |
| ڪانگو | ڪانگا |
| نالو | نالا |
| ڇِلو | ڇِلا |
| ڏِڪو | ڏِڪا |

[2] ڳٽونءَ کي واحد ۾ ڳانءِ بہ چئبو آهي، جنهن جو جمع جو صيغو ٿيندو ڳائيُون.

| قِصو | قِصا |
|---|---|
| ڪِرو | ڪِرا |
| دِلو | دِلا |
| ٻيڙو | ٻيڙا |
| ڄيوڙو | ڄيوڙا |
| چيلو | چيلا |
| ڃِلو | ڃِيلا |
| ڦُڪو | ڦُڪا |
| ڦُلو | ڦُلا |
| ڳُلهو | ڳُلها |
| ٻُوٽو | ٻُوٽا |
| ٻُوتو | بوتا |
| پورو | پورا |
| ڀولو | ڀولا |
| ڦوٽو | ڦوٽا |
| چولو | چولا |
| ڇوڪرو | ڇوڪرا |
| گوڏو | گوڏا |
| گورو | گورا |
| گهوڙو | گهوڙا |
| ڇيلو | ڇيلا |
| ليڙو | ليڙا |
| ميلو | ميلا |
| ميوو | ميوا |

6) ڪي لفظ، جن ڪي اسم جمع يا اسم مجموع چئبو آهي. معنيٰ ۾ جمع ليکيا ويندا آهن، پر جملي ۾ فعل واحد جو قبول ڪندا آهن، انهن جو ٻه جمع ٺهندو آهي، جنهن لاءِ مذڪر جي حالت ۾ پوئين پيش واري اعراب کي زبر ۾ ۽ پوئين حرف 'و' کي 'آ' پڇاڙيءَ ۾

تبديل ڪيو ويندو آهي ۽ مونث جي حالت ۾ 'اُون' پڇاڙي ملائبي آهي، مثال:

**مذڪر اسم:**

| واحد | جمع |
|---|---|
| جرڳو | جرڳا |
| ڏَڙُ | ڏَڙَ |
| قافلو | قافلا |
| قبيلو | قبيلا |
| ڪُٽنبُ | ڪٽنبَ |
| لَشڪرُ | لَشڪرَ |

**مونث اسم:**

| | |
|---|---|
| انجمن | انجمنُون |
| جماعت | جماعتُون |
| فوج | فوجُون |
| ڪچهري | ڪچهريُون |
| مجلس | مجلسُون |

7) ڪي اسم اهڙا آهن، جن جو واحد جو صيغو جمع جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جيتوڻيڪ انهن جو جمع عام طرح ٺهي سگهندو آهي، مثال:

1. اونهاري ۾ انبُ توڙي پلو جام ٿيندو آهي.
2. مينهن ۾ ڪتّلَ خراب ٿي ويندي آهي.
3. پوسل تي مڇرُ ٿيندو آهي ۽ گندگيءَ تي مک ٿيندي آهي.

متين مثالن ۾ ٿلها لفظ اگرچہ خود واحد جي صيغي ۾ آهن، پر هر هڪ پنهنجي پنهنجي مجموعي جنس لاءِ استعمال ٿيل آهي.

8) ڪي اسم فقط جمع جي صورت ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثال:

**مذڪر اسم:**

| | |
|---|---|
| پِندا | ڇَتا |
| پيڙُون | ڏَڪَرَ |
| پَريا | ڪرٽُوت |

**مونث اسم:**

| | |
|---|---|
| ٻاٺُون | سِسڪيُون |
| ٿهبارُون | ڳتيُون |
| پِٺُون | لائُون |
| ڇيهُون | هَنجُون |

9) ڪي لفظ اهڙا آهن، جي واحد ۾ صفت تي ڪم ايندا آهن، پر انهن جو جمع اسم طور استعمال ٿيندو آهي، مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اباڻو | اباڻا |
| پيڪو | پيڪا |
| ڏاڏاڻو | ڏاڏاڻا |
| ساهرو | ساهرا |
| ڪنواريتو | ڪنواريتا |
| گهوٽيتو | گهوٽيتا |
| ناناڻو | ناناڻا |

[ڪتاب: "سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو" تان ڪنيل]

# جنس ۽ عدد

پيرومل مهرچند آڏواڻي

**جنس:**

جنس: ڌڻي پنهنجي قدرت سان جتي ڪٿي جوڙو پيدا ڪيو آهي. نر ۽ ماديون نہ رڳو جاندار پر بي جان شين ۾ بہ آهن.

وياڪرڻ ۾ جنهن کي "جنس" چئجي ٿو سا نر ۽ ماديءَ جو تفاوت ڏيکاري ٿي. جيڪي لفظ نر جي معنيٰ ڏيکارين ٿا، سي مذڪر (نر) آهن ۽ جيڪي ماديءَ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا، سي مونث (مادي) سڏجن ٿا. مثال: گهوٽ- ڪنوار، مڙس- جوءِ، گهوڙو- گهوڙي، دلو- دلي ۽ ڪات- ڪاتي.

اشارو- سنڌيءَ ۾ "جنس بيجان" ڌار نہ ليکبي آهي.

## (الف) اسمن جي جنس پروڙڻ جون واٽون:

**مونث پڇاڙيون:** زال، ڳجهہ، ڪٽ، ڇپ ۽ ٻيا اهڙا اسم جن جي پڇاڙيءَ ۾ زبر () يعني "اَ" اعراب جو اُچار آهي، سي سڀ سدائين مونث آهن.

پر بلا، گلا، مک، ڇت، گهوڙي، ڪتي ۽ ٻيا اهڙا لفظ، جن جي پڇاڙيءَ ۾ اَ- اِ- اي اعرابون اچن ٿيون، تن مان گهڻا مونث ۽ ٿورڙا مذڪر اسم آهن.

راجا، گدا، سيٺ، ڪيهر، هاٿي ۽ ٻيلي مذڪر آهن، پر انهن جي پڇاڙين وارا مونث ايترا گهڻا آهن، جو هيئن چئي سگهجي ٿو تہ: "سنڌيءَ ۾ اَ- آ-اِ- اي اهي چار مونث پڇاڙيون آهن."[3]

اشارو- ٻانهين، ڇانهين ۽ نهائين لفظن جي پڇاڙيءَ "اين" جو اُچار آهي، جو "اي" سر کي گهٽي سر "اين" جي اُچار سان ٺئي ٿو. اهڙا لفظ بہ گهڻو ڪري مونث آهن، پر ٿورا مذڪر بہ آهن. جيئن: پرين ۽ سپرين. سچ پڇ تہ اهي ٻئي صفت آهن، تنهن ڪري مونث سان بہ لاڳو ٿي سگهن ٿا. جيئن:

سنڌيءَ ڪن ڪڇ مان، هُونِ سلامت سپرين. (سُر سهڻي)

---

[3] سنسڪرت جون مونث پڇاڙيون "آ" ۽ "اِي" (گنگا- گومتي) سنڌيءَ ۾ اُچار گهٽائي اَ-اِ بہ ٿين ٿيون، جيئن: ويلا- ويل، پريتي- پريت. اهڙيءَ طرح "آ" ۽ "اِي" مان چار مونث پڇاڙيون اَ- آ-اِ-اِي ٿيون آهن.

هتي "سپرين" لفظ ميهار پنهنجي سهڻيءَ لاءِ ڪم آندو آهي، تنهن ڪري جنس مونث آهي.

**مذڪر پڇاڙيون:** گهوڙو ڪتو ڪتولو دلو ۽ ٻيا اهڙا لفظ، جن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" اچي ٿو سي سڀ سدائين مذڪر آهن.

نوڪر، گڏهه، اُٺ، واگهو ڪدو ۽ ٻيا "" لفظ جن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" يا "اُ"، اچي ٿو تن مان گهڻا مذڪر ۽ ٿورڙا مونث آهن.

سس، مس، ڪنڊ، گئو وهُو معنيٰ زال يا ننهن جنس مونث آهن، پر انهن جي پڇاڙين وارا مذڪر اسم ايترا تہ گهڻا آهن، جو هيئن چئي سگهجي ٿو تہ "سنڌيءَ ۾ اُ- اُو- او اهي ٽي مذڪر پڇاڙيون آهن.[4]

(الف) ماٺهو وڇون ۽ ڪجهئون لفظن جي پڇيان "اوُن" جو اُچار آهي، جو "اَوُ" کي گهٽي سر ۾ تبديل ڪري اُچارڻ سان ٿئي ٿو. اهڙا لفظ بہ گهڻو ڪري مذڪر آهن، پر ٿورا مونث بہ آهن. جيئن:- جُون، ڀُون (ڌرتي) ۽ ٻيا.

(ب) داٿو پرينٿو (پريت)، وانهون ۽ ڦارهئون لفظن جي پڇيان "اون" جو اُچار آهي، جو "او" سر جي گهٽي صورت آهي، انهيءَ پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مذڪر آهن، البت "ڀُون" ۽ "جُون" اسم مونث آهن.

**نياريون حالتون:** (1) "رس" لفظ مذڪر بہ آهي ۽ مونث بہ آهي. جيئن: گاهہ جو رس (مذڪر)، ڪمند جي رس (مونث).

(2) ڏيءُ- ڏيءِ اهڙيءَ طرح ڪي مونث اسم "آ" توڙي "اُ"، پڇاڙي وٺن ٿا.

(3) باشو ٻئنسرو سيچائو ۽ شڪرو انهن بازن جي نالن پٺيان "او" اچي ٿو ۽ رواجي طرح اهي مذڪر ليکجن ٿا، پر سچ پچ تہ اهي ماديون آهن.

---

[4] سنسڪرت واري مذڪر پڇاڙي "آ" جيئن رام- گوبند (ٻنهين پٺيان زبر) پراڪرت ۾ ڦري "او" ٿئي ٿي ۽ اها سنڌيءَ ۾ گهٽائي "اُ" بہ ڪريون ٿا. جيئن: رامو- گوبندو بدران رامُ- گوبند (ٻنهين پٺيان پيش) بہ چئون ٿا. وري "اُ" کي وڌائي "اُو" ڪريون ٿا. جيئن رامُ- رامو، گوپ- گوپُو. اهڙيءَ طرح سنسڪرت واري مذڪر پڇاڙي "آ" مان سنڌيءَ ۾ ٽي مذڪر پڇاڙيون اُ- اُو- او نهيون آهن. سنسڪرت ۾ "آ" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري سڀ مذڪر ۽ سنڌيءَ ۾ سڀ مونث!! اهو اُلٽو ليکو هن ڪري ٿيو آهي جو سنسڪرت مونث پڇاڙي "آ" جو اُچار سنڌيءَ ۾ گهٽائي "آ" ڪريون ٿا، جيئن پيڙا- پيڙ، ويلا- ويل

ساڳيءَ طرح بشينَ ۽ چيڪَ (ٻنهين پٺيان زبر) مونث ليکجن ٿا، پر سچ پچ تہ اهي باز نر (مذڪر) آهن. مطلب تہ ٻوليءَ ۾ رواج وڏي ڳالهہ آهي.

**ستن قسمن جون پڇاڙيون:** مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان معلوم ٿيندو تہ اَ- آ- اِ- اِي- اُ- اُو ۽ او اهي ست سُر اسمن جون پڇاڙيون ٿي ڪم اچن ٿا، جن مان آ- آ- اِ- اي مونث ۽ اُ- اُو مذڪر پڇاڙيون آهن. باقي رهيل ٽي ڏهرا سُر اَي- اَو پڇاڙيون ڪري نٿا ليکجن، ڇاڪاڻ تہ:

- جن اسمن جي پٺيان "اَي" هوندو سي عام صورت ۾ ڪم آيل ليکبا. جيئن: گهوڙو- گهوڙي
- "شيءِ" جو اُچار شہ + اِ آهي (ا پڇاڙي ليکبي)
- "ڇؤ" جو اُچار ڇہ+اُ آهي ("اُ" پڇاڙي ليکبي)

**(ب) مذڪر مان مونث جوڙڻ جون واٽون:**

**مونث جوڙڻ لاءِ پڇاڙيون:** ڪَٽ، ڄَيپ، نَٽ ۽ ٻيا اهڙا اسم جن جي پٺيان زبر يعني "اَ" اعراب هوندي آهي، سي سڀ سدائين مونث اسم هوندا آهن، تنهن ڪري مونث آهن جو مونث ڪونہ جڙندو.

لالا، پيشوا، خضر، ڪيهر، موتي، پاٽي، ڪدُو ماٺهو ۽ ٻيا اهڙا مذڪر اسم، جن جي پڇاڙيءَ ۾ آ- اِ- اي- او سر آهن، تن مان ڪيترن جو مونث نٿو جڙي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي ٻولي اُهي مونث پڇاڙيون ڪري ٿي ليکي، تنهن ڪري اهڙن مذڪر اسمن کي مونث جوڙڻ کان جواب ڏيئي ٻيهي ٿي.

انهن پڇاڙين وارن ٿورن مذڪر اسمن جو مونث جُڙي ٿو پر هن طرح:

راجا- راڻي، سيٺ- سيٺياڻي- سيٺڻي- سيٺڻ، هاٿي- هاٿياڻي- هاٿڻي- هاٿڻ، ٻيلي- ٻيلياڻي- ٻيلڻي، هندُو- هندواڻي- هندئاڻي- هندڻ، رهاڪو- رهاڪڻ. مطلب تہ مونث پڇاڙي "اِي" (جنهن جو ڇوٽو اُچار "اِ" آهي، جيئن ڇوڪري، ڇوڪر) جي اڳيان "آڻ" يا "اڻ- ڻ" گڏي مونث جوڙجي ٿو.[5]

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ مونث جوڙڻ لاءِ سڌو رستو اهو آهي تہ "اِي" پڇاڙي گڏجي، پر هن قسم جي اسمن پٺيان "اِي" گڏڻ ٿي مشڪل آهي تنهن

---

[5] اهو رواج سنسڪرت مان ورتل آهي جنهن ۾ بلڪل ٿورن لفظن، جي مونث جوڙڻ لاءِ "اي" جي اڳيان "آن" (آڻ) گڏيو آهي مثال اندر- اندراڻي، ورڻ- ورڻاڻي "اندر" برسات جو ديوتا ۽ "ورڻ" پاڻي جو ديوتا آهي

ڪري اهي اڻ سڌو رستو وٺي "اي" جي اڳيان "اَڻ" (يعني "آٽي" پڇاڙي) گڏجن ٿا.

(الف) ڇوڪرو مونث ڇوڪري، پر ڇوڪرُ (پڇاڙيءَ ۾ پيش) مونث ڇوڪرِ (پڇاڙيءَ ۾ زير) ساڳيءَ طرح نينگرو مونث نينگري، پر نينگرُ مونث نينگرِ (پڇاڙيءَ ۾ زير). مطلب تہ:

جن اسمن جي پڇاڙيءَ ۾ "او" اچي ٿو تن جي مونث جوڙڻ لاءِ "اي" پڇاڙي گڏبي آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن مذڪراسم جي پڇاڙيءَ ۾ "او" جو ڇوٽو جوڙ "اُ" هوندو تہ مونث جوڙڻ لاءِ مونث پڇاڙي "اي" جو ڇوٽو جوڙ "اِ" ڪم آڻبو آهي. اهڙيءَ طرح ڇڻ تہ لفظ جو وزن پورو ڪري بيهاريو ويو آهي.[6]

**نياري حالت:** ٻڪرمونث ٻڪري ("ٻڪرِ" نہ چئبو). بيقاعدي نهيل مونث. گدڙ- گداڙي، بگهڙ- بگهياڙي، ڪانءُ- ڪانويلي. هنن مثالن مان بہ ظاهر آهي تہ "اي" پڇاڙي تڏهن گڏجي ٿي، جڏهن لفظن جو وزن وڌائجي ٿو نہ تہ جيڪر ڪٿي "اِي" جو اُچار "اِ" ٿي پئي.

(ب) مٿئين قاعدي موجب "دايو" جو مونث "دائي" آهي، مگر "وايو" جو مونث "وايي" نہ آهي، پر "وايڻ".

اهڙيءَ طرح ڪيترن ڪسب يا ڌنڌو توڙي ذات ڏيکاريندڙ اسمن ۽ ڪن جهنگلي جانورن جي نالن پٺيان جيڪڏهن "او" يا "آ" هوندو آهي تہ مونث جوڙڻ مهل "اِي" يا "اِ" جي اڳيان "اَڻ" يا اڻ-ڻ گڏبو آهي. جيئن: ملو- ملياٽي، ماڙيچو- ماڙيچاٽي- ماڙيچٽي- ماڙيچڻ، ڏير- ڏيراٽي (اهو مائٽي ڏيکاريندڙ) ۽ شينهن- شينهڻ. مطلب تہ "اي" جي اڳيان "اَڻ" وجهي "آٽي" ٺاهبي آهي.

---

[6] اشارو- سنسڪرت ۾ "اُو" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري سڀ مونث آهن. جيئن "وڌُو" جنهن جي بدران چئون "وهُون" معنيٰ زال يا ننهن. سنڌي "اُو" پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مذڪر آهن. جيئن: ڪدو ۽ ماٺهو. اهو اُلٽو ليکو هن ڪري بيٺو آهي جو مذڪر جي نشاني "او" جي بدران پهرين "اُ" پوءِ "اُو" ڪيو اٿئون. جيئن رامو رام- رامُو.

اشارو- "او" پڇاڙيءَ وارن ڪن ضميرن جو مونث "آ" پڇاڙي گڏڻ سان ٺهي ٿو. جيئن: اجهو- اجها، ڪو- ڪا، سو- سا، پر عام طرح "اي" پڇاڙي ڪم اچي ٿي. جيئن: ڪهڙو- ڪهڙي ۽ جهڙو- جهڙي

**مونث سان نهيل مذڪر لفظ:** ماسي مذڪر ماسڙ (سنسڪرت ماتر سوسري- ماءُ جي ڀيڻ). ڦُڦي مذڪر ڦُڦڙ (سنسڪرت پتر سوسري- پيءُ جي ڀيڻ). رن مذڪر رنڙ (سنسڪرت- رنڊا، هندي- رنڊي، سنڌي- رن). عام طرح مذڪر لفظن مان مونث ٺاهبو آهي، پر ڪي ٿورا مونث لفظ سنسڪرت مان ولي پوءِ سنڌي نموني انهن جو مذڪر ٺاهيو ائٿون.

**اسم جي سداءِ مذڪر:** "اهنر" لفظ جو مونث ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ وهاڻ ۾ هميشہ مرد اهنر بيهي ٿو نہ زال. "تارو" جو بہ مونث نٿو نهي، ڇاڪاڻ تہ اهو اصل خود مونث لفظ آهي "تارا" جيئن تارا ٻائي.[7] ڪانڌ معنيٰ پيارو يا مڙس، تنهنجي مونث "ڪانڌا" چوڻ جو رواج ڪونهي. (اصل ڪانت معنيٰ پيارو مونث "ڪانتا" معنيٰ پياري، جيئن سورج ڪانتا، چندر ڪانتا.)

اهڙيءَ طرح ڪن مذڪر اسمن جو مونث ڪونہ جُڙندو آهي.

**اسم جي سداءِ مونث:** اٻلا، جيجل، ضعيف معنيٰ ضعف واري يا اٻلا (زائفا)، مهنديءِ نڻاڻ- نڙاڻ- نڙڻ (مڙس جي ڀيڻ) جو مذڪر ڪونہ جُڙندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي لفظ سدائين زالن سان لاڳو ٿين ٿا.

**مذڪر اسمن لاءِ نرالا مونث لفظ:** مرد مونث زال، نر- ماديءِ ميان- بيبي، پيءُ- ماءُ، ڀاءُ- ڀيڻ. ڏاگهو- ڏاچي، ڪونهون يا ڀاڏو مونث وَڇ. اهڙيءَ طرح ٻين بہ ڪن مذڪر اسمن لاءِ نرالا مونث لفظ نهرايل آهن.[8]

**مرڪب لفظ جي جنس:** ڪل مک- مونث ڪل مکِ (پڇاڙيءَ ۾ زير)، ڳاڙهہ ڳِٽو- مونث ڳاڙهہ ڳِٽي. ڇگو پلو- مونث ڇگي پلي. ڏٽو مٽو- مونث ڏٽي مٽي. مطلب تہ مرڪب لفظ جي حالت ۾ ڪٽي رُڳو پوئين لفظ جي پڇاڙي ۽ ڪٽي ٻنهي لفظن جون پڇاڙيون ڦرن ٿيون.

---

[7] اهڙا ٻيا بہ لفظ آهن جي اصل مونث آهن، پر پوءِ ڦيرائي مذڪر ڪيا ائن. جيئن: سنجها- سنجهو (نما شام)، "جُتي"- "جُتو" (پادر)، "ويلا"- "ويلو".

[8] "پُٽ" "پُتر" (پوتر) جي بنيادي معنيٰ آهي جو "پوُ" (دوزخ) مان تاري پار ڪري (متن مائٽن جي ڪريا ڪرم ڪرڻ سان) "ڌيءَ" معنيٰ ڌهڻ واري (اصل لفظ "دهتر" دهہ معنيٰ ڌهڻ). اڳي نياڻين تي ڳاين ڌُهڻ جو ڪم رکيل هوندو هو. انهيءَ طرح هر هڪ لفظ ۾ نرالو نرالو خيال رکيل آهي، تنهن ڪري مذڪر لاءِ هڪڙو ۽ مونث لاءِ ٻيو لفظ ٿيو آهي.

**جنس بيجان:** سنڌيءَ ۾ جنس بيجان ڪانهي ۽ ان جو نتيجو اهو ٿيو آهي، جو ڪي لفظ هڪ هنڌ جنس مذڪر ته ٻئي هنڌ جنس مونث پيا ليکجن. جيئن "رَت" لفظ عام طرح جنس مذڪر ليکجي ٿو پر سرحد سنڌ ڏي چون "رَتِ" (جنس مونث). ساڳيءَ طرح "محلات" عام طرح جنس مذڪر آهي، مگر ڪن هنڌ "محلاتِ" جنس مونث ليکجي ٿي. هن قسم جي مونجهاري لاهڻ لاءِ ڪي به قاعدا جوڙڻ مشڪل آهن.

**اشارو:** ڊاڪٽر فاربس پنهنجي ناهيل هندستاني ٻوليءَ جي وياڪرڻ ۾ به اها ساڳي شڪايت ڪئي آهي، ڇي جنس بيجان نه هئڻ ڪري ڪي "شڪار گاهه" جنس مذڪر پيا چون، مگر حقيقت ۾ "گاهه" مونث پڇاڙي آهي.

**عدد:** عدد "گهوڙو" معنيٰ هڪ گهوڙو پر گهڻن گهوڙن لاءِ چئون "گهوڙا." مطلب ته سنڌيءَ ۾ اسمن جا عدد به آهن "واحد" يعني هڪڙو ۽ "جمع" يعني هڪ کان گهڻا.

**مونث اسمن جو جمع:** ڪٽ_ جمع ڪٽون. بلا_ جمع بلائون. پٽ جمع پٽيون (پٽ+اون)، گهوڙي جمع گهوڙيون (گهوڙي+اون) ۽ ڪنڌ جمع ڪنڌون. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته: جن مونث اسمن جي پڇاڙي اَ_آ_اِ_اِي ۽ اُ اچي ٿو تن جو جمع "اُون" پڇاڙي ڪَڍڻ سان ٺهي ٿو.[9]

گئو وهُو ڀُون، جُون ۽ ٻيا اهڙا "اُو" يا "اون" پڇاڙيءَ وارا لفظ واحد توڙي جمع ۾ هڪجهڙا رهن ٿا. ڇاڪاڻ ته جمع جي نشاني "اُون" جو اُچار منجهن اڳيئي آهي.

**نياريون حالتون:** ماءُ جو جمع، مائون، مائر، مائرون
ڌيءُ يا ڌيءَ جمع، ڌيئون، ڌيئر، ڌيئرون
ڀيڻ جمع ڀيڻون، ڀينر، ڀينرون
جوءِ جمع جويون (جوءِ + اون) جوئر، جوئرون.

---

[9] سنسڪرت ۾ عدد يا وچن ٽي آهن. جيئن ايڪ وچن "ڦلم" معنيٰ هڪ ڦل يا ميوو دو وچن "ڦلي" معنيٰ به ڦل، ۽ بهو وچن (جمع) "ڦلاني" معنيٰ ٽي ٻيا گهڻا ڦل. سنڌيءَ مان دو وچن گم ٿي ويو آهي.
عربيءَ ۾ دو وچن آهي:
دلاسي دارين جي سانچو سانچي ساهه (شاهه) "دار" معنيٰ دنيا ۽ "دارين" معنيٰ به دنيائون يعني هيءَ جهان ۽ آخرت (پرلوڪ).

**مذڪر اسمن جو جمع:** گدا، پيشوا، خضر، ڪيهر ۽ ٻيا اهڙا مذڪر اسم جن جي پڇاڙيءَ ۾ "آ" يا "اِ" اچي ٿو تن جو جمع اڪثر نٿو جُڙي، پر "راجا" جو جمع "راجائون" ۽ "سيٺ" جو جمع "سيٺيون" (سيٺ+اون) آهي. حقيقت ڪري "آ" ۽ "اِ" مونث پڇاڙيون آهن، تنهن ڪري اهڙن مذڪر اسمن جو جمع بہ مونث لفظن وانگر "اون" پڇاڙي گڏڻ سان ٺهي ٿو.[10]

ڏوڏي، ڪتي، حلوائي ۽ ٻيا اهڙا مذڪر اسم، جن جي پڇاڙيءَ ۾ "اي" آهي، تن مان ڪنهن جو بہ جمع نٿو جُڙي، ڇاڪاڻ تہ اها بہ درحقيقت مونث پڇاڙي آهي ۽ مونث لفظن وانگر "اُون" گڏڻ سان انهن جو جمع ٺاهبو تہ اهي مذڪر بدران مونث پيا ڀانئبا. تنهن ڪري انهن جو جمع جوڙبو ئي ڪينهي.

اگهو ڪدو ماڻهو وڇون، مرون، مڇئون ۽ ٻين اهڙن مذڪر لفظن جو جمع ڪونہ جُڙندو آهي، ڇاڪاڻ تہ "اُو" (اون) حقيقت ڪري مونث پڇاڙي آهي، جيئن: ڇُو ڇُو ڪُو ڪُو ڀُون ڀُون ۽ رُون رُون آوازن مان ظاهر آهي. انهن لفظن پٺيان اڳيئي جمع جي نشاني "اون" جو اُچار آهي، تنهن ڪري اهي واحد توڙي جمع ۾ هڪجهڙا رهن ٿا.

(الف) "ڇوڪرو" ("او" پڇاڙي) جمع "ڇوڪرا" ("ا" پڇاڙي) ڇوڪر ("آ" پڇاڙي) جمع ڇوڪر ("آ" پڇاڙي). مطلب تہ جيڪڏهن ڪنهن واحد مذڪر اسم جي پڇاڙيءَ ۾ "او" هوندو تہ جمع جوڙڻ لاءِ "آ" پڇاڙي گڏبي، پر جيڪڏهن ڪنهن واحد مذڪر اسم جي پٺيان "اُ" هوندو تہ جمع جي نشاني "آ" جو ڇوٽو جوڙ "آ" ملائبو. اهڙيءَ طرح "اٺ" جو جمع "اُٺَ" (پڇاڙيءَ ۾ زير يعني "آ") آهي.

(ب) هندو جمع هندوئو معنيٰ اي هندو لوڪو ماءُ جمع مائرو معنيٰ اي مائون يا ماتائون. مطلب تہ مذڪر توڙي مونث اسمن پٺيان جڏهن "او" پڇاڙي گڏجي ٿي، تڏهن اهي "ندا" جي معنيٰ ظاهر ڪن ٿا.[11]

---

[10] سرحد سنڌ ۾ "اُون" بدران "آن" پڇاڙي گڏيندا آهن. جيئن: زال- زالان. اهو نمونو ٻين ٻولين ۾ بہ آهي. اک-اکيان (موري اکيان ڦرڪن لاڳي)؛ باهہ-باهيان (برهہ باهيان ٻاليان- بيڪس)؛ سياٽپ- سياٽپان (سهس سياٽپان لک هوءِ- جپ صاحب).

[11] پراڪرت ۾ جمع جوڙڻ لاءِ بہ پڇاڙيون "آ" ۽ "او" آهن، جي سنڌيءَ ۾ بہ ڪم اچن ٿيون. "آ" جي جاءِ تي ان جو ڇوٽو جوڙ "آ" بہ ملايو ويندو آهي. جيئن: ٻڪرا- ٻڪرَ (پڇاڙيءَ ۾ زير يعني "آ"). "او" پڇاڙي رُڳو ندا جي

**ٻين ٻولين جي جمع جوڙڻ جون واٽون:**

لک جمع لکها، ڪروڙ جمع ڪروڙها. هي فارسي نمونو آهي، جنهن ۾ ”ها“ گڏڻ سان جمع جُڙي ٿو. (هزار۔هزارها). سئو جمع سوين، هزار جمع هزارين، لک جمع لکين ۽ ڪروڙ جمع ڪروڙين. هي هندستاني نمونو آهي. هندستانيءَ ۾ ڪتا جمع ڪتي. هتي جمع جي نشاني ”اي“ آهي، جا آڳاٽي پراڪرت مان ورتل آهي، ۽ اسين ”ن“ گڏي ”اين“ پڇاڙي ٺاهيون ٿا.

”مون تي ماروئڙن جا حرف هزارين.“

حقيقت ۾ ”هزارين“ لفظ عام صورت ۾ ڪم آيل سمجهڻ گهرجي. (جيئن گهوڙو۔ گهوڙي).

**عربي ۽ فارسي جمع سنڌيءَ ۾ واحد:**

عربيءَ ۾ ”رُوح“ جو جمع ”ارواح“ پر سنڌيءَ ۾ اهي ٻئي لفظ واحد ليکجن ٿا. رُوح جو جمع رُوحَ ۽ ارواح جو جمع ارواحَ (پڇاڙيءَ ۾ زبر) اهڙيءَ طرح عربيءَ ۾ ”ولي“ جو جمع ”اوليا“ پر سنڌيءَ ۾ ”اولياءُ“ جو جمع اولياءَ(پڇاڙيءَ ۾ زبر يعني ”اَ“).

عربيءَ ۾ ”حال“ جو جمع ”احوال“، پر فارسيءَ ۾ ”احوال“ جو ٻه جمع جوڙي چون ”احوالات“!!! ساڳيءَ طرح ”عجيب“ جمع ”عجائب“ تنهن جو ٻه جمع جوڙي چون ”عجائبات“!!! انهيءَ قسم جا ٻيا جمع هي آهن: ميوو جمع ميوات، مغز جمع مغزات ۽ باغ جمع باغات. اهي سڀ جمع سنڌيءَ ۾ عدد واحد ڪري ليکجن ٿا ۽ انهن جي جنس مونث آهي.

اسم جي سداءِ جمع: آيُون، اُدير، اوسان، ٻيڙيون (زنجير)، پريا (اچا وار)، ڏنر ۽ ٻيا ڪيترا لفظ سدائين جمع ۾ ڪم اچن ٿا.

[ڪتاب: ”وڏو سنڌي وياڪرڻ“ تان ڪنيل]

□

---

معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيون ٿا نه ته اُن جي اُچار ۾ ”اُ“ ڪم آڻيون ٿا. حقيقت ۾ سنڌيءَ ۾ مونث اسمن جي جمع جوڙڻ لاءِ اها ”اُ“ پڇاڙي ڪم اچي ٿي اها هن ريت ڪم آڻجي ٿي:

(1)”وڄُ“ لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ پيش يعني ”اُ“ آهي ۽ ان جي پٺيان جمع جي نشاني ”آ“ گڏبي ته ”اُ“ جا ٻه اُچار پاڻ ۾ ملي يڪو اُچار ”او“ پيدا ڪندا. جنهن ڪري ”وڄ“ جو جمع ٿيندو ”وڄُو“ پر اسين پنهنجي عادت مطابق ”ن“ گڏي چئون ”وڄون“ ساڳيءَ طرح وٽ جمع وٽُون (۔ وٽ+اُ+ن).

(2)پراڪرت واري جمع جي نشاني ”او“ کي اول بدلائي ”اُ“ ڪريون ٿا ۽ پوءِ مٿائي ”اون“ گهٽي سر ۾ تبديل ڪريون ٿا.

# ٻيهڪ جون نشانيون

مرزا قليچ بيگ

هينئر، نہ پوءِ.

هينئر نہ، پوءِ.

پهرئين جملي ۾ هڪڙي معنيٰ ۽ پوئين جي ٻي معنيٰ آهي. معنيٰ ۾ ڦيرُ رڳو ٻيهڪ جي نشانيءَ سبب ٿيو آهي، تنهن ڪري اهڙيون نشانيون پوري هنڌ ڏيڻ گهرجن.

**"تورو دم**

هو ماني کائي، ٻاهر نڪتو.

هن طرح ڪنهن جملي جي وچ ۾، جتي تورو ٻيهڻو هوندو آهي، اتي هيءَ نشاني (،) ڏبي آهي، جا شڪل ۾ اُبتي "و" اکر جهڙي آهي. انهيءَ کي "تورو دم" يا "ساهي" چوندا آهن.

جملن ۾ اها نشاني هيٺين حالتن ۾ ڏبي آهي:

(1) زالون، مرد، ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا اچي مڙيا.

(2) توکي، مون کي ۽ ٻين سڀني کي، ڌڻيءَ پيدا ڪيو آهي.

(3) هو بلڪل ايماندار، محنتي، سياڻو ۽ ڪارائتو آهي.

(4) ڪلن جي وسيلي رڌڻ، پچائڻ، سبڻ ۽ ٻيا ڪم تي سگهن ٿا.

اهڙيءَ طرح جڏهن ساڳئي قسم جا ٻہ ٽي يا وڌيڪ ڳالهائڻ جا لفظ (اسم، صفت وغيره) هڪٻئي پٺيان ايندا آهن، تڏهن هر هڪ جي وچ ۾ تورو "دم" ڏيئي، پڇاڙيءَ ۾ "۽" حرف جملو ڪم آڻبو آهي.

(5) همايون، اڪبر جو پيءُ، ڏاڪڻ تان ڪري، مري ويو.

(6) ڪتاب، جو مون توکي ڏنو سو ڦاٽي پيو.

هن طرح جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ يا شيءِ جي ڪا ڳالهہ ڪرڻي هُجي، ۽ ان جي سڃاڻپ ڪرائڻ يا وڌيڪ حقيقت ڄاڻائڻ لاءِ ڪي ماڻتي ڏيکاريندڙ يا لاڳاپو رکندڙ لفظ ڪم آڻڻا هجن تہ اهڙي اسم جي پٺيان، توڙي ماڻتي يا لاڳاپي ڏيکاريندڙ لفظن جي پٺيان، "تورو دم" ڏبو.

(7) آءٌ ماني کائي، چڪر هڻي، بازار مان ڪم لاهيندو گهر آيس.

هن طرح جيڪڏهن جملي ۾ فعل ڪانسواءِ "ماضي معطوفي يا اسم حاليہ" يا ٻئي هجن، تہ هر هڪ جي پٺيان تورو دم ڏبو.

(8) جي تون ايندين، تہ آءٌ بہ ايندس.
(9) جڏهن هُو آيو تڏهن آءٌ آيس.
(10) برسات پيئي، تہ راند بند ٿي.
هن طرح جيڪڏهن ڪنهن جملي ۾ هڪ ياڱو ٻئي تي تعلق رکندڙ هُوندو ۽ انهن مان ڪو ياڱو پنهنجي سر ڏار ڪم اچڻ جهڙو نہ هوندو تہ انهن جي وچ ۾ ٿورو دم ڏبو.
(11) ڇا ڏينهن ڇا رات، ڇا ويئي ڇا بيٺي، مارئي پنهنجن، ماروئڙن کي پيئي سنياريندي هُئي.
هن طرح جڏهن ڪي "همہ جنس" لفظ جوڙو جوڙو ٿي ڪم ايندا آهن، تڏهن هر هڪ جوڙي جي وچ ۾ ٿورو دم ڏبو آهي.
(12) ڇوڪر، خط لک.
هن طرح ندا جي فاعل يا اسم پٺيان ٿورو دم ڏيئي، ان کي جملي ۾ الڳ ڪري بيهاربو آهي.
"اڌ دم"
هو ڏاڍو سمجهو آهي، تنهن ڪري هرڪا ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهي ٿو پر سست آهي، تنهن ڪري گهڻي ساک ڪا نہ اٿس.
هن جملي جا بہ وڏا ياڱا آهن، جن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي، ۽ انهن جي وچ ۾ ٿوري دم کان وڌيڪ بيهڻ جي ضرورت آهي؛ تنهن ڪري "سمجهي ٿو" کان پوءِ هڪ نشان ڏنو ويو آهي، جنهن کي چئبو آهي "اڌ دم". هيءَ نشاني (؛) ٿوري دم واري نشانيءَ جهڙي آهي، پر مٿان ٻُڙي ڏنل اٿس. اها نشاني هيٺين ٻن مُکيہ سببن ڪري ڏبي آهي:
(1) هر هڪ ننڍي جملي جي پڇاڙيءَ وٽ ڪجهہ وڌيڪ بيهجي، تہ مٿان سڀ جملا گڏي پڙهڻ ڪري معنيٰ ۾ مونجهارو ٿئي.
(2) هر هڪ ننڍي جملي کي اثرائتو ڪجي، تہ جيئن پڙهندڙ جو هر هڪ ننڍي جملي تي وڌيڪ چِت لڳي.
"دم"
(1) هڪ واريءَ ڪُوڙ ڳالهائبو تہ آئيندي ڪو بہ اعتبار نہ ڪندو: ڪُوڙ ايمان جي ڪتر.

(2) تو محنت ڪئي، تہ پاس ٿئين: محنت جو ڦل وچڙ جو نہ آهي.

هن طرح جڏهن ڪنهن ڳالهہ پوري ڪرڻ کان پوءِ، ڳالهہ کي وڌيڪ اثرائتي ڪرڻ لاءِ، ڪجهہ وڌيڪ چوڻو هوندو آهي، يا ڪو "پهاڪو" يا "مثال" ڏيڻو هوندو آهي، تہ پهرئين جملي جي پوري ٿيڻ تي هيءَ نشاني (:) ڏبي آهي، جنهن کي "دم" چون ٿا.

(3) ٿر ٻوبڙن ۾ هيٺيان تعلقا آهن:

ڏيپلو مِٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر.

هن طرح دم سان ليڪ بہ ڏبي آهي. (:-)

"پورو دم"

آءٌ سياڻي ڪراچيءَ ويندس.

اهڙيءَ طرح هر هڪ جملي پوري ٿيڻ تي ٻُڙي ڏبي آهي. انهيءَ کي "پورو دم" چون ٿا.

"ٻيون نشانيون"

"ٿورو دم"، "اڌ دم"، "دم" ۽ "پورو دم".

انهن چئن ٻيهڪ جي نشانين کانسواءِ ٻيون هيٺيون نشانيون آهن، جي پڻ انهن نشانين سان گڏ شمار ٿيل آهن.

(1) مارا! ايتري ۾ تي بہ آئين.

ويچارو مري ويو!

اڄ اسان کي موڪل آهي!

ڏٺي شل تنهنجو پلو ڪندو!

هن طرح حرف ندا جي پٺيان يا عجب، افسوس، خوشي سڏ وغيره ڏيکاريندڙ جملن جي پٺيان هيءَ نشاني (!) ڏبي آهي جنهن کي "ندا" جي نشاني چوندا آهن.

(2) تون ڪير آهين؟ (سوال جي نشاني)

"واڪ جون نشانيون"

(3) هن چيو تہ، "آءٌ اڄ ويندس."

هن طرح جڏهن بہ ٽي لفظ بجنسي ڄاڻائبا آهن، تڏهن پهرئين ۽ پوئين لفظ جي پٺيان هي نشانيون (" ") ڏبيون آهن، جن کي "واڪ" جا نشان چوندا آهن. "پهاڪا" بہ ائين "واڪ" جي نشانن اندر ڄاڻائبا آهن.

مثال: "چور جي ماءِ ڪُنڊ ۾ روئي."
"ڏنگيون ليڪون ( )"

(4) جملي جي وچ ۾ ڪو ڌار ٽُڪر (معنيٰ يا ٻيءَ ڳالهہ بابت) ڇاٽاڻو هوندو تہ اهو ٻن ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکبو آهي، جيئن هتي (معنيٰ يا ٻيءَ ڳالهہ بابت) لفظ ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکيا ويا آهن.

(5) ڏنگين ليڪن ( ) بدران هي نشانيون [ ] بہ ڪم آڻبيون آهن، جن کي "برئڪيٽ" چون ٿا.

□

# نشانيون

ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

سنڌيءَ ۾ انگريزي ٻوليءَ واريون بيهڪ جون نشانيون ڪم اچن ٿيون. جيڪي بہ نشانيون ڪم اچن ٿيون، انهن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون ابتدائي؛ ٻيون، ثانوي، ٽيون، پٽيون، يا مرڪب نشانيون. انهن مان هر هڪ جي هيٺ اپٽار ڪجي ٿي:

**1. ابتدائي:-** هن ۾ هي نشانيون اچي وڃن ٿيون.

1. ٿورو دم (،) 2. Comma اڌ دم (؛) Semi Conon

3. دم (:) 4. Colon پورو دم (.). Full Stop or Period

1. **ٿورو دم:** هيءَ نشاني جملن ۾ تمام گهٽي ڪم ايندي آهي ۽ جملي جي جدا جدا حصن کي ڳنڍڻ وقت ڪم ايندي آهي. هيءَ نشاني ڪم آڻڻ وقت بہ ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن:

1. هيءَ نشاني اُتي ڪم آڻجي، جتي ڳالهائڻ وقت واقعي بيهڻو پوي ٿو.

2. ٿورو دم اُتي ڏجي، جتي ٻي ڪا بہ نشاني ڪم نہ آڻي سگهجي ۽ ٿوري دم ڏيڻ کانسواءِ مطلب چٽو ظاهر ٿي نہ سگهي.

اهي ٻئي قاعدا خيال ۾ رکي ٿوري دم جو استعمال ڪجي. سليس جملن ۾ اها نشاني هن طرح ڏبي:

1. زالون، مرد، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون سڀ باغ ۾ موجود هُئا.

2. احمد هڪ سياڻو سيبتو ۽ سُلڇڻو ڇوڪر آهي.

پهرين جملي ۾ اسم ۽ ٻئي ۾ صفت هڪٻئي پٺيان آيا آهن. هر هڪ اسم يا صفت جي پٺيان ٿورو دم آيو آهي ۽ پوين ٻن اسمن يا صفتن جي وچ ۾ "۽" حرف جملو ڪتب آيو آهي. اهڙن جملن ۾ ٿوري دم کان پوءِ "۽" حرف جملو اهڙيءَ طرح ڪم آڻبو آهي. جملي ۾ مکيہ فعل کانسواءِ وچ تي جيڪڏهن ڪي فعل اچن ۽ اهي مکيہ فعل تي مدار رکن تہ انهن جي پوئتان بہ ٿورو دم ڏجي مثال:

آءُ راند ڪيڏي، ڇڪر هٽي، بازار مان سودو وٺندو گهر آيس.

- ندا واري فاعل پنيان بہ ٿورو دم ڏبو آهي، تہ جيئن اهو جملي کان جدا ٿي بيهي. مثال: احمد، هيڏانهن اچ.
- جملي جا چٽائي ڏيکاريندڙ يا حقيقت بيان ڪندڙ جملا بہ ٿورو دم ڏيئي ڌار ڪبا آهن، تہ جيئن جملي جو چٽو مطلب نڪري مثال:

هيءَ ڪوٺي سورهن فوٽ ڊگهي، ٻارهن فوٽ ويڪري، ۽ عمق ۾ احمد جي وچينءَ ڪوٺيءَ جيڏي آهي.

اڳين جملن ۾ "۽" جڏهن ڪم آندي ويئي هُئي، تہ ٿورو دم ان جي اڳيان نہ ڏنو ويو هو پر هن جملي ۾ "۽" آڏو ٿورو دم ڏنو ويو آهي. اهو هن ڪري آهي، جو جتي ڳنڍيندڙ وارن حصن جو مطلب ۽ خيال هڪ ٻئي کان جدا هجي، تہ اتي ٿورو دم آڻجي. مٿين جملي ۾ حصن جو مقصد جدا آهي، انهيءَ ڪري ٿورو دم ڏنو ويو آهي. جتي پويون جملو يا حصو پهرين جملي جو وڌاءُ هجي، اتي "۽" اڳيان ٿورو دم ڪم نہ آڻجي. مثال:

هُو ڪالهہ ڪاليج آيو ۽ داخلا وٺي هليو ويو.

-مٿين جملي مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ خيال جو رُخ سنئون سِڌو آهي: پر، جيڪڏهن رُخ ڦِريل هجي تہ ۽ جي اڳيان ٿورو دم ضرور ڏيڻ گهرجي مثال:

- مقبول ڪراچيءَ ويو ۽ جاءِ وٺي ويهي رهيو.

- جتي پهرين جملي کان پوءِ ڪجهہ وقت بيهي، ايندڙ خيال کي چٽو ڪرڻو هجي، تہ اُتي بہ "۽" اڳيان ٿورو دم ڏجي مثال:

هُو جهوپڙيءَ اڳيان اچي بيهي رهيو ۽ غريبن جي حالت تي افسوس ڪندو هليو ويو.

- جيڪڏهن هڪ جملو ٻي تي مدار رکندڙ هجي ۽ ٻنهي مان ڪوبہ پنهنجي ليکي ڌار ڪتب اچڻ جهڙو نہ هجي، تہ انهن جي وچ ۾ ٿورو دم ڏجي مثال.

جي تون ڪراچيءَ هلندين، تہ آءٌ بہ هلندس.

- جملي ۾ اسم يا ضمير سان لاڳاپو يا قرابت ڏيکاريندڙ لفظن جي وچ ۾ ٿورو دم ڏيڻ گهرجي مثال:

شيخ مبارڪ، ابوالفضل جو پيءُ، سيوهڻ جو هو.

ـ جيڪڏهن جملو ڪنهن ظرفي فقري يا لاڳاپو ايندڙ لفظ سان شروع ٿئي، تہ اُن جي پويان بہ ٿورو دم ڏجي مثال:

هن ڪان پوءِ، هوائين نہ ڪندو.

هن پيري بہ، مقبول جو ڪم ڪونہ ٿيو.

ـ جڏهن هم جنس لفظ جوڙو ٿي ڪم ايندا آهن، تڏهن هر هڪ جوڙي جي وچ ۾ ٿورو دم ڏيڻ گهرجي مثال:

رات ڏينهن، سانجهيءَ، سومهڻيءَ، ٿنيءَ ٿڌيءَ پنهل جا پهہ ٿي پچايائين.

ـ ڪنهن جملي ۾ جيڪڏهن هڪ فعل جا گهڻا فاعل هجن، تہ انهن فاعلن جي وچ ۾ ٿورو دم ڏجي مثال:

احمد، مقبول ۽ جمال راند ڪيڏن ٿا.

2. اڌ دم:- مرڪب يا گڏيل جملن جي وچ ۾ جڏهن ٿورو وڌيڪ بيهڻ جي ضرورت سمجهبي آهي، تہ اڌ دم (؛) ڏبو آهي.

ڏاڍو انصاف پسند آهي، تنهن ڪري هر ڪنهن سان انصاف سان هلندو آهي؛ پر خوشامند پسند آهي، تنهن ڪري منجهانئس خوشامندڙيا ناجائز فائدو وٺي ويندا آهن.

اڌ دم هيٺين ٻن سببن جي ڪري ضروري سمجهبو آهي:

1. مرڪب جملي ۾، هر هڪ جملي جي پڇاڙيءَ وٽ، انهيءَ لاءِ وڌيڪ بيهجي تہ جيئن جملا پاڻ ۾ گڏجي نہ وڃن.

2. مرڪب جملي ۾ هر هڪ جملو جيئن وڌيڪ واضح ٿئي.

ـ جيڪڏهن ڪنهن جملي ۾ جدا جدا خيال ترتيبوار جملن ۽ فقرن ۾ اچن، تہ انهن جي وچ ۾ اڌ دم ڏجي يا، جيڪڏهن ڪنهن بنيادي جملي جي تفصيل بيان ڪرڻ لاءِ ثانوي جملا اچن؛ تہ انهن کي ڳنڍڻ لاءِ اڌ دم ڏجي مثال:

"ٻوليءَ جي ترقيءَ جون نشانيون هي آهن: ٻوليءَ جو ذريعہ تعليم هجڻ؛ علمي، ادبي ۽ ثقافتي ڪتابن جو شايع ٿيڻ؛ عوام ۾ ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي پڙهڻ جو چاهہ ۽ عوام کي پنهنجي ٻوليءَ سان پيار.

3. ٽم: اڌ ٽم ڪان ڪجهه وڌيڪ زور واري ۽ ٽم ڪان ڪجهه گهٽ زور ڀري نشاني آهي. ڳالهه پوري ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن ڳالهه کي وڌيڪ اثرائتي ڪرڻ لاءِ ڪجهه وڌيڪ چئبو آهي يا ڪو ڀهاڪو يا مثال ڏبو آهي، تڏهن ڀهرين جملي جي پوري ٿيڻ تي هيءَ نشاني ڏبي آهي مثال:

هن لکڻ کان پوءِ چيو: "اکر سُٺا نٿا ٻيهن"

تو محنت ڪئي ته پاس ٿئين: محنت جو ڦل وڃڻ جو نه آهي.

4. پورو ٽم: جملي پوري ٿيڻ کان پوءِ پورو ٽم ڏبو آهي مثال:

سنڌي ٻولي هڪ قديم، وسيع ۽ مڪمل ٻولي آهي.

ڪنهن وڏي لفظ کي مخفف ڪري لکبو آهي، ته مخفف جي پوين پورو ٽم ڏبو آهي مثال:

بي. اي، ايم. اي وغيره.

**ثانوي نشانيون:** مکيه نشانيون ابتدائي نشانيون آهن. ثانوي نشانيون، ابتدائي نشانين کي، خيال جي وضاحت ۽ اهميت ظاهر ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿيون.

ليڪ: (–) هن جو استعمال سنڌيءَ ۾ گهٽ ٿيندو آهي، پر جڏهن ڪم آڻجي ته وڌيڪ سُٺو ٿيندو. هن جو مکيه استعمال آهي: ٿوري ٽم بدران ڪم اچڻ. جملي ۾ ڪنهن فقري کان پوءِ جڏهن خيال جو رُخ مڙندو آهي: پر جيڪڏهن موڙ کان پوءِ ايندڙ خيال ۾ وڌيڪ اثر پيدا ڪرڻو هُجي، ته ٿوري ٽم بدران ليڪ ڏجي مثال:-

– هُو ڏاڍو ڪاوڙيل هو– اکيون ڳاڙهيون لال ۽ سڄو ڏڪيو ٿي.

ان ڪانسواءِ جنهن پئرا کي وڌيڪ نمايان ڪرڻو هوندو آهي: يعني ڏيکارڻو هوندو آهي، ته هن پئرا ۾ نئين ڳالهه آهي، ته ان جي اڳيان به ليڪ ڏبي آهي.

ڳنڍيندڙ ليڪ: جڏهن جدا جدا معنائن وارا ٻه لفظ ڳنڍي مرڪب لفظ ٺاهبو آهي، تڏهن انهن جي وچ تي ليڪ ڏبي آهي: ان کي ڳنڍيندڙ ليڪ چئبو آهي مثال:

ماهه – ڀهريون جمعو، معاشي – معاشرتي علوم، برقي – ريڊيائي اثر وغيره.

**ڏنگيون:** ( ) ڪنهن فقري يا لفظ کي بند ڪرڻ لاءِ استعمال ڪبيون آهن. ڏنگين ۾ اهو فقرو رکيو ويندو آهي، جو اهم نه هوندو آهي، ۽ جنهن ڪانسواءِ

ٻـ جملي جو مقصد پورو نڪرندو آهي. انهيءَ ڪري ڏنگيون ڏيڻ ليکڪ جي مرضي تي ڇڏيل هوندو آهي مثال:

شاهہ ڪريم (1537ء_1621ء) قديم شاعر ٿي گذريو آهي.

ڊرامي ۾ ڏنگين جو استعمال گهڻو ٿيندو آهي. جڏهن ڊيکارٽو هوندو آهي، تہ احمد. ڪريم سان ڳالهائي رهيو آهي، تڏهن "ڪريم کي" لفظ ڏنگين ۾ لکبا. جڏهن ڊيکارٽو هوندو آهي، تہ ڪردار جي ڳالهائڻ وقت ڪهڙي حالت هُئي، تڏهن اهي حالت بيان ڪندڙ لفظ ڏنگين ۾ لکبا آهن.

**سوال جي نشاني:** (؟) جڏهن جملي ۾ سوال پڇيو ويندو آهي، ڏهن ت جملــي جــي پويان هي نشاني ڏبي آهي مثال:

تون ڪير آهين؟ هتي ڇو بيٺو آهين؟

جيئن تہ هيءَ نشاني جملي پوري ٿيڻ کان پوءِ ڏبي آهي، تنهن ڪري ان کان پوءِ پورو دم نہ ڏجي. جڏهن ڪو سوالي جملو فاعل طور ڪم اچي، يا ان سوالي فقري جي پويان ان سوال جو بيان يا جواب بہ هُجي، تہ ان فقري جي پويان سوالي نشاني ڏيڻ نہ گهرجي مثال:

ـ قوميت ڇا آهي، سياست ڇا کي ٿو چئجي، اهي ڳالهيون هر هڪ کي اچڻ گهرجن.

**حرف ندا جي نشاني:** (!) جڏهن عجب، سڏ، ارمان وغيره ظاهر ڪبو آهي، تڏهن هي نشاني حرف ندا جي پٺيان يا جملي جي آخر ۾ ڏبي آهي مثال:

افسوس! ويچارو بيماري مان ڇڙهي نہ سگهيو!

ڪڏهن ٺوڪ يا زور ڏيکارڻ لاءِ بہ جملي پويان ندا جي نشاني ڏبي آهي مثال:

اڄوڪن لالچي عالمن جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

ڪٿي سوالي جملن جي اهميت وڌائڻ لاءِ، سوالي نشانيءَ بدران، ندا جي نشاني ڏبي آهي مثال:

ڏين ٿو ڏوڪڙ! يا ڪيانءِ ڪيس ڪورٽ ۾! ءِ ڪرايانءِ ڪا تعدي

رواجي طرح سڏ ڪرڻ لاءِ ندا جي نشاني ڪم نہ آڻجي؛ پر جيڪڏهن سڏ ڪرڻ جو خاص مطلب هُجي تہ پلي ڏجي مثال:

سائين! اولاد بابت اوهان جو ڇا خيال آهي.

**واڪ جون نشانيون:** هي نشانيون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن: هيڪوٽيون ۽ ٻٽيون. ڪو گفتگو يا خيال ٻٽين نشانين ۾ بند ڪبو آهي. واڪ جي نشاني شروع ٿيڻ کان اڳ ٿورودم يا دم ضرور ڏجي. ٻٽيءَ نشانيءَ جو نمونو:

احمد چيو "سياڻي ڪراچيءَ ويندس"

هُو سوچڻ لڳو: "هينئر ڇا ڪرڻ گهرجي."

پهرين جملي ۾ گفتگو آهي ۽ ٻئي ۾ ويچار.

ٻٽين نشانين جي وچ ۾، جيڪڏهن ڪو ٻيو خيال، پهاڪو يا چوڻي اچي، تہ ان جي مٿان هيڪوٽيون نشانيون ڏجن ٿيون مثال:

مقبول کي احمد چيو "تنهنجي حالت تي هي پهاڪو 'سڪٽي ڪُني گهڻو اُيامي' ٺهڪي ٿو اچي."

رواجي عبارت ۾ ڪنهن خاص لفظ کي نمايان ڪرڻو هوندو آهي، تہ اهو بہ ٻٽين نشانين ۾ رکبو آهي مثال:

اهڙو ڳالهائيندڙ "گونگو ڳالهائيندڙ" چئبو.

**ٻٽيون يا مرڪب نشانيون:** هن قسم جي مکيہ نشاني آهي:"ٻڙي ٻڙي ٻڙي" خالص ادبي ليکن ۾ نفاست ۽ گهرائي پيدا ڪرڻ لاءِ فقري يا جملي جي اڳيان يا پويان هيءَ نشاني ڏبي آهي. هيءَ نشاني پڙهندڙ کي سوچڻ لاءِ مجبور ڪندي آهي، ۽ کيس پنهنجي فهم سان خالي جاءِ کي پرڻ لاءِ آگاهہ ڪندي آهي. مصنف جو خيال اڌوري هوندي مڪمل هوندو آهي، ۽ پڙهندڙ سوچڻ کان پوءِ اهو مطلب سمجهي ويندو آهي.

انهيءَ نشانيءَ جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

هي بدبوءِ.....خراب هوا.....خراب ماحول.....!

هن قسم جي ٻي ٻٽي نشاني آهي "بہ ٻڙيون ليڪ"

(:-) جڏهن ڪو تفصيل ڏيڻو هوندو آهي، تہ پهريائين هيءَ نشاني ڏيئي، پوءِ تفصيل ڏبو آهي، مثال:

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جا هي مکيہ ڪتاب آهن:-

1. حيات النبي؛ 2. ڪمال ۽ زوال؛ 3. ابوالفضل ۽ فيضي؛ 4. آفتابِ ادب؛ 5. بهار اخلاق؛ 6. ميرن جي صاحبي وغيره.

هن نشانيءَ جي بدران دم بہ ڪم ايندو آهي، بهتر بہ اهائي نشاني آهي.

هن قسم جون ٻيون بہ نشانيون آهن: ڏنگين ۾ سوال جي نشاني، ۽ ڏنگين ۾ عجب جي نشاني.

جڏهن ڪنهن ڳالهہ يا لفظ ۾ شڪ هوندو آهي، تہ اتي ڏنگين ۾ سوال جي نشاني (؟) ڏني ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ بہ هيءَ نشاني ڏني ويندي آهي. مثال:

انارڪليءَ جي آڪاٽي (؟) ڏند ڪٿا کان وڌيڪ اهميت نہ ٿي رکي.

ڏنگين ۾ سوال جي نشانيءَ (!) جو بہ ساڳيو ئي استعمال آهي. هيءَ پاڻ گهري طنز ڏيکاري ٿي مثال: تنهنجي نيڪيءَ جي (!) هر ڪنهن کي خبر آهي.[12]

[ڪتاب: "سنڌي علم ادب" تان ڪنيل]

□

[12] ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (آهي تہ) ڪانپوءِ ڪاما ڏني آهي، جنهن کي اٿارٽيءَ جي طئي ٿيل قاعدي موجب تبديل ڪري (آهي،) جي پنيان ڪاما ڏني وئي آهي. (ع.ن)

# وقف يا بيهڪ جون نشانيون

واحد بخش شيخ

ڪنهن بہ ٻوليءَ جي عبارت ۾ وقف يا بيهڪ جون نشانيون وڏي اهميت رکن ٿيون. ڇاڪاڻ تہ انهن ڪانسواءِ لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو. وقف جي نشانين جو صحيح استعمال اڃا بہ وڌيڪ اهم آهي، ڇو جو انهن جي بيجا يا غلط استعمال جي ڪري جملي جو مطلب هڪ جو ٻيو نڪرندو آهي، مثال:

1. چوريءَ جي تهمت نثار تي، نہ رفيق تي آهي.
2. چوريءَ جي تهمت نثار تي نہ، رفيق تي آهي.

مٿيان ٻئي جملا توڙي جو تحرير ۾ ساڳيا آهن، پر هر هڪ جو مطلب نرالو آهي، اهو انهيءَ ڪري جو بيهڪ جي نشاني اڳي پوءِ ڏنل آهي. پهرئين جملي جو مطلب آهي، تہ چوريءَ جي تهمت نثار تي آهي، ۽ ٻئي جملي ۾ ڏيکاريل آهي تہ چوريءَ جي تهمت رفيق تي آهي.

عبارت جي هڪ فقري جو مثال:

'سال ٿيا آهن اوسيئڙي ۾ وِهڻ نٿو پڇي آخر تہ ڪجهہ ڪرڻو آهي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن لاءِ ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.'

مٿئين فقري ۾ وقف جون نشانيون ڏنل ڪونهي، تنهن ڪري پڙهڻ مان اهو نٿو سمجهي سگهجي، تہ ڪهڙا لفظ ڪهڙن لفظن سان لاڳاپو رکن ٿا، ۽ عبارت جو صحيح مفهوم ڇا آهي. وقف جي نشانين ڏيڻ سان عبارت جي صورت هيٺينءَ ريت ٿيندي:

(1) سال ٿيا آهن، اوسيئڙي ۾ وِهڻ نٿو پڇي. آخر تہ ڪجهہ ڪرڻو آهي، پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن جي لاءِ ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي، ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.

(2) سال ٿيا آهن اوسيئڙي ۾، وهڻ نٿو پڇي. آخر تہ ڪجهہ ڪرڻو آهي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن جي لاءِ. ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي، ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.

مٿئين فقري جي ٻن صورتن ۾ ڏسجي ٿو تہ وقف جي نشانين جي موقف يا جاءِ مٽائڻ سان مطلب ۾ ڪيئن نہ ڦيرو اچي ٿو وڃي. تنهن ڪري لکڻ واري تي لازم آهي، تہ ڪم آندل جملن يا عبارت ۾ صحيح وقف جي نشانين جو صحيح جاين تي استعمال ڪري، جيئن پڙهندڙ ڪي صحيح مطلب حاصل ٿي سگهي.

اڳئين زماني ۾ ٻولين، جهڙوڪ عربيءَ، فارسيءَ وغيره ۾ وقف جي نشانين جو استعمال هوندو ئي ڪونہ هو. يا وري هو تہ ورلي ۽ ٿورو پاڻو. اهڙيءَ حالت ۾ جملي جي صحيح معنيٰ دريافت ڪرڻ، پڙهندڙ جي مهارت ۽ ذهني فهم ۽ فراست تي ڇڏيل هو. البت ڪي مختصر نشانيون، جهڙوڪ: '–'، '+' ۽ 'ㅇ' جملن يا فقرن جي ڀڃاڙيءَ ۾ استعمال ٿينديون هُيون، ۽ اجا تائين بہ ڪنهن حد تائين ٿينديون رهن ٿيون؛ مگر هاڻي انگريزي ٻوليءَ جي اثر هيٺ عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ بہ وقف جي نشانين جو استعمال ٿيڻ لڳو آهي، ۽ جيڪي نشانيون انگريزيءَ ۾ استعمال ٿين ٿيون، سي سنڌيءَ ۾ بہ استعمال ٿيڻ ۾ اچن ٿيون.

وقف جون نشانيون ٻن قسمن جون آهن: هڪڙيون اُهي، جي جملي جي وچ ۾ واقع ٿينديون آهن ۽ ٻيون جملي جي آخر ۾ ايندڙيون آهن.

**1. جملي جي وچ ۾ واقع ٿيندڙ وقف جون نشانيون:**

**ڪاما يا هلڪو دم (،):*** هيءَ وقف جي نشاني 'اُبتي واو' جي شڪل جهڙي هوندي آهي، جا جملي ۾ ڪثرت سان استعمال ٿيندي آهي، ۽ اها سڀني نشانين ۾ اهميت واري هوندي آهي. ڪاما يا هلڪي دم استعمال ڪرڻ جو مقصد جملي کي ننڍين ننڍين ڀاڱن ۾ ورهائي، ان جو مطلب ظاهر يا واضح ڪرڻ هوندو آهي.

ڪاما يا هلڪي دم جو استعمال هيٺين حالتن ۾ ٿيندو آهي.

(1) جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ سلسليوار لفظن، اصطلاحن ۽ جملي جي ڀاڱن کي ڪاما يا هلڪي دم جي ذريعي الڳ ڪبو آهي، ۽ اهڙي سلسلي جي پوئين لفظ يا ڀاڱي جي اڳيان حرف عطف ايندو آهي، مثال:

---

* عربي ۽ فارسيءَ ۾ وچ واريون وقف جون نشانيون استعمال ڪونہ ٿينديون آهن. سنسڪرت ۾ اڌ دم لاءِ '۱' ۽ سڄي دم لاءِ '۱۱' نشانيون استعمال ٿينديون آهن.

- اسان جي ملڪ ۾ ڪڻڪ، چانور، جوئر، مڪئي، ڪپهه ۽ ڪمند جي پوک ٿيندي آهي.
- عورت جو مکيه ڪم آهي رڌڻ پچائڻ، سبڻ، ٻارن جي پرورش ڪرڻ، گهر جو انتظام سنڀالڻ ۽ پنهنجي خاوند جي خدمت ڪرڻ.
- اورنگزيب نيڪ، ايماندار، رحمدل ۽ عادل بادشاهه ٿي گذريو آهي.
- اسان، توهان ۽ ٻيا سڀ هڪ ئي خدا جا خلقيل آهيون.
- صبح شام، ڏينهن، رات، ويهندي ويهندي ۽ سُتي الله کي ياد ڪرڻ گهرجي.

(2) سلسلي وار لفظ يا اصطلاح، جي حرف عطف سان ڳنڍيل هجن، تن ۾ ڪاما يا هلڪو دم استعمال نه ڪجي، مثال:

زخمي اُٺ پيو ڦيراٽيون کائي ۽ ليٽي ۽ رڙي.

(3) جملي ۾ افتتاحي لفظ يا اصطلاح، ڪاما جي ذريعي باقي لفظن کان الڳ ڪري بيهاريا آهن، مثال:

- ڏڪار جا ماريل ڪڪرن جي ڪڙڪات تي ماٺهو خوشيون ڪرڻ لڳا.
- مت جا موڙها، ڪيترائي ڳوٺاڻا شهرن ۾ نڳن جي ور چڙهي وبندا آهن.

(4) فعل معطوفي يا اسم حاليه جي لفظن جي سلسلي ۾ به ڪاما يا هلڪو دم استعمال ٿيندو آهي، جيئن هيٺ ڏنل مثالن ۾ ڏيکاريل آهي:

- اقبال هر روز صبح جو وضو ڪري، نماز پڙهي، قرآن مجيد جي تلاوت ڪري ۽ ماني کائي پوءِ اسڪول ويندو آهي.
- سياري جي ٿڌي، خوفناڪ ۽ اونداهي رات ۾ هو ٿڙڪندو ڇرڪندو، ٿڙندو ٿاٻڙندو ۽ ڏڪا کائيندو وڃي ڪنهن ڳوٺ کي ويجهو ٿيو.
- معاشري ۾ اُٿندي، وهندي ۽ ڳالهه ٻولهه ڪندي، ادب ۽ اخلاق کي ڌيان ۾ رکجي.

(5) مرڪب جملن جي ڀاڱن کي ڪاما ڏيئي الڳ ڪبو آهي، ۽ اهڙيءَ حالت ۾ ڪاما حرف عطف کان اڳ اچڻ گهرجي، مثال:

- ڪڪر مٿي آيا آهن، ۽ اجهو ٿو مينهن وسي.
- لائبريريءَ ۾ ڪتاب تہ گهڻا ئي موجود آهن، پر پڙهڻ وارو ڪو ڪونهي.

اهڙي مرڪب ترڪيب، جنهن ۾ حرف عطف ڪم آيل هجي ۽ اها فاعل يا خبر ٿي ڪم اچي، تنهن ۾ ڪاما استعمال نہ ڪجي، مثال:

چور دروازو اندران بند ڪيو ۽ ڪُنجون هٿ ڪري ڪيٽ کولڻ لڳو. (هتي ڪاما نہ ڏيڻ گهرجي)

صحيح جملو هيئن ٿيندو: چور دروازو بند ڪري ۽ ڪُنجون هٿ ڪري ڪيٽ کولڻ لڳو.

(6 بياني جملي جي مختلف ڀاڱن کي هلڪي دم جي ذريعي ورهائبو آهي، مثال:

- قلعي جي ديوار ويهہ هزار فوٽ ڊگهي، پنج فوٽ ويڪري، ۽ چاليهہ فوٽ اوچي آهي.
- مينهن اُني بر وُٺا، گاهہ اُپريا، وڻ ٽڻ ساوا ٿيا، ترايون ۽ تل ڀريا، سنگهار سرها ٿيا.
- حڪومت جيڪڏهن مخلص هوندي، هر هڪ جي حقن جي حفاظت ڪندي، ۽ رعيت کي خوش رکندي، تہ اها مستحڪم ۽ مضبوط ٿيندي.

(7) شرطي جملن يا ضمير موصول ۽ جواب موصول وارن جملن جي ڀاڱن کي ڪاما ڏيئي الڳ ڪبو آهي، مثال:

- جيڪڏهن تون ٻاهر ٻاڦ نہ ڪڍين، تہ مان توکي پنهنجو راز ٻڌايان.
- تون ڪٽي ڪيتري بہ ڪوشش ڪندين، تہ بہ پنهنجي ارادي کان نہ ڦرندس.
- جيڪو بہ مون وٽ آيو پئي، تنهن کان پئي ڏس پنڌ پڇيم.
- 'اُهو ڪجهہ ڪجي، جو آئيءَ ويل ڪم اچي.'

(8) جملي جي انهن لفظن يا ياڱن کي ڪاما جي وسيلي الڳ ڪجي، جيڪي ضروري سمجهاڻيءَ يا وضاحت لاءِ استعمال ڪيا وڃن. مثال:

- ڪراچي، سنڌ جي گادي، پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي.
- فرزانه، تنهن جي ڀيڻ، هڪ نهايت ذهين ڇوڪري آهي.

(9) معترضه جملي کي هميشه ڪاما سان الڳ ڪبو آهي. مثال:

سلطانه رضيه، خدا مٿس رحمت ڪري، ڏاڍي عقلمنديءَ ۽ مردانگيءَ سان حڪومت هلائي.

- تنهنجو ڇوڪرو، الله ڏينهن ڏئيس، ڏاڍو سلڇڻو آهي.
- توهان، مان سمجهان ٿو، منهنجي پيءُ جا پراڻا دوست ٿا ڏسجو.
- هو خدا نه ڪري، ڪنهن مصيبت ۾ نه پوي.

(10) متضاد جنس يا معنيٰ وارن لفظن کي ڪاما جي ذريعي جدا ڪبو آهي. مثال:

- عورت هجي يا مرد، پوڙهو هجي يا جوان، مسڪين هجي يا مالدار ۽ سگهو هجي يا هيڻو، مڙني کي زندگيءَ جي ڊُڪ ڊوڙ ۾ شامل ٿيڻو پوي ٿو.
- صبح هجي يا شام، ڏينهن هجي يا رات ۽ روشني هجي يا اونداهي، انڌي جي لاءِ مڙئي ساڳي ڳالهه آهي.
- ڏک توڙي سُک ۾، بيماريءَ توڙي توانائيءَ ۾ ۽ مشغوليءَ توڙي واندڪائيءَ ۾، دل کي ذڪر فڪر کان پالهو نه رکجي.

(11) ظرفي لفظن ۽ اصطلاحن کي ڪاما سان الڳ ڪبو آهي، مثال: ها، مان تنهنجي مدد ڪندس.

- نه نه، مان اها ڳالهه ڪنهن کي نه ٻڌائيندس.
- ويچاري، شرم کان، ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو.

**مرڪب جملن ۾ ظرفي لفظن کي سيميڪولن يا اڌ دم اچڻ کان پوءِ ڪاما ڏبي آهي، جيئن هيٺين مثالن ۾ ڏيکاريو ويو آهي:**

- وقت اچي پريو آهي؛ پوءِ، تنهنجي ڇا مرضي آهي؟
- مون توسان وعدو ڪيو آهي؛ البت، اهو ڪم ڏکيو آهي.

ڪي صفتون ظرفي صورت ۾ استعمال ٿينديون آهن. جن جو بيان اڳ اچي چڪو آهي. اهڙا ڪي لفظ مثال: پهريون، ٻيو ۽ ٽيون وغيره. جي جملي ۾ سلسلي طور استعمال ٿيندا، ته هر هڪ جي پٺيان ڪاما ايندي. مثال:

- منهنجي نه اچڻ جا ڪي سبب آهن: پهريون، ته ماڻهو گهڻا هئا؛ ٻيو ته گندگي ڏاڍي هئي ۽ ٽيون، ته مون کي گهڻن ماڻهن ۾ مونجهه ٿيندي آهي.

جملي ۾ حرف عطف، جهڙوڪ: ته، تنهن ڪري، پر، ڇاڪاڻ ته، ڇو جو، مگر وغيره جي اڳيان ڪاما ايندي آهي، مثال:

ماڻهو چوَن ٿا، پر مون کي اعتبار نٿو اچي.

- بيماري عام ٿي پيئي آهي، ڇو جو ڪاڏي جون شيون نج نٿيون ملن.
- امتحان اچي ويجهو پيو آهي، تنهن ڪري مان وڌيڪ وقت ترسي نه سگهندس.

(12) صفت جا اهي لفظ، جي موصوف جي پويان اچن، تن کي ڪاما ڏيئي الڳ ڪبو آهي، مثال:

- هاٿي، مست ۽ ڪاوڙ ۾ پريل، ماڻهن جي ميڙ ۾ ڪاهي پيو.
- گلاب جو گل، سهڻو ۽ خوشبودار، هر ڪنهن کي پسند هوندو آهي.

جملي ۾ فاعل، مفعول يا مجرور اسمن سان لاڳاپو رکندڙ لفظن کي ڪاما جي ضرورت نه هوندي آهي، مثال:

- گندي پاڻيءَ جون ناليون ڍڪيل هُئڻ گهرجن.
- سياري جي اُس وڻندي آهي.
- ڪڪرن سان ڇانيل آسمان مان سج جا سُنهري ڪِرڻا جهاتيون پائي رهيا هئا.

(13) جملي ۾ احساس ظاهر ڪندڙ لفظن جي پٺيان ڪاما ايندي آهي، مثال:

- الله ڪري، مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيان!
- مار، مون ته يقين ئي نٿي ڪيو!
- هاءِ هاءِ، منهنجون سڀ اُميدون خاڪ ۾ ملي ويون!
- واهه واهه، بيشڪ تون مڙس آهين!

- اُنهن، مان تہ ڪين نهاريندس ئي ڪو نہ!

(14) جملي ۾ ڪڏهن ڪڏهن لفظن يا عبارت کي حذف ڪري ڇڏبو آهي، ۽ اهڙن ڇڏيل لفظن جي جاءِ تي ڪاما ڏبي آهي، مثال:

- سياري ۾ ٿڌ گهٽي ٿيندي آهي ۽ اونهاري ۾، گرمي.
- انسان مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي ۽ شيطان، باهہ مان.
- دنيا ڪافر لاءِ آهي ۽ آخرت، مومن لاءِ.

پهرئين جملي جي ٻئي ڀاڱي ۾ بہ لفظ 'گهٽي ٿيندي آهي' استعمال ٿيڻ گهرجن، پر فني اعتبار کان، يعني عبارت کي مختصر ڪرڻ ۽ تڪرار کان بچڻ خاطر انهن کي حذف ڪيو ويو آهي، ۽ انهن جي بدران هلڪو دم ڏنو ويو آهي، جو مذڪور لفظن جي ترجماني ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ٻئي جملي ۾ 'پيدا ٿيو آهي' لفظن کي ورجائڻ بدران ڪاما ڏني ويئي آهي. ٽئين جملي ۾ فعل 'آهي' حذف ٿيل آهي، جنهن جي جاءِ تي ڪاما آيل آهي.

(15) ندائي يا خطابي لفظن جي پٺيان هميشہ ڪاما ايندي آهي، مثال:

- ادا، اوهان سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون.
- اي انسان، تون پنهنجو قدر سڃاڻ.
- يا الله، اسان کي نيڪ ٿيڻ جي توفيق عطا ڪر.
- عزيزو ۽ دوستو، اوهان کي هميشہ حق جي حمايت ڪرڻ گهرجي.

خط يا درخواست ۾ خطابي يا مرحبائي لفظن جي پٺيان ڪاما ايندي آهي، مثال:

پيارا ڀاءُ، خوش هجو شال.

جناب اُستاد صاحب، منهنجي ٽن ڏينهن جي موڪل منظور ڪرڻ فرمائيندا.

(16) مڪالمي يا گفتگوءَ ۾ ڳالهائيندڙ کي ڪاما ڏيئي علحدو ڪبو آهي، مثال:

- سرور ٻڌايو تہ ٻڇاءُ بند پڇي پيو آهي.
- وزيراعظم يقين ڏياريو تہ ملڪ کي خوشحال، مضبوط ۽ طاقتور بڻايو ويندو.

- خليفي باغائيءَ کان پڇيو "تنهنجي سالاني آمدني ڪيتري آهي؟"
باغائيءَ ورانيو "حضور، بس ٻچن جو گذران مَس ٿئي ٿو."

(17) ائڊريس ۾ شهر ۽ ملڪ جو پتو ڏجي ته شهر کي ڪاما جي رستي جدا ڪجي، مثال:

حيدرآباد، سنڌ

تاريخ لکڻ ۾ مهينو ۽ ڏينهن سال کان ڪاما ڏيئي جدا ڪجي، مثال: 7 جنوري، 1997ع

**سيميڪولن يا اڌ دم (؛):** سيميڪولن يا اڌ دم جملي جي انهن ڀاڱن کي جدا ڪندو آهي، جي ترڪيب ۽ معنيٰ جي لحاظ کان مڪمل ۽ هڪٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. سيميڪولن اهڙي وقفي يا بيهڪ جي نشاني هوندي آهي، جا پوري دم کان ڪجهه گهٽ ۽ ڪاما کان وڌيڪ يقين ڪرڻ واري هوندي آهي.

سيميڪولن هيٺين حالتن ۾ استعمال ٿيندو آهي:

(1) سيميڪولن اهڙي مرڪب جملي ۾ ڪم ايندو آهي، جنهن جا ڀاڱا حرف عطف سان ڳنڍيل نه هوندا آهن، مثال:

- مينهن ڏاڍو ٿو وسي؛ ڇنا مَنهن سڀ وهي ڇڙيا آهن.
- جهنگ ۾ سج لهڻ سان اونده ٿي ويئي؛ اسان کي رستو هٿ ئي نه پيو اچي.

(2) جيڪڏهن مرڪب جملي جا ڀاڱا ڊگها هجن يا وقف جي ٻين نشانين سان جدا ٿيل هجن، ته ان حالت ۾ ڀاڱن کي ڳنڍيندڙ حرف عطف جي اڳيان سيميڪولن ڏيئي سگهجي ٿو مثال:

- ڳالهائيندا ٻولهائيندا، ٻئي ڄڻا وڃي اسٽيشن تي پهتاسون؛ پر جيسين گاڏي اچي، اخبارون ونئي پڙهڻ لڳاسون.
- رات جو اچا اسان نڪتاسون ئي مس، ته اچي مينهن ڪڙڪيو؛ سو اسان جا سمورا ڪپڙا پچي پيا.

(3) حرف عطف جي اهڙن لفظن جي اڳيان سيميڪولن ايندو جي ظرفي معنيٰ ڏيندا هجن ۽ مرڪب جملي جي ڀاڱن کي ڳنڍيندا هجن، جهڙوڪ: تنهن ڪري، البت، ته پوءِ، تنهن هوندي به ۽ نيٺ وغيره، مثال:

- هاڻي سج لهڻ تي آهي، تنهن ڪري، اسان کي هلڻ گهرجي.
- هو ته مجي ئي نه پيو، نيٺ، ڪجهه ڏئي وٺي جند ڇڏائي آيس.

(4) جملي جي انهن ڀاڱن کي سيميڪولن ڏيئي جدا ڪبو آهي، جنهن ۾ عبارت جي سلسليوار لفظن کي ڪاما ڏنل هجي، مثال:

- ميٽنگ ۾ سوسائٽيءَ جا هي عهديدار چونڊيا ويا: گل محمد، صدر؛ رحيمداد، نائب صدر؛ الهڏتو سيڪريٽري؛ ۽ ڪريم بخش، خزانچي.
- اسان جي انجمن جا خاص مقصد هي آهن: جي غريب ۽ يتيم هجن، تن جي مالي مدد ڪرڻ؛ جن جو پاڻ ۾ جهڳڙو هجي تنهن کي نبيرڻ؛ ۽ جن جو جائز ڪم ڪٿي ڦاٿل هجي، تنهن کي سرانجام ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**ڪولن يا دم (:)** ڪولن يا دم جو استعمال هيٺين حالتن ۾ ٿيندو آهي:

(1) جڏهن شين جو تفصيل، انهن جي فهرست يا ياداشت ڏيٽي هوندي آهي، مثال:

- انسانن تي ٽن قسمن جا حق آهن: الله جا، انسانن جا ۽ نفس جا.
- پنج وقت نماز فرض آهي: فجر، ٻپهري، ٽپهري، سانجهي ۽ سومهڻي.
- هيٺيان شهر ڇا ڪان مشهور آهن:
  ڪشمور، نصرپور ۽ هالا.
- سوسائٽيءَ جي فنڊ مان هيٺيان ڪم ڪيا ويا آهن:
  غريب شاگردن کي اسڪالرشپ ڏني ويئي آهي؛ يتيم خاني ۾ کاڌو ۽ ڪپڙو ورهايو ويو آهي؛ بيوهه عورتن کي امداد ڏني ويئي آهي؛ ۽ ڪجهه رقم ڏڪاريل ماڻهن لاءِ رکي ويئي آهي.

(2) جڏهن ڪنهن جي قول، بيان يا تقرير جو حوالو ڏبو آهي، مثال:

- شاهه صاحب فرمايو آهي: نينهن جي حقيقت نهائينءَ کان سکڻ گهرجي، جيڪا اندر ۾ پيئي پچي ۽ پڄري، پر ٻاهر ٻاڦ نه ٿي ڪڍي.
- ڳالهه ڪندا آهن: هڪڙو بادشاهه ساري عمر تخت تي نه ويٺو، پر زمين تي ويهي حڪمراني ڪندو هو.

- ملڪ جي صدر تقرير ڪندي چيو: عوام کي گهرجي، تہ ٿوري ٿوري ڳالهہ تي برهم نہ ٿين، صبر کان ڪم وٺن، ۽ همت ۽ حوصلي جو مظاهرو ڪن.

(3) جنهن جملي ۾ ڪنهن عبارت يا بيان جي تصديق ۾ ڪو جامع اصول يا دليل ڏنل هجي، مثال:

منهنجو دوست بازار ۾ هليو تہ حساب ڪرڻ ئي نہ اچيس. نيٺ اڍائي روپيہ وڌيڪ ڏيئي اچي گهر نڪتو: علم کانسواءِ اوندهہ آهي.

ٻاهر وڃي نفعو تہ چڱو حاصل ڪيائين، پر گهر ٻار سڄو برباد ٿي ويس: اهو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني.

**ڊيش يا ننڍي ليڪ (-)**: ڊيش يا ننڍي ليڪ هيٺين حالتن ۾ استعمال ٿيندي آهي:

(1) جملي جي هلندي بيان ۾ اوچتو ٻيو ڪو خيال ظاهر ڪيو وڃي يا ان جي سلسلي کي ٽوڙي ڪا ٻي ڳالهہ ڪئي وڃي تہ ان جي اڳيان ڊيش استعمال ڪجي، مثال:

- مريم ماءَ سان پئي ڳالهايو- آخر ڪهڙو سبب آهي، جو ماڻهن ۾ سچ چوڻ جي جرئت نٿي ٿئي.

- مان تہ توکي سهڻي صلاح ڏني -يار توں تہ ڪو عجيب شخص آهين.

(2) ڪنهن واقعي بابت خيال يا راءِ ظاهر ڪرڻ کان اڳ ڊيش ڏبي آهي، مثال:

هڪڙي جوان هام ڀري، تہ هو اڪيلو دنيا جي چوڌاري چڪر لڳائيندو- ۽ هن ائين ڪري ڏيکاريو.

دنيا جي گذريل وڏي لڙائيءَ ۾ ائٽم بم تباهي مچائي ڇڏي- انسان ڪهڙو نہ سخت دل ۽ بيرحم ٿي پيو آهي.

(3) جملي ۾ بيان يا عبارت جي وضاحت ۾ جيڪڏهن ڪي لفظ يا اصطلاح استعمال ٿين، تہ انهن جي اڳيان ڊيش ايندي، مثال:

- بس گهڻو سامان ڪونهي - هڪڙي پيٽي، هڪڙو بسترو ۽ هڪ ڇٽي

- اسان شاديءَ ۾ ٿورا ماڻهو گهرايا آهن- پنهنجا ويجها مائٽ، خاص دوست، ۽ ڪي چاڻ سڃاڻ وارا ڪامورا.

- قرآن- مسلمانن جو ديني ڪتاب- عربي ٻوليءَ ۾ آهي.
- هماليه- دنيا جو اُتاهون جبل- سڄو سال برف سان ڍڪيو پيو هوندو آهي.

(4) جملي ۾ عبارت جي لفظن يا اصطلاحن جي سلسلي کي ڊيش ڏيئي، پٺيان ان جو خلاصو پيش ڪبو آهي، مثال:

- هُو ٽپو ڏيئي پٽ تي چڙهيو اندر وڃي دروازو کوليائين، ۽ بند ٽيل ماڻهن کي ٻاهر ڪڍيائين- اهو سڀ ڪجهه هن اک ڇنڀ ۾ ڪري ورتو نه ته ڪيتريون جانيون ضايع ٿين ها.

- شين جي گهٽ پيدائش، ذخيره اندوزي ۽ گهرج ۾ اضافو- اهي مهانگائيءَ جا مکيه ڪارڻ آهن.

(5) جملي ۾ انهن لفظن کي ڊيش جي ذريعي الڳ ڪبو آهي، جيڪي غير ضروري هوندا آهن ۽ عبارت ۾ خلل وجهندا آهن، مثال:

- تون ديارهه جي ڪپ تي پهچندين- ڊيان ڏيئي ٻڌ- توکي پار پهچائڻ لاءِ ٻيڙي ملندي

- تو ڪافي عرصو ڪم ڪيو آهي- ڪيئن، سمجهين ٿو نه- هاڻي توکي آرام ڪرڻ گهرجي.

**ڏنگيون ليڪون (()) ۽ بياني ليڪون ([]):**

(1) جڏهن ڪنهن جملي ۾ معنيٰ يا اشاري طور ڪي لفظ ڪتب آڻبا آهن، ته اهي ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکبا آهن، مثال:

- سوڊاني ماڻهو (حبشي) رنگ جا ڪارا ٿيندا آهن.
- سکر براج (پاڻيءَ جو بند) سنڌ جي زراعت لاءِ هڪ وڏو وسيلو آهي.

(2) جملي ۾ ڏنل وضاحت يا سمجهاڻي، جنهن جو جملي ۾ مکيه عبارت سان گهاٽو تعلق نه هجي، ۽ جنهن کانسواءِ جملو گرامر جي لحاظ کان مڪمل هجي، تنهن کي ڏنگين ليڪن ۾ وجهجي، مثال:

- منهنجو پُٽ (هاڻي خير سان جوان ٿيو آهي) ننڍي هوندي مون کانسواءِ رهي نه سگهندو هو.

- منهنجو دوست گذريل عيد جي ڏينهن (ويچارو ڪيترو عرصو بيمار رهيو) گذاري ويو.

(3) جملي ۾ ڪو انگ يا ڪا رقم تصديق خاطر ڄاڻائجي، ته اها ڏنگين ليڪن ۾ وجهجي، مثال:

- سيٺ پنهنجي منشيءَ کي پنجويهه هزار (25000) روپيا بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ لاءِ ڏنا.
- دستاويز ۾ ڪُل رقم 1,75000 (اڪرين هڪ لک پنجهتر هزار) روپيا ڊيڪاريل آهي.

(4) جملي ۾ ڏنگين ليڪن ۾ ڏنل عبارت جي لاءِ وضاحت جي ضرورت هجي، ته اها بياني ليڪن ۾ وجهجي، مثال:

- مون دڪاندار کي چيو ته پيسا تمام گهٽا آهن (پنجاهه روپيا [0_50 روپيا] قيمت ٻڌايائين)، ڪجهه نه ورتم ۽ موٽي آيس.
- دنيا ۾ جيتري قدر آدم وڌي رهيو آهي (انسان جي تخليق [روزمره جو اضافو] ته قدرتي امر آهي)، اوتري قدر موت جي رفتار به تيزتي وئي آهي.

اقتباس يا واڪ جي نشانين جي اندر انهي عبارت کي بياني ليڪن ۾ وجهجي، جيڪا ڄاڻايل قول جو حصو نه هجي، مثال:

- اجلاس ۾ هڪ آزاد ميمبر چيو: "اسان جو ملڪ تڏهن صحيح معنيٰ ۾ آزاد رهندو ۽ ترقي ڪندو، جڏهن الله جي احڪامن [قرآني دستور] موجب عمل ڪيو ويندو."
- خليفي پنهنجي خطاب ۾ چيو: "ماڻهن کي بنا ڪنهن ڊپ ۽ ڏاءَ جي [خوف فقط خدا جو هجي] اخلاص ۽ ايمانداريءَ سان پنهنجو فرض ادا ڪرڻ گهرجي."

(5) حسابي ڪم ۾ عام طرح ڏنگين ليڪن ۽ بياني ليڪن جو استعمال گهڻو ٿيندو آهي، انهن کي بعضي ضرب جي نشانيءَ طور به استعمال ڪبو آهي، مثال:

$$2\left(\frac{1}{4}+\frac{1}{8}\right) \quad ........1$$

$$\left(\frac{1}{3}+\frac{1}{5}\right)\left(\frac{1}{4}+\frac{3}{8}\right) \quad ........2$$

$$\frac{9}{11}\left[\frac{8}{9}+\frac{7}{9}\left(\frac{3}{7}-\frac{5}{14}\right)\right] \quad ......3$$

(2) جملي جي آخر ۾ ايندڙ نشانيون:

**پورو دم: (.)**

**سوال جي نشاني: (؟)**

**احساس جي نشاني: (!)**

پورو دم (.)_ جملي ۾ ڪا عبارت يا ڪو بيان ختم ٿيندو آهي، تہ پڇاڙيءَ ۾ پورو دم ڏبو آهي. مثال:

_ اسان جو ملڪ معدني شين جي خزانن سان ڀرپور آهي.

_ سيالڪوٽ ۾ راندين جو بهترين سامان ٺهندو آهي.

انگريزيءَ ۾ خاص طرح، لفظن جون مقصر يا مختصر صورتون استعمال ٿينديون آهن، جن جي پٺيان پورو دم ڏنو ويندو آهي. اهڙو رواج ڀي ڪنهن عام ٻوليءَ ۾ نہ آهي، البت سنڌيءَ ۾ بعضي، ماڻهن جا نالا يا انهن جون علمي لياقتون انگريزيءَ جي طرز تي لکيون وينديون آهن. مثال:

ايم. ڪي عباسي

ايم. اي. پي. ايڇ. ڊي.

مملڪتي وزير يو. اين. او ۾ ملڪ جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ ويل آهي.

**سوال يا استفهام جي نشاني (؟)**_ جنهن جملي ۾ ڪا ڳالهہ پڇڻي هوندي آهي، تنهن جي آخر ۾ استفهام يا سوال جي نشاني ڏبي آهي. مثال:

_ انسان جي جسم ۾ رت ڪيئن ٿو ٺهي؟

_ شيشو ڇا جو ٺهيل آهي ۽ ڪهڙي ڪم ايندو آهي؟

_ آبهوا جو مدار ڪهڙين ڳالهين تي هوندو آهي؟

**احساس جي نشاني (!)**_ جنهن جملي ۾ آرزو، عجب، افسوس، ساراهہ يا نفرت جو اظهار ٿيل هجي، تنهن جي آخر ۾ احساس جي نشاني ايندي آهي. ان کي تاثر جي نشاني بہ چئبو آهي. مثال:

_ الله ڪري، شل منهنجي پڇاڙي سرهي ٿئي!

_ سمنڊ ڪيترو نہ اونهو آهي، جو ان ۾ جبل جيڏا جهاز ٿا ترن!

_ جو ٻار ننڍيئي يتيم ٿو ٿئي، سو ڪيڏن نہ ڏکن ۾ ٿو پلجي!

_ آهہ هڪ نيڪ ۽ معتبر عالم جو موت دنيا لاءِ ڪيڏو نہ نقصان آهي!

_ واهہ، حياتي ڪهڙي نہ وڻندڙ ۽ پياري آهي!

ڪڏهن پوي، بچڙي بلا ٽري چڱي آهي!

**اقتباس يا واڪ جون نشانيون ("")** - اصطلاح ۾ اقوال، پهاڪا ۽ چوٽيون، يا ڪنهن جو چيل قول يا الفاظ، هوبهو تضمين طور جڏهن ڪنهن جملي يا عبارت ۾ ڪم آڻبا آهن، ته انهن کي اقتباس يا واڪ جون نشانيون ڏيئي پڌرو ڪبو آهي، مثال:

شاهه صاحب فرمائي ٿو: "ذات نه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي."

سچل سائين جو قول آهي: "ٻيون سڀ ڪوڙيون ڳالهيون سچا، سچو عشق الستي."

سياڻن چيو آهي: "وت ڪان وڏيڪ وِک نه ڪڍجي."

هڪ بزرگ تقرير ڪندي چيو: "نالي ۽ نسل تي ناز ڪرڻ، سونا ۽ مايا تي مغرور ٿيڻ، اڻ هوندي اسباب تي آسرو ڪرڻ، بي بنياد ڳالهين تي اعتبار ڪرڻ ۽ الله کي ڇڏي انسانن تي ڀروسو ڪرڻ نادانن جو ڪم آهي."[13]

[ڪتاب: "سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو" تان کنيل]

[13] هن مقالي ۾ محترم واحد بخش شيخ پراڻي طريقي موجب "اگرچه، چاهي، ڪونهن، مثلاً" هن ريت لکيو هو جنهن کي اٿارٽيءَ جي قاعدي موجب تبديل ڪري هن ريت لکيو ويو آهي. "توڙي جو/جيتوڻيڪ، ڇا آهي، ڪونهي، مثال طور" (ع.ن)

# بيهڪ جون نشانيون

سراج

ٻولي، انسان جي خيالن، احساسن، اُمنگن ۽ جذبن جي اظهار جو بهترين طريقو آهي. انهيءَ اظهار لاءِ انسان، ٻوليءَ کي ٻن صورتن ۾ ڪتب آڻي ٿو: هڪڙي ڳالهائڻ واري صورت، ۽ ٻي لکڻ واري صورت. ڳالهائڻ وقت هر ڪو ائين چاهيندو آهي تہ ٻڌندڙ سندس هر جملي مان اهو ئي مقصد ۽ مراد ڪڍي، جيڪا خود ڳالهائڻ وقت هن جي ذهن ۾ آهي. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، هن کي جملي جملي کي علحدي علحدي ڍنگ سان ڳالهائڻو پوندو آهي. هر جملي جي مطلب ادا ڪرڻ وقت، ڪنهن هنڌ ڍرو ۽ ڪنهن هنڌ تکڙو ٿي ڳالهائڻ ؛ ڪٿي ٿورڙو تہ ڪٿي گهڻو بيهي، وري ڳالهائڻ شروع ڪرڻ ؛ ڪن لفظن تي خاص زور ڏيڻ؛ ڪنهن فقري کي ٻين سيني فقرن کان نرالو ۽ جدا ڪري پيش ڪرڻ، عجب ظاهر ڪرڻ يا سوال ڪرڻ، انهن سيني مطلبن ادا ڪرڻ لاءِ، هن کي آواز ۽ منهن جي تاثر جا ڪيترا ڍنگ استعمال ڪرڻا پوندا آهن: ڪجهہ لفظن جي معنيٰ ساٿ ڏيندي آهي ۽ ڪجهہ ادائيگيءَ جا طريقا مدد ڪندا آهن، تڏهن وڃي مقصد ساب پوندو آهي. ساڳيءَ طرح هر ڪو لکندڙ بہ ائين چاهيندو آهي تہ پڙهندڙ هن جي لکت مان مقصد اهو ئي ڪڍي جيڪو هو چاهي ٿو يا جيڪو هن جي ذهن ۾ آهي. ان ڪري جڏهين مٿين سمورين ڳالهين کي ٻوليءَ جي لکڻ واريءَ صورت ۾ آڻڻو پوندو تڏهن لازمي طرح، انهن ادائيگيءَ جي نمونن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪو اثرائتو قدم کڻڻو پوندو نہ تہ رڳا لفظ تہ اهو مقصد ۽ مراد پڙهندڙ تائين (جنهن جي حالت ان وقت ساڳي ٻڌندڙ جهڙي ئي هوندي آهي) پهچائي ڪين سگهندا. ٻولي جڏهن لکڻ ۾ اچي ٿي، تڏهن اهي ادائيگيءَ جا نمونا ڪن نشانين جي صورت ۾ استعمال ڪرڻا پون ٿا، جن کي "بيهڪ جون نشانيون" يا "دَمن جون نشانيون" چئجي ٿو. هر بيهڪ جي نشاني ڪا نہ ڪا مراد ادا ڪرڻ لاءِ مقرر آهي. لکڻ وقت، جڏهين اهي نشانيون ڪم آڻجن ٿيون. تڏهن ئي لفظ، جملن جي جوڙ جڪ

اندر، پنهنجو اصل مقصد صحيح مواد پڙهندڙ کي ڏين ٿا. ڳالهائڻ وقت انسان کي ڪنهن فقري، يا جملي کان پوءِ ساهه کڻڻو پوندو آهي، ۽ ڪجهه وقت بيهڻو پوندو آهي — ڪٿي ٿورو وقت بيهڻو پوي ٿو — ڪٿي وڌيڪ — بيهڻ جي اندر منزلن کي ڪن خاص نشانين ذريعي لکيت ۾ آڻڻ سان ٻوليءَ جي لکيت ۾ ڳالهائجڻ وارين صورتن ۾ ويجهڙائي ۽ هڪ جهڙائي پيدا ٿئي ٿي. انهن بيهڻ جي نشانين کي، ان ڪري سڏيو ٿي ويو "بيهڪ جون نشانيون." رفتي رفتي ٻوليءَ ۾ بيهڪ جي هر ڪا نشاني گهڻي استعمال ٿيڻ ڪري، "بيهڻ" جي ڪارج ڪانسواءِ، هڪ خاص اثر پيدا ڪرڻ ۽ معنيٰ کي زياده صاف ڪري بيهارڻ ۾ پڻ مدد ڪرڻ لڳي. جهڙيءَ طرح ڪو شخص لڳاتار ويهه پنجويهه منٽ بنا ساهه کڻڻ جي يا بيهڻ جي، ۽ هڪ ئي طرز ۾، مشين وانگر، ڳالهائڻ بيهي رهي، ته اسين ان کي هڪ بي مقصد "بڙ بڙ" سمجهي، خيال ۾ ئي ڪين آڻينداسون، تهڙيءَ طرح لکڻ وقت به جيڪڏهن اهي نشانيون استعمال نه ڪجن، ته اها لکيت فقط لفظن جو ڍير بنجي پوندي، جنهن مان ڪوبه مقصد ۽ معنيٰ نه نڪرندي ۽ اها لکيت " لکي عيسيٰ پڙهي موسيٰ " واري ئي ڪا ڳالهه ٿي پوندي. انهن بيهڪ جي نشانين کي غلط جڳهين تي استعمال ڪرڻ سان هيڪاري اگرا نتيجا ٿا نڪرن. سموريءَ لکيت جي معنيٰ ئي بگڙي ويندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته مرڳو صفا اُبتي معنيٰ نڪري پوندي آهي. ڳالهه ٿا ڪن ته انگليند جي پارليامينٽ ۾ هڪڙو بل پاس ٿيو. اهو بل جڏهن ڇپجي تيار ٿي ويو ته ان ۾ ڪا هڪڙي بيهڪ جي نشاني "ٿورو دم" (ڪاما) - غلط جڳهه تي ڇپجي ويئي. بل جو سچو مقصد ئي اُلٽو ٿي ويو ۽ جيڪڏهن اهو ماڻهن تائين پهچي ها ته بغاغو ٿي پوي ها - ان ڪري، اهو بل ٻيهر ڇپائي ظاهر ڪيو ويو.

اسان جي سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترا لکندڙ انهن نشانين جو بنهه خيال ڪونه ٿا رکن. نتيجو اهو ٿو نڪري، جو اهي ساڳيون چيزون، جيڪي هونديون، انهن نشانين سان بي مثال حسن واريون ٿي پون، انهن نشانين نه هئڻ ڪري يا غلط استعمال ڪري ڪجسيون ۽ بي اثر ٿيو پون. عام طرح ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهيءَ غلطيءَ جو شڪار عام لکندڙ - شاگرد، منشي، اخبار نويس - گهڻي انداز ۾ آهن، پر خود چوٽيءَ جا ڪيترا اديب ۽ ليکڪ به انهيءَ ڏس ۾

بنھ ڪين ٿا سوچين ۽ انھن نشانين جي اھميت کي نظر انداز ڪريو ڇڏين. چڱا چڱا علمي مضمون، افسانا، ڪھاڻيون ۽ شعر، بيھڪ جي نشانين نہ ھئڻ ڪري يا سندن غلط استعمال ھُجڻ ڪري، پنھنجي سموري معنيٰ، افاديت اھميت وڃايو ڇڏين.

جيئن مٿي چيل آھي تہ ٻوليءَ ۾ اھي نشانيون ڪنھن فقري يا جملي کان پوءِ ڪجھہ وقت بيھڻ يا دم پٽڻ جو مقصد رکن ٿيون — سنڌيءَ ۾ بہ انھيءَ اصول کي درسي ۽ وياڪرڻن ۽ گرامرن ۾ – ٿورو دم (،)، اڌ دم (؛)، پورو دم (.)، سوال جي نشاني (؟) ۽ عجب جي نشاني (!) سمجھايون ويندڙيون آھن. انھن وياڪرڻن ۾ انھن نشانين جو فقط اھو ڪارج ٻڌايو ۽ سمجھايو وڃي ٿو جنھن مان ڪجھہ وقت بيھڻ جو مقصد ورتو وڃي. پر ھاڻي انھن مان ھر نشاني "بيھڻ" کانسواءِ ٻيا بہ ڪي مطلب پورا ڪري ٿي، ۽ انھن نشانين کانسواءِ، ھاڻي، ٻيون بہ ڪي نشانيون ڪم اچڻ لڳيون آھن، جن جو استعمال ٿورو مُنجھائيندڙ ۽ پيچيدو آھي. دراصل اھا بہ حقيقت آھي تہ انھن نشانين جي ڪنھن خاص استعمال جي مقرر ھُجڻ جي دعويٰ بہ نٿي ڪري سگھجي - پر گھڻي تجربي کان پوءِ، ايترو سو نھايت ٻروسي سان چئي سگھجي ٿو تہ ڪھڙين حالتن ۾ سندن استعمال غلط ٿو ٿئي.

ٻوليءَ جي ماھرن انھن سمورين نشانين کي ٽن قسمن ۾ ورھايو آھي - پھريون، ابتدائي؛ ٻيون، ثانوي؛ ٽيون، ٽيون يا مرڪب نشانيون. ھر ھڪ قسم ۾ ھيٺينءَ ترتيب موجب نشانيون اچي وڃن ٿيون.

**1. ابتدائي:**

- (1) ٿورو دم، Comma
- (2) اڌ دم؛ Semi Colon
- (3) دم: Colon
- (4) پورو دم. Period

**2. ثانوي:**

- (1) ليڪ_ Dash
- (2) ڳنڍيندڙ ليڪ - Hyphen
- (3) ڏنگيون () Brackets

(4) سوالي نشاني ؟ Question Mark

(5) عجب جي نشاني ! Exclamation mark

يا ندا جي نشاني

(6) (يڪوئيون) واڪ جون نشانيون '' Single inverted commas

(7) ٻٽيون واڪ جون نشانيون "" Double inverted commas

**3. ٻٽيون يا مرڪب:**

(1) ٻڙي ٻڙي ٻڙي... Hiatus

(2) ٻه ٻڙيون ليڪ:_ Pointer

(3) ڏنگين ۾ سوال جي نشاني (؟) Bracketed Question mark

(4) ڏنگين ۾ عجب جي نشاني (!) Bracketed sign of Exclamation

انهن نشانين کي سمجهڻ لاءِ هر هڪ جي استعمال ۾ استعمال جي جڳهه جو خيال رکڻو آهي. هيٺ، ترتيب وار هر هڪ کي مختصر طور بيان ڪجي ٿو.

**ابتدائي نشانيون**

گهڻو ڪري، عام لکندڙ کي گهٽي ۾ گهٽي تڪليف ابتدائي نشانين جي استعمال ڪرڻ وقت ٿئي ٿي. ابتدائي چار نشانيون: ٿورو دم، اڌ دم، دم ۽ پورو دم ئي جملن جي جوڙجڪ ۾ گهٽي ۾ گهڻو استعمال ٿين ٿيون ۽ جملن کي پنهنجي معنيٰ صاف ڪري بيهارڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. انهن نشانين جي استعمال ۾ احتياط رکڻ لازمي آهي.

**ٿورو دم (،)**

بيهڪ جي نشانين ۾ ٿوري دم جو استعمال سڀ کان وڌيڪ ٿئي ٿو. جملن کي لکڻ وقت، هڪٻئي کان الڳ ڪري بيهارڻ ۾، ٿورا دم گهڻي مدد ڏين ٿا. خاص ڪري جملي جي جدا جدا حصن کي هڪٻئي سان ڳنڍڻ وقت، سندن اهميت کي قائم رکڻ ۾ ٿورو دم ڏاڍو ڪارائتو آهي. ٿوري دم جي ڪتب آڻڻ لاءِ ٻه خاص قانون خيال ۾ رکڻ گهرجن: **پهريون**، ٿورو دم اُتي ڪتب آڻڻ گهرجي، جتي ٻي ڪابه نشاني ڪم نه اچي سگهي ۽ جتي ٿوري دم ڪانسواءِ معنيٰ پوري صاف يا اثرائتي حاصل ٿي نه سگهي؛ **ٻيو** ٿورو دم اُتي ڪتب آڻڻ گهرجي، جتي هوند ڳالهائڻ وقت ٿورو بيهڻو پوي، اهي ٻئي قاعدا هڪٻئي سان لاڳاپيدار آهن. ٿوري دم کان ڪم وٺڻ وقت، ٻنهي

قاعدن کي هڪ ئي وقت خيال ۾ رکڻ گهرجي. هيٺئين مثال ۾ مجموعي طرح ٿوري دم جو استعمال مٿين قاعدن تي ٻڌل آهي: سچ پچ تہ ريڊيو ٻوليءَ جي مختلف اُچارن ۽ صورتن، ۽ سيپيتا جي مختلف پهلوئن ۾ هم آهنگي، هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ڪرڻ جو ڪارائتو وسيلو آهي.

جڏهن بہ يا ٽي جملا "۽" حرف جملي سان ڳنڍيا آهن، تڏهن "۽" جي اڳيان ٿورو دم اڪثر ڏنو ويندو آهي. ان لاءِ فقط هڪ ڳالهہ خيال ۾ رکڻ جوڳي آهي تہ جتي ڳنڍجڻ وارن جملن جو مقصد ۽ خيال هڪٻئي کان مختلف هُجي، تہ بلاشڪ ٿورو دم استعمال ڪجي: پر جتي ٻوبون جملو فقط اڳئين جملي جو هڪ وڌاءُ هُجي، اُتي "۽" جي اڳيان ٿورو دم ڏيڻ فضول ۽ غير ضروري آهي. مثال طور هيٺين جملن ۾ ٿورو دم ڏيڻ نہ گهرجي:

- آءٌ حيدرآباد ويندس ۽ جلد ئي موٽندس.
- ڪلهہ شام هو آيو ۽ ڪتاب کڻي ويو.

پر، جتي پهرئين جملي لکڻ کان پوءِ ڪجهہ بيهي، ايندڙ خيال کي وضاحت ڏيڻي هجي، اُتي ٿورو دم ضرور استعمال ڪرڻ گهرجي. مثال طور :

- هن دڪاندار کي ڏهہ رُپيا ڏنا، ۽ پاڪستان ۾ مهانگائيءَ جو ماتم ڪندو هليو ويو.

هن جملي ۾ "۽" جي اڳيان ٿورو دم ڏيڻ مان مقصد آهي ايندڙ خيال جي وضاحت ۽ نرالائي ظاهر ڪرڻ. انهيءَ ٿوري دم جي ڪري، پوئين جملي ۾ اثر ڪيترو تہ گهرو ٿيو وڃي!

جڏهن بہ جملا ڪنهن حرف سان ڳنڍيا هُجن، تڏهن ڏسجي تہ جملن جو خيال ڪهڙي قسم جو آهي. جيڪڏهن خيال ساڳئي رُخ ۽ نوعيت جو هُجي، تہ اُتي ٿورو دم نہ ڏيڻ گهرجي: پر جيڪڏهن خيال جو رُخ مٽيل هجي ۽ نوعيت بدليل هجي، تہ ٿورو دم ضرور ڏيڻ گهرجي.

- هو حيدرآباد ويو ۽ نمائش ڏسي موٽي آيو.

هن جملي ۾ ڏسڻ ۾ ايندو تہ خيال جو رُخ سڌو سنئون آهي، انهيءَ ڪري ٿورو دم ڏيڻ فضول آهي: پر جيڪڏهن جملو هيئن هجي:

- هو حيدرآباد ويو ۽ موٽر جي حادثي ۾ اچي مري ويو-

تڏهن، چاڪاڻ تہ هن جملي ۾ خيال جو رُخ اوچتو مٽجي ٿو وڃي - خيال جي نوعيت ۽ رُخ ۾ تبديلي اچي وئي - ان ڪري ان ۾ ٿورو دم ڏيڻ لازمي آهي.

جڏهن جملي ۾ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ صفتون ڪم آڻيون هجن، تڏهن هر صفت جي پويان ٿورو دم ڏيڻ لازمي آهي- پر آخري صفت ۽ ان جي پويان ايندڙ اسم جي وچ ۾ ٿورو دم بلڪل نه ڏيڻ گهرجي. مثال:

•غلام محمد هڪ گدلو بدفضيلت، چيڙاڪ ماڻهو آهي.

جڏهن به صفتون "۽" حرف جملي سان ڳنڍيٽيون هجن، ته انهن جي وچ ۾ ٿورو دم ڪم نه آڻڻ گهرجي. مثال :

•غلام محمد هڪ گدلو ۽ بدفضيلت ماڻهو آهي.

جڏهن جملو ڪنهن لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ يا ظرفي فقري سان شروع ٿئي، ته انهيءَ لفظ يا فقري کي اصل جملي کان جدا ڪري بيهارڻ لاءِ، ان جي پويان ٿورو دم ڏيڻ گهرجي. مثال :

•اڄ کان پوءِ، هو ڪڏهن به دير سان نه ايندو.

•هن دفعي به، منهنجو اچڻ بيڪار ثابت ٿيو.

ڪن جملن جي جوڙجڪ، صفاتي ۽ مداري جملن ۽ فقرن جي استعمال جي ڪري، پيچيدي ٿي پوندي آهي. اهڙن جملن کي ٿوري دم جي استعمال جي مدد سان صاف ۽ واضح ڪري بيهاري سگهجي ٿو. هيٺئين جملي ۾ ٿوري دَم جي ڏسو ته ڪيتري نه ضرورت آهي! مثال:

•اديب لکن ٿا پر انهن جي اُمنگن جي اظهار جا ذريعا جن به صاحبن اسان کي مُيسر ڪري ڏنا آهن تن جا اسان آڀاري آهيون.

هن جملي ۾ ٿوري دم جي استعمال نه هُئڻ ڪري، معنيٰ صاف نه ٿي بيهي - معنيٰ اخذ ڪرڻ ۾ مشڪلات ٿئي ٿي. پر انهيءَ ۾ هيٺيئن طريقي سان ٿورن دمن جي ڪتب آڻڻ ڪري، معنيٰ هڪدم صاف ٿي بيهي ٿي. مثال:

•اديب لکن ٿا، پر انهن جي اُمنگن جي اظهار جا ذريعا، جن به صاحبن، اسان کي مُيسر ڪري ڏنا آهن، تن جا به اسان آڀاري آهيون.

هن جملي ۾ جملي جو مکيه ۽ اقراري جملو "اديب لکن ٿا" آهي- ان کان پوءِ لکڻ واري جو ذهن يا خيال هڪ موڙ کائي ٿو. ان ڪري ٿورو دم ضروري ٿيو ٿو پوي. اڳتي هلي، "ذريعا" کان پوءِ ٿورو دم انهيءَ ڪري استعمال ٿيو جو انهيءَ ايندڙ جملي ۾ فاعل کان اڳ مفعول آيل آهي - انهيءَ جملي ۾

فاعل آهي "جن بہ صاحبن"، جو هونئن اڳيان اچڻ گهرجي ها، پر هن جملي جي ترڪيب ۾، انهيءَ کي اجا بہ وڌيڪ خيالن کي ظاهر ڪرڻ جي مقصد سان، جملي جي مفعول "انهن جي امنگن جي اظهار جا ذريعا" کان پوءِ ٿو اچڻو پويو. ان ڪري فاعل کي مفعول کان الڳ ۽ نمايان ڪري بيهارڻ لاءِ، "ذريعا" جي پويان ٿورو دم ڏنو ويو. ۽ وري ضمير جواب موصول "تن" جي اڳيان بہ ڏنو ويو آهي ـ اهو ان ڪري جو اڳيان آيل ضمير موصول "جن" پنهنجي جواب موصول "تن" کان بنهہ الڳ ڪري، پري بيهاريو ويو آهي.

مٿئين مثال مان اها مراد آهي تہ ٿوري دم جي استعمال ۾ احتياط جي گهڻي ضرورت آهي ـ خاص ڪري جڏهن ڪو جملو گهڻن مداري جملن ۽ فقرن سان پريل هُجي. اهي مرتب ۽ مداري جملا ڪڏهن اصل يا اقراري جملي جي ختم ٿيڻ کان پوءِ شروع ٿين ٿا، يا فاعل جي اچڻ کان هڪدم پوءِ اچن ٿا، انهن کي جدا ۽ واضح ڪري بيهارڻ لاءِ ٿورو دم ڪم آڻڻ گهرجي. اهي مداري جملا صفاتي هجن ظرفي هجن، يا اسمي هجن ـ انهن کي ٿوري دم جي ڪم آڻڻ سان وڌيڪ واضح ۽ صاف بيهارڻ ۾ مدد ملي ٿي.

جڏهن ڪنهن جملي ۾ هڪ ئي فعل جا فاعل گهڻا هجن، تڏهن انهن فاعلن کي بہ ٿورن دمن سان الڳ ڪري بيهارڻ گهرجي. مثال:

● مهراڻ ۾ افسانا، مضمون، گيت ۽ غزل چڱي پائي جا ٿا ڇپجن.

هن جملي ۾ فاعل هڪ کان وڌيڪ آهن، انهيءَ ڪري ٿوري دم جي ڪم آڻڻ سان انهن کي جدا جدا ڪري بيهاريو ويو آهي.

ٿوري دم جا مٿي ڄڻايل استعمال جملن کي زينت ٿا بخشين ۽ معنيٰ کي صاف ۽ واضح ڪري بيهارين ٿا. اهي سمورا اصول هڪ ئي جملي ۾ گهڻو ڪري ڪم اچي ويا آهن مثال:

● هڪوار، ڪو انسان جي شاهہ پڙهي ڏسي، ۽ سچل، سامي، دلپت، بيڪس، بيدل، روحل، سانگي، خاڪي، ۽ بيوس کي پڙهي ڏسي، تہ ڪپاٽ کلي وڃنس، ۽ کيس انيو ٿئي تہ اسان جو ادبي ورثو هندوستان جي ڪنهن بہ ٻيءَ ٻوليءَ جي ادبي ورثي کان، ڪنهن بہ ريت، گهٽ نہ آهي.

اڌ دم (؛)

ٿوري دم کان ڪجهہ زور پري بيهڪ جي نشاني آهي " اڌ دم".
جڏهن لکڻ وقت هڪ کان وڌيڪ جملا لکڻا پوندا آهن، تڏهن انهن مان ڪي نہ مداري جملا هوندا آهن، نہ ڪي خود اصل جملي جهڙا ٿي زور پريا ۽ الڳ خيال رکندڙ جملا هوندا آهن. اهڙن زور پرين ۽ الڳ خيال رکندڙ جملن کي جدا ڪري بيهارڻ لاءِ اڌ دم استعمال ڪرڻ گهرجي. جڏهن بہ بنيادي جملي جي جوڙجڪ ۾، ڪو ثانوي جملو هجي تہ ساڳي ئي خيال ماتحت چيل، پر خود انهيءَ ثانوي جملي جي جوڙجڪ جيڪڏهن اهڙي هجي، جو الڳ ۽ جدا جملو ٿي پڻ بيهي سگهي، تہ اتي ٿوري دم کان ڪجهہ طاقت پري نشاني - اڌ دم - جي ضرورت آهي مثال:

- انقلاب سان اها جذباتي وابستگي قابل قدر نہ آهي؛ پر سماجي زندگيءَ جي عڪاسيءَ لاءِ رڳو جذبو بہ ڪافي نہ آهي.
- محبت جو طوفان بہ طوفان آهي؛ مگر ان جو اندازو بي انداز آهي

مٿين مثالن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ انهن جملن ۾ خيال تہ ساڳيو آهي، پر حرف جملن سان ڳنڍيل جملن جو رخ اڳين جملن کان گهٽو مٽيل آهي، ۽ اهي پنهنجي الڳ جاءِ وٺيو بيٺا آهن. انهيءَ ڪري، انهن ۾ ٿوري دم جي بدران اڌ دم ڪم آندو ويو آهي.

جڏهن جملي ۾ ڪي مختلف خيال ترتيب وار جملن يا فقرن جي صورت ۾ اچن، يعني جڏهن ڪنهن بنيادي جملي جي تفصيل طور پيا ڪي ثانوي جملا يا فقرا ترتيب سان اچن، تڏهن انهن کي اڌ دم سان ڳنڍڻ گهرجي مثال:

- اڄ ڪلهہ اسان جي ٻوليءَ جا مکيہ مسئلا هي آهن: ٻوليءَ ۾ هندي، عربي ۽ فارسيءَ جي اڻ سهائيندڙ لفظن جو استعمال؛ ٻوليءَ جي صورتخطيءَ ۾ مرڪزيت آڻڻ جي ضرورت؛ ٻوليءَ جي لپيءَ جو مسئلو؛ ۽ ڌارين لفظن ۽ محاورن کي سنڌي رنگ ۾ رنگڻ.

هن مثال ۾، اسان کي اڳئين جملي جي تفصيل ۾ ڪي جملا لکڻا آهن؛ انهيءَ ڪري انهن کي اڌ دم جي ذريعي الڳ ڪري بيهارڻ گهرجي. ڪڏهن تہ انهيءَ تفصيل کي فهرست جي نموني ۾ نمبر وار بيهارڻو پوندو آهي. ان حالت ۾ بہ اڌ دم جي استعمال جي ضرورت آهي، مثال:

- اسان جي هن نظام ۾ ٽي بنيادي خاميون آهن:
- دولت جي غلط ورهاست؛
- انسانن جي طبقاتي ورڇ؛ ۽
- مذهب جي انڌي تقليد.

هن مثالي جملي ۾ اسان کي "خامين" جي تفصيل لاءِ نمبر وار ٽي فقرا ڏيڻا پيا. انهيءَ ڪري انهن کي هڪ ٿي جملي جا جزا ڪري رکڻ لاءِ اڌ دم ڪم آڻڻو پيوسون.

اڌ دم اڄ ڪلهه تمام گهٽ استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان جو سبب رڳو اهو آهي ته خود انهن هنڌن تي، جتي اڌ دم جو استعمال ٿيڻ گهرجي، اتي ٿوري دم کي استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان مان ٻه ڳالهيون نتيجي طور ظاهر ٿين ٿيون: اڌ دم جي اهميت گهٽجيو وڃي، ۽ ٻيو ٿوري دم جو استعمال وڌيڪ پيچيدو ٿيو پوي. انهيءَ مونجهاري کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته جتي اڌ دم جي استعمال جو موقعو هجي، اتي اڌ دم کان ڪم وٺڻ گهرجي

**دم (:)**

اڌ دم کان پوءِ وڌيڪ زور پري نشاني "دم" آهي. پوري دم کان ڪجهه گهٽ زور اٿس. اصل هيءَ نشاني پنيان ايندڙ ڪنهن تفصيل يا وضاحت جي ڪري ڏني ويندي هُئي، پر گهٽي استعمال جي ڪري انهيءَ مان ٻيا به ڪارج ملڻ لڳا. جيئن ته دم، پوري دم کان ٻئي نمبر تي طاقت پري بيهڪ آهي، ان ڪري دم اتي استعمال ڪجي، جتي خيال ته ساڳيو ڪم آيل هجي، پر هر جملو پنهنجي جاءِ تي مڪمل هجي ۽ منجهس الڳ ٿي بيهڻ جي صلاحيت هُجي. خيال جي هڪجهڙائيءَ جي پيش نظر، دم جي استعمال سان جملن جي لاڳاپي ظاهر ٿيڻ سان گڏ، انهن ۾ زور ۽ وضاحت پيدا ٿئي ٿي. هيٺئين مثال ۾ ٻن هنڌن دم ڪم آيل آهي — ڏسبو ته انهن جي استعمال جي ڪري خيال جي پيچيدگي گهٽ ٿيو پوي، ۽ جملو مجموعي طرح زورائتو به ٿيو پوي. مثال:

- اوائلي سنسڪرت بدلجي، وچولي درجي واريءَ سنسڪرت ۽ پوءِ آخرين قسم جي سنسڪرت جو رُوپ اختيار ڪيو: ان کان پوءِ، پراڪرت جي مختلف قسمن مان هڪ قسم يعني اپڀرنش پراڪرت جي بگڙيل صورت، جنهن کي وراچڊ چيو وڃي ٿو وجود

۾ آئي: وراچڊ ۾ وڏيڪ جو بگاڙو ۽ ڦيرو آيو تنهن، اٽڪل يارهين صديءَ عيسويءَ ۾، اسان جي موجوده سنڌيءَ کي جنم ڏنو.

دم استعمال تڏهن ڪبو آهي، جڏهن جملا تمام وڏا هوندا آهن ۽ ڪيترن ئي مداري جملن جي ذريعي ڳنڍيل ۽ ڳُتيل هوندا آهن. ڪنهن پيچيدي خيال کي بيان ڪرڻ ۾ لازمي طرح ڊگها جملا ڪم آڻڻا پوندا آهن: انهن کي صاف ۽ واضح ڪري بيهارڻ ۾ دم گهڻي مدد ڏئي ٿو.

دم جو ٻيو مکيہ استعمال گفتگو کي ظاهر ڪرڻ وقت ايندو آهي؛ يا جڏهن جملي ۾ پوئيان ڪو تفصيل يا وضاحت ظاهر ڪرڻي پوندي آهي، تڏهن بہ دم ڪم آڻبو آهي مثال:

- هن چيو: "منهنجي زندگيءَ جي آخري آرزو بہ زماني جي بيدرديءَ جي نذر ٿي ويئي!"
- هو سوچي رهيو هو: "ڇا منهنجي لاءِ زندگيءَ جي جهولي ايڏي خالي ٿي چڪي آهي، جو مون کي ڪجهہ بہ نٿو ملي!"
- پوليس لاءِ، ڪامورن لاءِ، ڪارخاني وارن لاءِ - بس وٽس اهو ئي هڪڙو جملو هو: "ڪُتي جا ڦر."

مٿين جملن سان پهرين جملي ۾ دم انهيءَ ڪري ڪم آيو آهي، جو پوئيان گفتگو ظاهر ڪرڻي آهي. ٻئي جملي ۾ بہ "سوچڻ" جي وضاحت ظاهر ڪرڻ لاءِ دم ڪم آيو آهي. ٽئين جملي ۾ "جملي" جي وضاحت ڪرڻ لاءِ دم ڏيئي، پوءِ چيل فقرو آندو ويو.

ڊگهن جملن کي الڳ ڪري بيهارڻ ۽ ڪنهن فعل جي وضاحت ڪرڻ لاءِ دم جو استعمال ضروري آهي. انهيءَ ڪري نہ رڳو جملو پڙهڻ وقت سهنجو ٿي پوي ٿو بلڪ ان جي معنيٰ بہ صاف ٿي بيهي ٿي.

**<u>پورو دم</u> (.)**

سيني نشانين کان سولي نشاني آهي "پورو دم"، جنهن ۾ ڪو بہ مونجهارو نہ آهي. جتي جملو ختم ٿئي ٿو اتي پورو دم ڏنو ويندو آهي. جملي مان مقصد آهي تہ جڏهن بہ ڪو خيال مڪمل طرح سان لفظن ۾ لکجي، تہ خيال جي مڪمل ٿيڻ تي، ان جملي جي پڇاڙيءَ ۾ پورو دم ڏنو وڃي ٿو مثال:

•سنڌ کي ڪوبہ ختم نٿو ڪري سگهي.
•سنڌي ٻولي هڪ مڪمل ٻولي آهي.

مٿين جملي مان هر هڪ ۾ هڪ خيال مڪمل ٿئي ٿو خيال جي انهيءَ تڪميل جي ڪري ان کي پورو دم ڏيئي، جملي کي بند ڪيو وڃي ٿو.

جڏهن ڪنهن وڏي لفظ کي مخفف صورت ۾ لکبو آهي، تڏهن ان جي پوبان بہ پورو دم ڏيئي ڇڏبو آهي. مثال طور "سنڌي ادبي بورڊ" کي اسين مخفف طور لکنداسون "س. ا. ب"؛ "هيڊ ماسٽر" کي عام طرح لکيو ويندو آهي "هہ. م". گهڻا لکندڙ مخفف کان پوءِ ليڪ (ڊئش) ڏيندا آهن. پر ليڪ جو اهو استعمال غلط آهي. ليڪ جا پنهنجا ٻيا ڪَارج آهن، جي اڳيان پيش ڪيا ويندا.

پوري دم جي وضاحت کان پوءِ، لازمي آهي تہ پئرا جي مراد بہ سمجهجي. "پئرا" جو مطلب آهي لکڻ جو نئون سلسلو شروع ڪرڻ. اسان ڏٺو تہ جڏهن جملي ۾ خيال جي تڪميل ٿئي ٿي، تہ پورو دم ڏجي ٿو. پر جيڪڏهن ڪو خيال هڪ کان وڌيڪ جملن کان پوءِ پورو ٿئي، ۽ ان کان پوءِ وري نئون هڪ خيال هڪ کان وڌيڪ جملن ۾ ايندڙ شروع ڪرڻو هجي، تہ انهن ٻن خيالن کي جدا ڪيئن ڪجي؟ ان لاءِ طريقو "پئرا" ڏيڻ جو آهي؛ يعني جتي پهريون خيال ختم ٿئي، اتي پورو دم ڏيئي، اها سٽ ئي ڇڏي، وري نئين سٽ شروع ڪجي. نئين سٽ شروع ڪرڻ ۾ بہ، ٻن ٽن لفظن جيتري جاءِ ڇڏي، پوءِ لکڻ شروع ڪجي. هن مضمون ۾ اوهان کي مختلف پئرائون نظر اينديون ـ اهي بہ انهيءَ اصول ماتحت ڏنيون ويون آهن. جتي ڪو نئون خيال شروع ٿيو آهي، اتي نئين پئرا شروع ڪئي وئي آهي.

پئرائن استعمال ڪرڻ سان لکيت ۾ زور ۽ وضاحت اچي ٿي وڃي. خاص طرح سان جڏهن لکندڙ کي ڪنهن خاص نُڪتي ڏانهن پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪائڻو هجي، تہ پئرا ذريعي ئي اهو مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو. پڙهندڙ جي اها نفسيات هوندي آهي تہ جيڪڏهن مضمون يا لکيت جو ڪو ٽڪرو دلچسپ نہ هوندو آهي، تہ ڪڪ ٿي پوندو آهي؛ پر جڏهن پئرا نئين شروع ٿيندي آهي، تڏهن وري هن جي پڙهڻ کي ٽيڪ اچي ويندي آهي ـ انهيءَ خيال ماتحت تہ متان انهيءَ پئرا ۾ لکندڙ ڪا دلچسپ ڳالهہ ڪئي

هجي. ان هوندي بہ اهو ڌيان لازمي طرح رکڻ گهرجي تہ پئرائون هرو ڀرو گهٽيون نہ ڪجن، نہ تہ مضمون ڊگهو ۽ خيالن جو سلسلو بي جوڙتي پوندو.

## ثانوي نشانيون

ابتدائي نشانين جي بحث کان پوءِ، ثانوي نشانين جو بحث آسان ٿيو پوي، ڇاڪاڻ تہ ابتدائي نشانيون ئي گهٽي ۾ گهٽ استعمال هيٺ اچن ٿيون ـ ۽ اهي ئي مکيہ نشانيون آهن، جي جملي جي مفهوم کي صاف ۽ واضح ڪري بيهارڻ ۾ بنيادي ڪم ڪن ٿيون. ثانوي نشانيون ابتدائي نشانين کي، خيال جي وضاحت ۽ اهميت ظاهر ڪرڻ ۾، مددگار ٿين ٿيون.

### ليڪ (ـ)

ثانوي نشانين ۾ سڀ کان اهم نشاني آهي " ليڪ ". خيال جي وضاحت ۾ ليڪ تمام وڏو ڪم ڏيئي سگهي ٿي. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ليڪ استعمال ڪئي ويندي آهي، پر حقيقت ۾ جيڪڏهن ليڪ کان ڪم ورتو وڃي، تہ جملن جي بيهڪ جي سونهن ڀيڻي ٿي وڃي ٿي، ۽ خيالن جي اهميت جو اندازو بہ وڌي وڃي ٿو.

ليڪ جو پهريون مکيہ استعمال آهي ٿوري دم جي بدران ان جو استعمال. رواجي طرح جڏهن جملي ۾ خيال جي رُخ ۾ ٿورو موڙ ايندو آهي، تہ اتي ٿورو دم ڏبو آهي، پر جيڪڏهن انهيءَ موڙ کي ٿورو نمايان ڪرڻو هجي ۽ زور ڏيڻو هجي، تہ ليڪ ڪم آڻجي مثال:

- هو رائوڙ لڳو پيو هو ـ ٽنگون ڇڙ تہ ٽنبا، ٻانهون وڏيون ۽ وار ٿلها.

مٿئين مثال ۾، جيڪڏهن "پيو هو" فعل جي پٺيان ٿورو دم ڏجي ها، تہ بہ مقصد نڪري ها، پر ليڪ اچڻ سان پويان ايندڙ خيال ۾ هڪ وزن پيدا ٿي پيو آهي ۽ اڳين خيال کي ڪافي پراءُ ملي پيو آهي. خيال جي موڙ کي نمايان ڪرڻ لاءِ منهنجي خيال ۾ ٿوري دم کان ليڪ وڌيڪ ڪارائتي آهي. مثال:

- اهو سوال پنهنجي پاڻ کان پڇنديءَ هن کي ڇڙ تہ ڪو صدمو رسيو ـ ۽ هو ائين سمجهڻ لڳو تہ هن جو اهو ويچار بہ هڪ گناهہ کان گهٽ نہ هو!

جملي ۾ خيال کي وضاحت ۽ پيراءِ ڏيڻ لاءِ, ليڪ جو استعمال تڏهن موزون آهي، جڏهن پڙهندڙ کي خيال جي انهن ساڳين منزلن جو سير ڪرائڻو هجي، جتي خود لکندڙ پهتو هجي.

پڙهندڙ جي خيالن جي رواني ۾ اهوئي موڙ پيدا ڪرڻ لاءِ ـ جيڪو خود لکندڙ چاهي ٿو ـ ليڪ وڏو ڪم ڪري ٿي. مثال:

●هن پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون ـ جيئن آس پاس کي ڏسي، وري نه هن جو ذهن ڀٽڪڻ لڳي!

مٿين جملي ۾ "اکين بند ڪري ڇڏڻ" جي تصور کان ڪجهه هٽي، لکندڙ پنهنجي پڙهندڙ کي ڪنهن اوچتي خيال ڏانهن, جنهن جو هن کي روايتي طرح وهم گمان به نه هجي, ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ليڪ استعمال ڪري ٿو. انهيءَ ليڪ جي استعمال سان پڙهندڙ جي ذهن کي اوچتو ڌڪ اچي ٿي ۽ هو لکندڙ جي خيال جي گهرائيءَ ڏانهن پنهنجي ڌيان کي مٽي ٿو مثال:

●مگر هوءَ اڄ نئين رنگ ۾ هئي ـ سماج جو هڪ بدنما داغ هئي!

ليڪ جو استعمال ڪنهن لفظ يا خيال جي سمجهاڻيءَ لاءِ ڏاڍو ڪارگر آهي. جڏهن به جملي ۾ ڪنهن لفظ يا فقري جي تشريح يا سمجهاڻي ڪرڻي هوندي آهي، تڏهن انهيءَ سمجهاڻي واري جملي جي اڳيان ۽ پويان ليڪ ڏبي آهي. ساڳيءَ طرح جڏهن ڪو جملو ڪنهن اڳيان آيل لفظ يا فقري جي صفت طور ڪم ايندو آهي، تڏهن به ان جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ ۾ ليڪ ڏبي آهي. انهيءَ استعمال سان ليڪ به ساڳيو ڏنگين وارو ڪم ڏيئي ٿي ـ پر، ڏنگين ۽ ليڪ جي انهيءَ استعمال ۾ به ڪافي فرق آهي، جو هن استعمال سمجهائڻ کان پوءِ بيان ڪبو مثال:

●گذري ويل زمانو ـ رَنگين زمانو جوانيءَ جو زمانو مستيءَ ڀريو زمانو ـ جنهن ۾ ڪيف ۽ سرور هو!

مٿئين مثال جملي ۾ "گذري ويل زماني" جي صفت ۽ تشريح طور جيڪي لفظ آيا آهن انهن جي اڳيان ۽ پويان ليڪ ڏنل آهي اهي هئي ليڪون انهيءَ گذربل زماني جي صفت طور ايندڙ خيال کي ظاهر ۽ نمايان ڪري پيهارڻ لاءِ ڪم آيل آهن. ايترو خيال رکڻ ضروري آهي ته اتي ليڪون به ڏيڻيون پونديون: هڪ اڳيان ۽ ٻي پويان. جيڪڏهن اهي به ليڪون ڪم نه آڻيون ته جملي جو مفهوم ئي ڦري ويندو. جيڪڏهن هن جملي ۾

پوئين ليڪ جي بدران ٽوروڊم ڏجي ته مطلب جي ستياناس ٿي ويندي صفت جي بدران ان جو مطلب اهو ٿيندو ته گنديل زماني جو مذاق اُڏائڻ ۾ ان تي دانسته ٽوڪ ڪرڻ لاءِ ان جي تعريف ڪئي ويئي آهي. ليڪ جو اهو به هڪ استعمال آهي ـ جڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻي هوندي آهي ته انهيءَ صفاتي فقري جي اڳيان ليڪ ڏئي ڇڏبي آهي جنهن جي ذريعي ٽوڪ ۾ طنز ڪرڻ جو مقصد هوندو آهي ان ڪري اهو لازمي آهي ته جتي به سمجهاڻيءَ جو جملو يا صفاتي جملو يا فقرو ڪم آڻجو هجي ته ان جي اڳيان ۾ پويان ليڪ ڏجي هيٺئين مثال ۾ هڪ ئي خيال جي تشريح ۾ سمجهاڻيءَ لاءِ ٽي خيال ڏنا ويا آهن انهيءَ ڪري انهن کي ليڪن جي وچ ۾ ڏنو ويو آهي مثال:

•هن کي اها رات، جا سندس گناهن وانگر ڪاري هئي، ياد اچڻ لڳي ـ جنهن رات هوءَ پنهنجي مائٽن کي خير باد چئي، هن سان وڃڻ لاءِ نڪري آئي هئي ـ جنهن رات هن دنيا کي ڇڏيو پر هو دنيا کي ڇهتي پيو ـ جنهن رات هن سماج جي ڪا پرواهه نه ڪئي، مگر سماج ڪان ڏجي ويو.

مٿي چيو ويو آهي ته هن استعمال ۾ ليڪون ساڳيو ڏنگين وارو ڪم ڏين ٿيون. ڏنگيون به ڪنهن لفظ يا خيال جي تشريح ۾ سمجهاڻيءَ طور استعمال ڪبيون آهن: پر فرق رڳو اهو هوندو آهي ته خيال جي سلسلي ۾ ليڪن جي اندر بيهاريل جملو خيال جي مضبوطيءَ ۾ اهميت سان اهڙيءَ طرح ڳنڍيل هوندو آهي، جو ان کي ٽوڙي نه سگهبو ۽ نه ئي انهيءَ سمجهاڻي ڏيندڙ يا صفاتي جملي کي نظر انداز ڪري سگهبو. جيڪڏهن نظر انداز ڪبو ته جملي جو خيال ئي فوت ٿي ويندو. پر ڏنگين جي حالت ۾ ائين نه آهي. ڏنگين ۾ جيڪو جملو يا فقرو ڏنو ويندو آهي، اهو هوندو ته سمجهاڻيءَ طور ئي آهي، پر ان کي جيڪڏهن نظر انداز ڪري ڇڏبو ته خيال جي سلسلي کي نقصان نه پوندو. ڏنگين ۾ ايندڙ لفظ، فقري يا جملي جي اهميت ايتري اڻ لکي هوندي آهي، جو جيڪڏهن انهيءَ کي پڙهڻ وقت ڇڏي وڃجي، ته خيال جون سلسلي وار ڪڙيون نه ٽٽنديون. ڏنگين ۾ اهڙي ئي معمولي سمجهاڻي ڏني ويندي آهي، جو ان مان جملي کي تقويت ملندي ته سهي، پر ان جي نه هئڻ ڪري ڪو نقصان نه ٿيندو مثال:

• انهيءَ سال ـ جنهن سال ملڪ ۾ ڏڪر پيو هو ـ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد تيز ٿي ويئي.

• انهيءَ سال (شايد اهو سال 1943ع هو) ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد تيز ٿي وئي.

مٿين ٻن مثالن مان پهرئين مثال ۾ سمجهاڻيءَ جي جملي کي ليڪن جي وچ ۾ رکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ جملي جو اصل خيال سان ڪافي گهرو ۽ واضح تعلق آهي. جنهن کي ربطي نشو سگهجي. پر ٻئي مثال ۾ - جتي ڏنگيون ڪم آندل آهن — ڏنگين ۾ بيٺل جملو جيڪڏهن نظر انداز ڪجي. ته جملي کي ڪو خاص نقصان ڪونه پهچندو.

جيڪڏهن جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ فاعلي لفظ يا فقرا ايندا آهن. تڏهن خيال کي صاف ڪري بيهارڻ لاءِ ليڪ ڪم آڻبي آهي مثال:

• سائنس جا ڪرشما هجن. يا علم ادب جا ذخيرا هجن. بت تراشيءَ جا بهترين نمونا هجن يا موسيقي جا رقت انگيز سُرَ هجن ـ مڙئي انسان جي عظمت جو دليل پيش ڪن ٿا.

جڏهن جملي جي شروع ۾ ليڪ ڏني ويندي آهي. تڏهن مقصد اهو هوندو آهي ته ڪو نئون خيال پيش ڪرڻو آهي. ڪڏهن ته وري ڪو جملو لکي، ڪنهن مڪمل نشانيءَ سان ان کي بند ڪري. پويان وري به ليڪ ڏيئي خيال جو سلسلو قائم رکبو آهي. ان سان جملي ۾ نه رڳو زور پيدا ٿئي ٿو بلڪ خيال ۾ هڪ قسم جي نواڻ يا ندرت اچي وڃي ٿي مثال:

ادا. اڪرن تي ڪلجو نه! ڏنگا ڦڏا آهن ته ڇا! ـ پوءِ به سنڌياڻي آهيان؛ سنڌيءَ لکيا اٿم. ويندي ٽپال جي ائڊريس تائين!

ڏسو ته انهيءَ ٻئي نمبر جي نشانيءَ کان پوءِ ليڪ خيال ۾ ڪيڏي نه گهرائي، معنويت ۽ ندرت پيدا ڪري ڇڏي آهي! ساڳيءَ طرح سان جڏهن جملي جي بلڪل شروع ۾ ليڪ ڏني ويندي آهي. تڏهن مقصد رڳو اهو هوندو آهي ته لکندڙ ڪنهن اڳئين ڳالهه يا ڪنهن اڳئين خيال کي ڇڏي ڪري. ڪو نئون عنوان يا ڪا نئين ڳالهه ڪرڻ ٿو چاهي مثال:

• ياءَ ايڊيٽر. "مهراڻ"؛ ـ سوچيان ٿي. هي افسانه نگار اديب آهن. سي ڪيئن ٿا افسانا لکن!

منهنجي خيال ۾ ڪارج جي لحاظ کان ليڪ کي ٿوري دم کان پوءِ ٻئي نمبر ۾ تمام مفيد ۽ ڪارائتا ڪارج آهن — جيتوڻيڪ ان جو استعمال ٿورو

پيچيدو آهي. اها پيچيدگي رڳو گهڻ استعمال سبب آهي. جيڪڏهن اسان جا اديب ليڪ جو صحيح ۽ موزون استعمال ڪرڻ لڳن، ته هو انهيءَ نشانيءَ مان گهڻو لاڀ حاصل ڪري ٿا سگهن. نه رڳو سندن لکيتون معنوي لحاظ کان صاف ۽ واضح ٿي بيهنديون، بلڪ آءٌ يقين سان ٿو چوان ته جملن جي ظاهري جوڙجڪ به اهڙي ٿي بيهندي، جو پڙهندڙ جو هڪدم ڌيان ڇڪائيندي. انهيءَ مان اهو مقصد نه اٿم ته اديب ۽ قلمڪار ليڪ کي بيجا استعمال ڪندا وتن. هر نشاني ضرورت آهر ڪم آڻڻ پهريون اصول هئڻ گهرجي!

### ڳنڍيندڙ ليڪ ( ـ )

جڏهن به ڪو مرڪب لفظ ٺاهڻو هوندو آهي، تڏهن انهن ٻن لفظن جي وچ ۾ ننڍڙي ليڪ ڏبي آهي. ان کي چئجي ٿو "ڳنڍيندڙ ليڪ". انهيءَ جو استعمال فقط اهوئي آهي ته جتي مرڪب لفظ اهڙن لفظن مان ٺاهڻو هجي، جن جو تعلق ايترو ظاهر نه هجي، تڏهن ليڪ وچ ۾ ڏيئي اهو مقصد حاصل ڪيو ويندو آهي مثال:

مئي جو ماهه— پهريون سومر هو ڪراچيءَ جي صدر واري حصي ۾ ڪوريءَ اُس ۾ هڪ فقير کي دانهون ڪندو ڏٺم.

هن مثال ۾ "ماهه— پهريون" معنيٰ مهيني جو پهريون سومر، انهن ٻنهي لفظن ۾ ظاهر ڪو تعلق ڪونهي، پر معنيٰ جي ضرورت آهر ان کي مرڪب بنائڻ لاءِ وچ ۾ ڳنڍيندڙ ليڪ ڏني ويئي آهي. ڳنڍيندڙ ليڪ فني لفظن جي مرڪب لفظن ۾ گهڻي ڪم آندي ويندي آهي. مثال : "برقي — ريڊيائي اثر"؛ "معاشي — عمراني علوم"؛ وغيره.

### ڏنگيون ( )

"ڏنگين" جي باري ۾ " ليڪ " واري بحث ۾ اڳئي ڪجهه چئي چڪو آهيان. ڏنگيون جملي جي انهن لفظن يا ڪنهن فقري کي بند ڪرڻ لاءِ ڏبيون آهن، جو خيال جو حصو هوندي به ايترو اهم نه هوندو آهي — ۽ جيڪڏهن ان کي ريٽي ڇڏجي ته به مفهوم تي ڪو خاص اثر نه پوندو. انهيءَ ڪري اهو مونجهارو ضرور پيدا ٿيندو ته ڪهڙي سمجهاڻيءَ جي فقري جي

جملي کي ليڪن جي وچ ۾ آڻجي ۽ ڪمرپيءَ کي ڏنگين ۾؟ دراصل اهو خود لکندڙ جي ذهني قوت تي ڇڏيل آهي. جيڪڏهن هو انهيءَ فقري يا جملي کي مجموعي خيالَ جو ناگزير ۽ اڻٽر حصو سمجهي، تہ ليڪن جي اندر رکڻ گهرجيس، پر جي رواجي ۽ غير اهم حصو سمجهيس، تہ پوءِ ڏنگين ۾ رکڻ گهرجيس مثال:

•هن ڪتاب ۾ سنڌ جي فقط اڍائي صدين (1592ع کان 1843ع تائين) جي اقتصادي تاريخ کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

ڏنگيون، گفتگو (ڊائيلاگ) کي لکيت ۾ آڻڻ وقت ڏاڍيون ڪارائتيون آهن. ڳالهائيندڙن جا جذبا، عمل، اشارا ۽ خطاب ڏنگين ۾ ڏنا ويندا آهن. اهو رڳو انهن شين کي اصل گفتگو کان الڳ ڪري بيهارڻ جي لاءِ ڪيو ويندو آهي – ڇاڪاڻ تہ اهي اشارا ۽ جذبا، يا مخاطب ٿيڻ جا نمونا ۽ طرف گفتگوءَ ۾ نہ ايندا آهن. ان ڪري لازمي طرح انهن کي لکڻ وقت اصول گفتگوءَ کان نرالو ۽ جدا ڪري بيهارڻو پوندو مثال:

زينت (محمد کي) – تڏهن هيڏانهن آءُ!

محمد (حيرانيءَ ۾) – آءٌ سمجهي نٿو سگهان، پر تون جئن چئين تئن ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

انهيءَ طرح ڏنگين جو سڀ کان مکيہ استعمال ناٽڪ نويسيءَ وقت ٿئي ٿو. ناٽڪ لکڻ وقت اهي منظر، اهي عمل، ۽ اهي جذبا، جي وقت بہ وقت، ناٽڪ ۾ ظاهر ڪرڻا هوندا آهن، انهن کي ڏنگين ۾ رکيو ويندو آهي مثال:

محمد (سندس هٿ هٿ ۾ وٺي) – اکين سان. الله گهريو آهي تہ قيامت ڏينهن ملنداسون، ۽ آخرت ۾ هڪبئي جا ٿي رهنداسون ۽ وري ڪڏهن ڪين ڌار ٿينداسون.

زينت – آمين! تڏهن هلي آءُ.

(درياهہ ڏانهن منهن ڪن ٿا. هوءَ پانهن گلي ۾ وجهيس ٿي، ۽ پوءِ ٻئي اچانگ ماري دريا ۾ ٽپي پون ٿا. هيٺان پاڻيءَ جي ڇنڪار جو آواز ٻڌجي ٿو ۽ ڳچ پاڻي ڦوهاري وانگر ڪر تي چڙهي ٿو اچي.)

مٿئين ناٽڪي ٽڪري ۾ پچاڙيءَ جو سچو منظر ڏنگين ۾ ڏنو ويو. ساڳيءَ طرح ان کان اڳ ۾ محمد جو هڪ عمل "هٿ ۾ هٿ وٺڻ" بہ ڏنگين ۾ ڏنو ويو آهي. ان ڪري جو انهن شين کي گفتگوءَ مڪالمي کان الڳ ڪري بيهارڻ ضروري آهي.

**سوال جي نشاني ( ؟ )**

هيءَ نشاني تہ نهايت سولي آهي، جنهن جو ڪم خود نشانيءَ مان ظاهر آهي. جڏهن بہ جملي ۾ ڪنهن سوال پڇڻ جو ارادو هوندو آهي، تڏهن سوال جي نشاني ڪم آندي ويندي آهي مثال:

●تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ڪٿان جو ويٺل آهين؟

جڏهن ڪو سوالي فقرو يا جملو فاعل طور استعمال ٿيندو، تہ ان ۾ سوال جي نشاني نہ ڏيڻ گهرجي. مثال:

●مذهب ڇا آهي، انڌي تقليد ڇا کي چئبو آهي، هر ڪو اٿي پاءُ ڪاٺيندڙ ۾ سمجهدار ماڻهو سمجهي سگهي ٿو.

هن جملي ۾ اڳيان بہ سوالي جملا آهن، پر ڇاڪاڻ تہ اهي هيٺيئين پوئين جملي جي فاعل طور ڪم آيا، ان ڪري سوالي نشاني ڪم نہ آندي ويئي. سوال جي نشاني استفهامي ضميرن جي وقتي معنيٰ تي بہ گهڻو دارومدار رکي ٿي – ساڳيو ضمير سوال بہ پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ بيان بہ. انهيءَ مفهوم جي پيش نظر سوالي نشاني ڪم آڻڻ گهرجي.

**عجب جي نشاني ( ! )**

سوال جي نشانيءَ وانگر عجب جي نشاني بہ نهايت سادي نشاني آهي. جڏهن ڪنهن ڳالهہ تي عجب يا افسوس ظاهر ڪرڻو هوندو آهي، تڏهن عجب جي نشاني ڪم آڻبي آهي. خود عجبي لفظن جي پويان بہ اڪثر عجب جي نشاني ڪم آڻبي آهي. مثال:

●افسوس! پڇاڙيءَ ۾ سندس محبوب مڪڙو بہ ڏسي ڪين سگهيس!

ڪڏهن تہ وري جملي ۾ ٽوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ، يا جملي ۾ ڪنهن خاص زور پيدا ڪرڻ لاءِ بہ عجب جي نشاني ڪم آڻبي آهي. مثال:

•سنڌ جي "سروري" ٽائيپ نقادن جي تنقيد جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن!

ڪٿي ڪٿي صاف سوالي جملن کي عجبي جملا بنائي، سندن اهميت کي وڌائبو آهي. مثال:

•"ڪيڏين ٿو ڏوڪڙ ٻاهرا يا وڃي ٿي. ٿيءَ کي سڏي اچان! ۽ ڪرايانءِ ڪا تعدي!"

رواجي طرح سڏ ڪرڻ لاءِ ندا جي نشاني ڪم نہ آڻجي تہ چڱو ۽ پر جيڪڏهن هن سڏ ڪرڻ جو ڪو خاص مفهوم هجي، تہ پوءِ ان حالت ۾ عجب جي نشاني ڏيڻ بهتر آهي. مثال:

•صاحب! هن گاڏيءَ ۾ هڪ فقير بنا ٽڪيٽ ويٺو آهي!

**ٻٽيون ۽ ايڪوٽيون واڪ جو نشانيون ( " " )**

واڪ جون نشانيون ڪم آڻڻ سان جملي جي مفهوم کي واضح ۽ صاف بيمارجي ٿو. واڪ جون نشانيون ٻن قسمن جون آهن – ايڪوٽيون ۽ ٻٽيون. هڪڙو اصول انهن ٻنهي لاءِ ياد رکڻ گهرجي تہ جڏهن بہ ڪٿان واڪ جون ايڪوٽيون يا ٻٽيون نشانيون ڏجن، انهن کي وري ساڳين نشانين سان بند ضروري ڪرڻو آهي: گفتگو جي حالت ۾، واڪ جي نشانين کان اڳ ٽورا دم (يا دم) ڏنا ويندا آهن. مثال:

•انهيءَ ڏينهن، زال کي چيائين، "مون کان هاٿي پائي بہ نہ گهرجانءِ پُٺهين توکي پاٺهي پاليندو."

مٿين مثال مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ جيڪو حصو گفتگو ۾ ڪنهن شخص جي واتان نڪتو آهي تہ ان کي واڪ جي نشانين ۾ بند ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح نہ رڳو گفتگو پر ڪو خيال ۽ ويچار بہ واڪ جي نشانين ۾ آڻي سگهجي ٿو. مثال:

•هو سوچڻ لڳو: "انسان ڪيڏو نہ ذهني طرح ڪِري چُڪو آهي!"

هن جملي ۾ سوچڻ جو نتيجو واڪ جي نشانين ۾ ڏيئي نمايان ڪيو ويو آهي

جڏهن ڪنهن گفتگوءَ جي دوران ۾ ٻي گفتگو اچي وڃي، يا ڪو فقرو دهرايو وڃي، ڪو پهاڪو يا چوٽي آندي وڃي تہ ان حالت ۾ گفتگوءَ کي تہ ٻٽين

واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي، پر وچ ۾ آيل گفتگو ڪو خيال، ڪو فقرو يا ٻماڪو ايڪوٽين واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي مثال:

- هن پنهنجي دوست کي سمجهائيندي چيو "مون کي انهيءَ ڳالهه تي پڻائيءَ جو هڪ شعر ياد ٿو اچي: 'متو آهين مڇ، ٿلهو ٿو ٿونا هڻين' ـ اهو شعر بلڪل هن تي نهي ٿو اچي!"

هن مثال ۾ پڻائيءَ جي شعر کي گفتگوءَ جي وچ ۾ اچڻ ڪري ايڪوٽين نشانين ۾ رکيو ويو آهي؛ چاڪاڻ ته اهي لفظ گفتگوءَ ۾ اچن ٿا، پر خود ڳالهائيندڙ جا پنهنجا لفظ نه آهن. اهو محض هڪ حوالو آهي. اهڙن گفتگو جي وچ ۾ ايندڙ حوالن کي ايڪوٽين نشانين ۾ رکڻ گهرجي.

جڏهن رواجي لکيت ۾ ڪنهن خاص لفظ تي توجهه ڇڪائڻو هوندو آهي ۽ ان لفظ کي نمايان ڪري بيهارڻو هوندو آهي، ته به ٻٽين واڪ جي نشانين کان ڪم ونبو آهي مثال:

- اوچتو "ڇم ڇم" جي آواز سندس خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو.
- مٿئين مثال ۾ "ڇم ڇم" لفظ کي خصوصيت ڏيڻ ۽ نمايان ڪري بيهارڻ لاءِ واڪ جي نشانين ۾ آندو آهي.

خاص طور، جڏهن ڪي لفظ يا ٽالا سندن رواجي معنيٰ ۾ نه پر ڪنهن خاص فني، علمي يا ٻيءَ ڪنهن غير رواجي معنيٰ ۾ ڪم آڻيا هوندا آهن، ته گهڻ ۾ گهڻ ٻهريون پيرو اهڙن لفظن کي واڪ جي نشانين ۾ آڻبو آهي. مثال:

- سموري ريڊيائي قوت جو دارو مدار " اٽي " جي ٻن مثبت ۽ منفي طاقتن جي هڪٻئي جي چوڌاري گردش ڪرڻ تي آهي.

**ٻٽيون يا مرڪب نشانيون:**

ثانوي نشانين کان پوءِ ٻٽيون نشانيون به ڪجهه قدر استعمال ڪيون ويون آهن. ٻٽين نشانين جو مقصد فقط عارضي آهي. اِنهن مان مکيه نشاني آهي "ٻڙي ٻڙي ٻڙي". هيءَ نشاني گهڻو ڪري خالص ادبي لکيتن ۾، ڪٿي ڪٿي خيالن ۾ نفاست جي گهرائي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم آندي ويندي آهي مثال:

هو سوچيندو رهيو — هي دنيا ۽ سماج جا بدنما داغ، ڪارنهن جا ٽڪا — مگر ... سندس دل بيهجي ويئي.

جڏهن جملي جي شروعات يا پڇاڙيءَ ۾ هيءَ نشاني ڪم آڻڻ سان لکندڙ معنيٰ ۾ گهرائي پيدا ڪرڻ سان گڏ پڙهندڙ جي ذهن کي ڪجهه سوچڻ ۽ انهيءَ ڇڏيل "ٻڙي ٻڙي ٻڙي" جي جاءِ کي پنهنجي فهم سان پُر ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندو آهي، تڏهن ائين محسوس ٿيندو آهي، تہ لکندڙ ڪجهہ اڌورو ڇڏي ويو آهي --جتي ڪن لفظن کي ڇاٽي واٽي ڪاڌو ويو آهي — پر خيال اڌورو هوندي بہ مڪمل هوندو آهي؛ لفظن نہ هوندي بہ موجودگي ذهن ۾ پاسا ورائڻ لڳندي آهي مثال:

•ها.. اي غريب، مون توکان بيک پني... بيک! ... تو ڇا ڏنو؟
... تنهنجو متاع حيات! ... تنهنجو سڀڪجهہ.. دل، دماغ، ايمان، اعتقاد... سڀڪجهہ...

•غريب ڇوڪري... نوجوان... مگر نوجوان!

مٿين ٻن مثالن مان ظاهر ٿيندو تہ انهيءَ نشانيءَ جي ڪري نہ رڳو معنيٰ ۾ گهرائي پيدا ٿئي ٿي، نفاست پيدا ٿئي ٿي، پر ساڳئي وقت پڙهندڙ لکندڙ سان گڏ ڪجهہ سوچڻ تي مجبور ٿيو پوي — اهو ڪجهہ سوچڻ لاءِ، جيڪي لکندڙ انهن ٻڙين جي وچ ۾ لڪائي ويو آهي!

ان کان پوءِ ٻي ٻٽي نشاني آهي "بہ ٻڙيون ليڪ". هن نشانيءَ جو فقط هڪڙو ئي استعمال آهي ۽ اهو آهي ڪا چيز شمار ڪرڻ يا ڪنهن شي جو تفصيل ڏيڻ. مثال:

•ٻار جي صحيح تعليم لاءِ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:-

•صحيح تربيت، (2) صحت مند ماحول، (3) همدردي ۽ محبت جو رويو.

هن نشانيءَ جو اهم استعمال دم کان بہ ورتو ويندو آهي. بهتر بہ اهو آهي تہ تفصيل جو اهو ڪم، جڏهن دم اسان کي ڏيئي ٿو تہ اسين هن ٻٽيءَ نشانيءَ تي گهڻو نہ ياڙيون.

ان ڪان پوءِ آخري ٻه نشانيون آهن: ڏنگين ۾ سوال جي نشاني، ۽ ڏنگين ۾ عجب جي نشاني.

جڏهن ڪنهن ڳالھ ۾ شڪ هوندو آهي، يا ان جي مڪمل معلومات نہ هوندي آهي، تہ اتي ڏنگين ۾ سوال جي نشاني ڏني ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ بہ ڪم آندي ويندي آهي مثال:

●الحمرا جا داستان (؟) ڏند ڪٿائن ڪان وڌيڪ اهميت تاريخي اعتبار ڪان نہ ٿا رکن.

هن مثال ۾ الحمرا جي داستان متعلق ڪنهن شڪ جو اظهار ڪيو ويندو آهي.

ڏنگين ۾ ڪم آيل عجب جي نشانيءَ جو بہ گھڻو ڪري ساڳيو استعمال آهي، جهڙو ڏنگين ۾ سوالي نشانيءَ جو آهي. هن نشانىءَ جي استعمال سان تہ پاڻ طنز گهري ٿي وبندي آهي مثال:

●الله توکي تنهنجي نيڪيءَ (!) جا ياڙا ڏيندو!

هن جملي ۾ نہ رڳو نيڪيءَ جي حالت شڪي ٿي پئي، پر ساڳئي وقت هڪ گهري طنز ٿي وئي.

اسان جا سنڌي اديب ۽ ليکڪ جيڪڏهن بيهڪ جي نشانين جي صحيح استعمال جي اهميت کي سُڃاڻندا، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ مٿي بيان ٿيل چند ڳالهين تي ڌيان ڏيندا، تہ نہ رڳو هنن جون تحريرون ٻوليءَ جي جوڙجڪ جي لحاظ کان سهٽيون ٿينديون، پر ساڳئي وقت هو پنهنجو صحيح مقصد بہ پڙهندڙ تائين پهچائي سگهندا. دراصل نشانين استعمال نہ ڪرڻ ڪري ايترو نقصان ڪونہ ٿو ٿئي، جيترو نشانين غلط استعمال ٿيڻ ڪري ٿو ٿئي. اسان وٽ هڪ خاص بدعت آهي تہ عجب جي نشاني ۽ سوال جي نشاني ڪن ڪن هنڌ مطلب کي گهري ڪرڻ جي خيال کان هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ڪم آندي ويندي آهي. پر انهن نشانين جو اهو نهايت ئي غير موزون استعمال آهي. ان ڪري ڪڏهن بہ هڪ کان وڌيڪ عجب جي نشاني يا هڪ کان وڌيڪ سوال جي نشاني هڪ ئي هنڌ ڪم نہ آڻڻ گهرجي.

بيمڪ جي نشانين ڏانهن جوڳو ڌيان ڏيئي، سندن صحيح استعمال، ۽ پڻ ٻوليءَ جي سادگيءَ ۽ سلوڻائيءَ، لفظن جي صحيح چونڊ، ۽ خيالن جي پيرائن ۾ ورچ جي ذريعي اسان جا اديب ۽ شاعر پنهنجي ٻوليءَ کي اهو تاب ۽ زينت بخشي سگهن ٿا، جا سندن لکيتن کي مقبول عام ۽ لاثاني بنائي سگهي ٿي. هن قسم جي خبرداريءَ ۽ احتياط سببان اسان جي ٻولي نہ رُڳو سُونهن ۾ سوايا ۾ وڌندي، بلڪ انهن علمي بنيادن تي اچڻ سان انهيءَ ڏس ۾ ٻين ترقي يافتہ ٻولين سان همسري پڻ ڪري سگهندي.

[ ڪتاب: "سنڌي ٻوليءَ جو اصل نسل" تان ورتل]

☐

# بيهڪ جون نشانيون
(Punctuation Marks)

ڊاڪٽر غلام حسين پٺاڻ

**مقصد ۽ اهميت**

بيهڪ جون نشانيون ٻوليءَ جي مقصد ۽ معنيٰ سمجهڻ جو وسيلو آهن. ٻولي يا زبان جي ڳالهائڻ جو ڍنگ ۽ ڍار هر ڪنهن زبان وارن جو الڳ الڳ آهي ۽ انهيءَ ڍنگ ۽ ڍار يا لاهن چاڙهن جي مدد سان ٻوليءَ جي بيهڪ جو اندازو يا انهيءَ جي معنيٰ ۽ مقصد کي مقرر ڪيو ويجي ٿو ته جيئن ٻڌندڙ انهيءَ آواز کي سمجهي سگهن. اهڙيءَ طرح هڪ ماڻهو جي وات مان آواز ڪڍڻ ۽ ٻئي جو ڪنن جي رستي انهيءَ آواز کي صحيح سمجهڻ, ڪنهن زبان يا ٻوليءَ جي اهميت کي ب ظاهر ڪندو آهي.

ڪنهن زبان جي سمجهڻ جي اهميت هيٺ ڏنل ٻوليءَ جي وصفن مان ظاهر ٿئي ٿي. نفسيات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته:

"ٻولي انسان جي دل ۽ اندر جي اظهار جو ٻيو نالو آهي" (1) زبان جي عالمن وري زبان ۽ ٻوليءَ جي وصف هن طرح ڪئي آهي: "زبان خود بخود اختيار ڪيل آوازن ۽ علامتن جو هڪ اهڙو نظام آهي, جنهن جي مدد سان هڪ سماجي گروهه جا ماڻهو هڪٻئي سان واهپو رکن ٿا ۽ هڪٻئي کي متاثر ڪن ٿا" (2).

مٿين ٻن وصفن مان ب ظاهر ٿئي ٿو ته ٻولي اظهار جو بهترين طريقو آهي, جنهن جي مدد سان, انسان پنهنجي خواهشن, ضرورتن, احساسن, جذبن ۽ سوچن کي پنهنجي سماجي گروهه جي ٻين انسانن کي سمجهائي ٿو. اهو انساني اظهار جو طريقو ٻن قسمن جو هوندو آهي: هڪٻئي سان ڳالهائڻ وارو ۽ ٻيو لکڻ وارو. ٻنهي اظهار جي طريقن ۾ اها ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ ڳالهائيندڙ يا لکندڙ جو ساڳيو مقصد ۽ مطلب ڪڍي, جيڪو هن جي اندر ۾ هُجي. جيڪڏهن ائين نه ٿيو ته پوءِ ڳالهائيندڙ يا لکندڙ جي اظهار ڪرڻ مان ڪوب فائدو نه نڪرندو. انهيءَ لاءِ ڳالهائيندڙ ڳالهائڻ وقت اهڙو ڍنگ (Tone) يا ڍار (Intonation) ۽ لکندڙ بيهڪ جون

نشانيون اختيار ڪندو آهي، جو سندن اندر جو اظهار ٻين جي سمجهڻ جي لائق ٿئي ٿو. انهيءَ لاءِ ڳالهائڻ وقت ڍنگ يا ڍار ۽ لکڻ وقت ڍنگ يا ڍار جي جدا جدا طريقن لاءِ بيهڪ جون نشانيون استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

ڳالهائڻ ۾ هر جملي ۽ فقري کي مقصد جي لحاظ کان جدا جدا ڍنگ يا ڍار سان ڳالهايو وڃي ٿو ۽ لکڻ وقت وري انهيءَ ڍنگ يا ڍار کي نشانين جي مدد سان ظاهر ڪيو وڃي ٿو. ڳالهائڻ وقت جي جملو بيان آهي ته انهيءَ جي هڪ ساريڪي آواز ۾ سڀ لفظ اُچاريا وڃن ٿا، پر جي اهي لفظ لکيل صورت ۾ هوندا ته آخر ۾ پورو دم ڏنل هوندو آهي. جيڪڏهن جملي ۾ ندا جي حالت آهي ته جملي جي ابتدا ۾ لفظن تي زور ڏيڻو پوندو آهي ۽ لکيل جملي ۾ ندا جي نشاني ڏني ويندي آهي. جيڪڏهن جملو سوالي آهي ته جملي جي آخرين لفظ تي زور ڏنو ويندو پر لکيت ۾ وري آخر ۾ سوال جي نشاني ڏني ويندي آهي. اهڙيءَ طرح ڳالهائڻ وقت جملي جي بناوت جي لحاظ کان ڪٿي ٿورو ڪٿي گهڻو بيهڻو پوندو آهي ۽ ڪٿي مڪمل طرح ساهه کڻڻو پوندو آهي ۽ لکڻ وقت انهن بيهڻ جي جاين تي بيهڪ جون جدا جدا نشانيون ڏنيون وينديون آهن ته جيئن لکندڙ جي لفظن جو مقصد ۽ مطلب صحيح نڪري سگهي.

لکڻ وقت بيهڪ جون نشانيون تمام اهميت رکن ٿيون، ڇو ته پڙهندڙ جي اڳيان لکندڙ نه هوندو آهي، تنهن ڪري پڙهندڙ لکندڙ جي خيالن، جذبن، احساسن ۽ سوچ کي تڏهن سمجهي سگهندو جڏهن انهيءَ لکت مان پورو ۽ صحيح مطلب ڪڍي سگهندو. انهيءَ ڪري صحيح سمجهاڻ لاءِ لکڻ وقت اهو ضروري هوندو آهي ته بيهڪ جون صحيح نشانيون ڏنيون وڃن ته جيئن پڙهندڙ لکت مان اهوئي مطلب ڪڍي سگهي، جيڪو لکندڙ چاهي ٿو پر جيڪڏهن ائين نه ٿيو ته لکندڙ جو صحيح مقصد نه نڪري سگهندو ۽ لکندڙ جو اهو فائدو پڙهندڙ کي حاصل نه ٿيندو جيڪو هن کي ٿيڻ گهرجي. انهيءَ لحاظ کان بيهڪ جون نشانيون زبان يا ٻوليءَ ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون ۽ جملن جي صحيح مطلب ۽ معنيٰ کي بلڪل صاف ۽ آسان ڪري پڙهندڙن جي ذهن تائين پهچائين ٿيون. لکڻ وقت جيڪڏهن نشانيون نه استعمال ڪيون وبون يا غلط بيهڪ جون نشانيون استعمال ڪيون وبون ته ٿي سگهي ٿو ته، بہ فقرا، يا ٻہ جملا يا ڪو

جملو ۽ فقرو جيڪي جدا جدا مطلب رکن ٿا، مِلي ڪو غلط مطلب نہ ڪڍي وجهن يا انهيءَ جو غلط مطلب نڪري اچي. جيئن هيٺ ڏنل جملي ۾ اکرن جي اڳيان ۽ پٺيان ٽورو دم ڏيڻ سان مطلب بدلجي وڃي ٿو:

اج نہ سُيان هلندا سين.

هن جملي جا ہہ مطلب نڪري سگهن ٿا.

اج هلنداسين، پر سُياڻي نہ هلنداسين.

يا

اج نہ هلنداسين، پر سُياڻي هلنداسين.

انهي لاءِ رکو 'نہ' جي اڳيان پٺيان نشاني ڏيڻ يعني ٽورو دم ڏيڻ سان مطلب بدلجي وڃي ٿو جيئن تہ

اج، نہ سُياڻ هلنداسين.

اج نہ، سُياڻ هلنداسين.

ٻيو مثال:

هُو نہ هي گل سنو آهي.

هُو نہ، هي گل سنو آهي.

هُو، نہ هي گل سنو آهي.

اهڙن جملن ۾ نشاني نہ ڏيڻ ڪري پڙهندڙ مُنجهي پوندو آهي تہ لکندڙ ڪهڙي ڳالهہ جي حمايت ڪري ٿو ۽ ڪهڙيءَ لاءِ انڪاري آهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ ٻيهڪ جون نشانيون خيال سان ڏنيون وڃن، جيئن غلط مطلب يا مونجهارو پيدا نہ ٿئي، هر ڪنهن تحقيقي مقالي ۾ ٻيهڪ جون نشانيون ٻين لکيتن کان تمام وڏيڪ اهميت رکنديون آهن، ڇو تہ لکڻ جو خاص مقصد ڪنهن نئين ڳالهہ کي ٻين تائين پهچائڻ هوندو آهي، ۽ لکت دوران جيڪي بہ رايا يا نتيجا ڏنا وڃن ٿا، سي پڙهندڙن جي لاءِ نوان هوندا آهن، جنهن لاءِ ضروري هوندو آهي تہ اهڙي انداز ۽ ڍنگ ۾ لکيا وڃن، جيئن اهي هر ڪنهن کي سمجهہ ۾ اچي سگهن ۽ پڙهندڙ آساني سان انهن جو مطلب سمجهي سگهي. انهيءَ سمجهاڻي ۽ سوال سمجهڻ لاءِ ضروري هوندو آهي تہ لکت ۾ هر جملي، فقري ۽ حوالي وغيره کي نشانين جي مدد سان اهڙيءَ طرح سان لکيو وڃي، جو پڙهندڙ

کي بنا ڪنهن وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ جي، پورو مطلب سمجهه ۾ اچي سگهي يا ائين چئجي تہ جيڪي ڪجهہ لکندڙ پين کي ٻڌائڻ چاهي، اهو مقصد صحيح معنيٰ ۾ پڙهندڙ ڪيڏي سگهي.

انهيءَ ڪانسواءِ بيهڪ جي نشانين کي گرامر ۾ مطلب جي لحاظ کان صوتيتي اهميت بہ آهي. صوتيات ۾، "جتي جملا مختلف ڍار سان ٽين ٽا يا جنهن هنڌ تي هڪ جملو ختم ٿئي ٿو ۽ وري ٻيو جملو شروع ٿئي ٿو تنهن هنڌ کي پڄاڻيءَ وارو ميلاپي هنڌ (Terminal Juncture) سڏبو آهي. اهڙيءَ طرح گفتگو ۾ ڳالهائڻ ۾ آواز جي ميلاپي هنڌ کي صوتيتي اهميت هوندي آهي (3)." اها صوتيتي اهميت قرآن ڪريم جي قرأت ۾ وڏي اهميت رکي ٿي، جنهن کي 'وقف' چيو وڃي ٿو. معنيٰ جي لحاظ کان بہ صوتيات ۾ بيهڪ جي نشانين جي اهميت آهي، جنهن کي معنيات (Semantics) چيو وڃي ٿو. معنيات جي لحاظ کان "ٻوليءَ کي بہ پاسا آهن، ان جو ظاهري پاسو آوازن سان تعلق رکي ٿو ۽ ان جو باطني پاسو معنيٰ ۽ مطلب سان واسطو رکي ٿو. انساني گفتگو جڏهن بامعنيٰ ٿئي ٿي، تڏهن ان کي علامت (symbol) سڏجي ٿو" (4). انهيءَ ڪانسواءِ نہ رُڳو هر لفظ هڪ کان وڌيڪ معنائون ظاهر ڪري ٿو پر ڪن حالتن ۾ ساڳيو ئي لفظ بہ مخالف معنائون بہ ظاهر ڪري ٿو. مثلن ڪو ماڻهو جڏهن سچ پچ پنهنجي وفادار دوست جي واقفيت ڪرائيندو آهي، تڏهن چوندو آهي تہ، "هيءَ آهي منهنجو وفادار دوست محمد هاشم جنهن جي ڪالهہ ڳالهہ پئي ڪيم" هن ۾ دوست کان پوءِ ٿورو دم ڏيڻ سان انهيءَ سان وفاداري ظاهر ڪئي وئي آهي، پر جيڪڏهن دوست کان پوءِ ندا جي نشاني ڏني وڃي تہ ٿيندو:

"هي آهي منهنجو وفادار دوست! جنهن جي ڪالهہ مون ڳالهہ پئي ڪئي!" هن جملي ۾ "ندا" جي نشاني ڏيڻ سان جملي جو مقصد طنزيا ٿي وڃي ٿو جنهن مان ٽوڪ ظاهر ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح نشانين ڏيڻ سان مطلب بدلجيو وڃي ۽ لفظن جي معنيٰ ابتڙ ٿيو وڃي. جيتوڻيڪ لفظ اچارڻ ۾ ساڳيا هوندا آهن. اهڙيءَ طرح هر زبان جي ڳالهائيندڙ جو آواز انهن جو ڍنگ (Tone) يا ڍار (Intonation) جدا جدا آهي، جنهن جي مدد سان لفظن ۾ پدن کي معنيٰ جي لحاظ کان مختلف جملن ۾ جدا جدا نموني ادا ڪيو.

وڃي ٿو. اهو ڍار جملي جي لحاظ کان ٽن قسمن جو هوندو آهي. بياني جملو سوالي جملو تعجبي جملو. اهي ٽيئي جملا الڳ الڳ ڍنگ سان ادا ڪيا وڃن ٿا، پر لفظ جملن ۾ ساڳيا هوندا آهن" (5).

1. توکي ڪاوڙ آهي، بياني جملو
2. توکي ڪاوڙ آهي؟ سوالي جملو
3. توکي ڪاوڙ آهي! ندائي جملو

مٿئين ٽنهي جملن ۾ لفظ ساڳيا آهن. پر جملن جو ڍار جدا جدا آهي، جنهن جي ڪري مطلب هر ڪنهن جملي جو جدا نڪري ٿو پر لکڻ وقت انهن جملن جي ادائگي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ يا صحيح مطلب ظاهر ڪرڻ لاءِ، بيهڪ جون نشانيون ڏنيون وڃن ٿيون، پر جيڪڏهن لکڻ وقت اهو ڍار (Intonation) نشانين جي مدد سان ادا نہ ڪيو وڃي تہ پڙهندڙ ڪڏهن بہ انهن جو صحيح مطلب ڪيي نہ سگهندو. انهيءَ مان ڍار جي بدلجڻ سان (نشانين جي نہ ڏيڻ سان) ڇاڪاڻ تہ مطلب ڦري وڃي ٿو تنهن ڪري انهن کي صوتيتي اهميت ڏني ويئي آهي. "انهيءَ لحاظ کان لسانيات جي عالمن دم (.)، اڌ دم (؛) ٿورو دم (،) سوال جي نشاني (؟) ۽ عجب جي نشاني (!) کي صوتيتي درجو ڏنو آهي" (6)

اهي ڍار جا نمونا هي ڀڏايا وڃن ٿا:

"ڍار جا عموماً چار نمونا آهن. هڪ چڙهندڙ (Rising) ٻيو ڪرندڙ (Falling) ٽيون چڙهندڙ۔ڪرندڙ ۽ چوٿون ڪرندڙ۔چڙهندڙ. ڍار جا اهي نمونا جملي ۾ مختلف هنڌن تي واقع ٿين ٿا ۽ معنيٰ ۾ فرق پيدا ڪن ٿا" (7). جن کي لکڻ وقت نشانين جي مدد سان ظاهر ڪيو وڃي ٿو.

مٿين بحث مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ، بيهڪ جي نشانين کي نہ رڳو ڳالهائڻ جي ڍار ۽ ڍنگ جي لحاظ کان اهميت آهي، پر جملي ۾ لفظن جي صحيح معنيٰ ڪرڻ جي ڪري بہ وڏي اهميت آهي. جيئن هيٺين ڏنل وصفن مان ظاهر ٿئي ٿو.

انسائيڪلوپيڊيا برٽينڪا ۾ بيهڪ جي نشانين جي وصف هن طرح ڏني ويئي آهي: "بيهڪ جون نشانيون جملن ۾ فاصلي قائم ڪرڻ لاءِ

ڏنيون ويندڙيون آهن، جيڪي رسمي نشانيون آهن ۽ ڪنهن خاص رٿا موجب مقرر ٿيل آهن، جن جي مدد سان ڪنهن لکيت کي دل ۾ يا ڏاڍي سمجهي يا صحيح پڙهي سگهجي ٿو" (8).

You Have A Point پنهنجي ڪتاب John W. Clerk & Eric Partridge

There ۾ بيهڪ جي نشانين جي اهميت هن طرح بيان ڪئي آهي:

"بيهڪ جي نشانين جو مقصد آهي ته لفظ مطلب جي لحاظ کان صحيح اُچاريا وڃن ۽ اهڙيءَ طرح لفظن جي معنيٰ ۽ مقصد جو مدار بيهڪ جي نشانين تي هوندو آهي، جيڪي لفظن جي وچ ۾ ڏنيون وڃن ٿيون. بيهڪ جي نشانين کي نظرانداز ڪرڻ سان لکت جي مطلب کي بگاڙيو وڃي ٿو. جيڪڏهن غلط نشانيون ڏنيون ويون ته پڙهندڙ صحيح خيال کي سمجهي نه سگهندو ۽ پڙهندڙ جو ذهن منجهي پوندو. انهيءَ لاءِ ڪنهن صحيح خيال کي سمجهائڻ لاءِ بيهڪ جون نشانيون ضروري آهن. ڇو ته بيهڪ جي نشانين جو مطلب هوندو آهي لکندڙ جو مطلب ظاهر ڪرڻ ۽ انهيءَ جي سمجهاڻي ڏيڻ ۾، پڙهڻ ۾، جيڪو مونجهارو هُجي انهيءَ کي دُور ڪرڻ." (9)

بيهڪ جي نشانين جي ساڳي وصف L. A. G Strang پنهنجي ڪتاب An Informal English Grammar ۾هيءَ ڪئي آهي:

We indicate time by means of stops, known as punctuation marks, also help to make the sense clear, to show the explanation and avoid confusion in reading."

يعني جن کي اسين بيهڪ جون نشانيون چئون ٿا، سي 'وقفن' کي ظاهر ڪن ٿيون. انهيءَ ڪانسواءِ مقصد واضح ڪرڻ، سمجهائڻ ۽ پڙهڻ جي مونجهاري کي دُور ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون.

Robert Brittanin بيهڪ جي نشانين جو مقصد وري هن طرح بيان ڪيو آهي ته "بيهڪ جي نشانين جو مقصد آهي، جيڪي ڪجهه ڳالهايو يا لکيو وڃي، انهيءَ جو مقصد پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ کي صاف ۽ صحيح سمجهه ۾ اچي ته لکندڙ يا ڳالهائيندڙ جي لفظن جو صحيح مقصد ڇا آهي." وڌيڪ لکي ٿو ته:

”بيهڪ جي نشانين جو مقصد هوندو آهي، لفظن جي معنيٰ جو صحيح مفهوم پڙهندڙن تائين پهچائين.“ (10) اهڙيءَ طرح هر هڪ بيهڪ جي نشانيءَ جي ڪا خاص معنيٰ هوندي آهي، جيڪا جملي ۾ ادا ٿئي ٿي. جيڪڏهن لکندڙ پنهنجي خيالن کي مڪمل ۽ صحيح نموني ۾ سمجهائڻ چاهي ٿو ته هن کي بيهڪ جون نشانيون صحيح نموني ۾ ادا ڪرڻيون پونديون. بنا بيهڪ جي نشانين جي ڪابہ لکت تمام منجهيل ۽ بي مقصد نظر ايندي.

مٿين وصفن کي ڏسڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن بہ لکت کي سمجهڻ ۽ صحيح پڙهڻ ۾ نشانيون ضروري آهن. بيهڪ جون نشانيون لکت جون ساٿي، جز يا حصو آهن، جيڪي جملن جو ڍانچو تيار ڪن ٿيون. بيهڪ جي نشانين کانسواءِ جملي جو ڍانچو بنا مقصد ٿي سگهي ٿو جنهن مان ڪو مقصد بہ نڪري، اهڙيءَ طرح بيهڪ جي نشانين کي لکتن ۾ وڏي اهميت آهي.

لکت ۾ جيڪي بہ بيهڪ جون نشانيون استعمال ڪيون وڃن ٿيون، تن مان ڪي نشانيون هر ڪنهن لکت ۾ استعمال ٿين ٿيون ۽ ڪي ڪن خاص انداز وارين لکتن ۾ استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

بيهڪ جون نشانيون هي آهن:

**پورو دم** [.] THE PERIOD OR FULL STOP

پوري دم لاءِ هر ڪنهن ٻوليءَ ۾ لڳ ڀڳ ساڳيا نالا آهن. جيئن انگريزي ۾ Period، فرنچ ۾ Periode، لاطيني (Latin) ۾ Periodus، يوناني (Greek) Periodos، ۾ Peri معنيٰ Arounid ، ۽ Odos معنيٰ Away پوري لفظ جي معنيٰ ٿي A going round

’پورو دم‘ بياني جملي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ ڏنو ويندو آهي، جنهن کي مڪمل خيال چيو وڃي ٿو. يعني خيال کي مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ايندڙ نشاني کي پورو دم چيو وڃي ٿو يا ائين چئجي تہ ’پوري دم‘ جو مطلب آهي بياني جملو پورو ٿيو يا جملي ۾ ڏنل خيال مڪمل ٿيو ۽ ٻيو خيال يا بيان شروع ٿيندو. اهڙي جملي ۾ ڳالهائڻ وقت ڪنهن بہ اکر تي زور نہ ڏنو ويندو پر اکر هڪ ساريڪي آواز ۾ ڳالهايا ويندا.

مثال:

(الف) اڄ سومر جو ڏينهن آهي.

(ب) ٻهريون در بند ڪر.

(ت) سنڌ هڪ زرعي خطو آهي.

ڪن حالتن ۾ سوالي يا عجب يا ندا واري جملي جي پڇاڙيءَ ۾ بہ پوري دم جي نشاني ڏني ويندي آهي.

(الف) قدم کڻڻ کان اڳي خبردار رهجائين.

(ب) اڇو تہ پوري ڳالهہ کي وساري ڇڏيون.

(ت) ڪهڙو نہ سٺو ٿئي ها, جيڪڏهن اسين سڀ اتي هجون ها.

لفظن جي مخفف هجڻ جي نشاني بہ پورو دم ڏئي ظاهر ڪئي ويندي آهي.

**مثال**

ايم. اي، پي ايڇ. ڊي، ڊي سي

,M. A., Ph. D., D.C

پورو دم ڏهائيءَ (ڊيسيمل) لاءِ بہ ڪم ايندو آهي.

11.39 Rs. 120.80

مخفف هجڻ جي حالت ۾ يا ڏهائيءَ واري حالت ۾ پوري دم جي حيثيت هڪ ٻڙيءَ جي هوندي آهي, جيڪا لفظ جي مخفف هجڻ کي ظاهر ڪندي آهي.

**پورو دم ۽ ليڪ** [.–] Period & Dash

هيءَ نشاني ڪنهن ڳالهہ کي وڌيڪ زوردار ثابت ڪرڻ يا احتياط خاطر استعمال ڪئي ويجي ٿي.

**ٿورو دم:** [,] Comma

'ٿورو دم' کي انگريزيءَ ۾ Comma يوناني زبان ۾ Komma چيو ويجي ٿو جنهن جو تعلق لفظ Koption معنيٰ To cut سان آهي. ادبي لحاظ کان فقرن کي جدا ڪرڻ يا جملي جي ننڍين حصن کي جدا ڪرڻ کي چيو ويجي ٿو. ٿورو

دم نہ رکو جملي جا حصا ظاهر ڪري ٿو پر لفظن، اصطلاحن ۽ پهاڪن وغيره کي بہ جملي ۾ جدا ڪري ڏيکاري ٿو.

ٿورو دم هيٺين حالتن ۾ ڏنو وڃي ٿو:

1. جڏهن هڪ کان وڌيڪ اسم اچن ٿا، تڏهن آخرين اسم جي اڳيان ۽ باقي اسمن جي پٺيان ٿورو دم اچي ٿو.

مثال:

احمد، محمد، علي ۽ رحيم باغ ۾ گهمڻ ويا.

2. جيڪڏهن جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ صفتون (Adjective) لاڳيتون اچن تہ اهڙي حالت ۾ هر صفت کان پوءِ ٿورو دم ڏيڻ گهرجي، پر آخري صفت جي پٺيان نہ ڏجي.

مثال:

مغل اڪبر بادشاهہ بهادر، سخي، طاقتور ۽ انصاف پسند حاڪم هو.

3. جيڪڏهن اسمن يا صفتن جون جوڙيون، جوڙيون ٿي جملي ۾ آيون هجن تہ اهڙي حالت ۾ بہ هر جوڙي کان پوءِ ٿورو دم ڏنو وڃي.

مثال:

**اسمن جون جوڙيون:**

احمد ۽ لطيف، محمد ۽ علي، جافر ۽ ڏنو راند لاءِ سٺيون جوڙيون آهن.

**صفتن جون جوڙيون:**

احمد هڪ دلير ۽ بهادر، انصاف پسند ۽ سخي مڙد آهي.

4. جڏهن جملي ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ تي زور ڏيڻو هجي تہ انهيءَ کي ٿورو دم ڏئي ۽ جدا ڪري ڏيکاريو وڃي.

مثال:

هي تمام لائق ۽ محنتي، ماڻهو آهي.

هن جملي ۾ ڪنهن لائق ۽ تمام محنتي جي پٺيان ٿورو دم ڏئي، انهن لفظن کي وڌيڪ زوردار ثابت ڪيو ويو آهي.

5. جيڪڏهن فعل هڪ کان وڌيڪ لاڳيتا اچن ته انهيءَ کي به زوردار ثابت ڪرڻ لاءِ ۽ جدا رکڻ لاءِ هر هڪ فعل جي اڳيان ٿورو دم ڏنو وڃي.

**مثال:**

هي جلدي سوچي ٿو هڪدم قدم کڻي ٿو ۽ جلدي اثر قبول ڪري ٿو.

6. جيڪڏهن جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ ظرف (Adverb) اچن ته هر ظرف کان پوءِ ٿورو دم ڏنو وڃي.

**مثال:**

هاڻي، جلدي، ٿوري وقت ۾ ڪم پورو ڪرڻ گهرجي.

7. جيڪڏهن جملي ۾ حرف جر هڪ کان وڌيڪ فقرن ۾ اچن ۽ انهن کي جدا ڪري استعمال ڪرڻو هجي ته حرف جر کان پوءِ ٿورو دم ڏئي انهن کي جدا ڪيو وڃي.

**مثال:**

(الف) هِن لاءِ، توڙي هُن لاءِ، اها رسم ضروري آهي.

(ب) هي ڪپڙو نه رڳو ٻين کان ڳرو آهي، پر سَٺو به آهي.

8. لفظن جي ميڙ جي پٺيان يا نسبتي لفظن جي پٺيان ٿورو دم ڏنو ويندو آهي.

**مثال:**

ٻڪرين جي واڙ ڳئن جو ڌڻ، ماڻهن جو ٽولو

اهڙن نسبتي لفظن کي به جملي ۾ ڌار ڪري ٻيهارڻ لاءِ ٿورو دم ڏنو ويندو آهي.

9. جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ جملا حرف جملي جي مدد سان ڳنڊيا ويا هجن، تڏهن به هر جملي جي ميلاپي هنڌ تي حرف جملي کان اڳي ٿورو دم ڏنو وڃي. اهڙي ٿوري دم جو مطلب هر جملي جي خيال کي الڳ الڳ ظاهر ڪرڻ هوندو آهي.

سائين شفيع محمد کي سلام ڏيندا.

هن مان به مطلب نڪرن ٿا.

ڊاڪٽر عبدالمجيد کي نياپو ضرور ڏيندا.

مثال:

(الف) هن چيو جيتوڻيڪ اهو ڏکيو آهي، پر تڏهن به هن کي گهرجي ته گهر ڏسي ڇڏي.

(ب) هن جي سوچ ۽ منهنجي خيال ۾ وڏو فرق آهي.

(ت) مون سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پاڙي واري جي ريڊيي مون کي سمجهڻ ڪونه ڏنو.

(ث) هو جيڪي سوچي ٿو جيڪي ڪري ٿو تنهن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي.

10. ندا جي فاعل، اسم ۽ فعل جي پٺيان به ٿورو دم ڏنو وڃي. مثال:

ڇوڪر، روئي ٿو.

استاد، پنهنجي لٺ سان، شاگرد کي ماري ٿو.

هن جملي ۾ ٿورو دم نه رکو هر ڪنهن فقري جي اهميت ظاهر ڪري ٿو پر پنهي فقرن کي ٿوري دم جي مدد سان الڳ ڪري بيهاريو ويو آهي، ۽ معنيٰ کي صاف ڪري اثرائتو ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ وضاحت ڪئي ويئي آهي.

11. ٿورو دم هر فقري يا مددي يا مدار رکندڙ جملي کان پوءِ ڏنو وڃي ٿو ته جيئن فقري ۽ جملي جي مقصد ۽ اهميت کي اپاري ظاهر ڪري

مثال:

(الف) هر وقت، هر انسان، خدا جي مخلوق جي دک درد کي غور سان ڏسي، انهن تي سوچي، ويچاري ۽ نتيجا ڳولي، ته جيڪر جاندارن، پکين، انسانن جي ڀلائي، همدردي ۽ سک جا سيپ رستا، سبب هن جي اڳيان اچي وڃن.

(ب) ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ جيڪي به لفظ وات مان نڪرن ٿا، سي ڳالهائڻ جي انن لفظن مان، ڪنهن نه ڪنهن قسم جا ضرور هوندا آهن.

(ت) امتحان لاءِ جيڪي ڇوڪرا تيار ٿيا، سي پاس ٿيا.

(ث) اڄ صبح جو اسين جهيڙي ۾ ڦٽيلن وٽ وياسين، پر هنن جي خراب حالت ڏسي، دل جهلي نه سگهياسين، تنهن ڪري سگهو ئي موٽياسين.

12. تعداد يا تاريخ لکڻ کان پوءِ جڏهن ٻيا لفظ لکيا وڃن، تڏهن بہ ٿورو دم ڏنو وڃي.

**مثال:**

(الف) ماڻهو 3789 ۽ گهوڙا 683؛ هن شهر ۾ اڄ موجود آهن.

(ب) جنوري 1980ع، کان امتحان شروع ٿيندو.

13. ڪنهن جاءِ ايڊريس جي حصن کي ٿورو دم ڏئي جدا ڪيو وڃي.

**مثال:**

هي حيدرآباد، سنڌ ۾ جائو هو.

14. انگن جي تعداد کي جدا جدا ڪري لکڻ بہ ٿورو دم آندو وڃي ٿو.

745، 22، 150، 290.

15. ڪنهن بہ حوالي ڏيڻ وقت ورجايل لفظن ۾ چيل لفظن کي بہ ٿوري دم جي مدد سان جدا ڪيو ويندو آهي.

**مثال:**

هن چيو "توکي پورو حق آهي."

16. واسطو رکندڙ فقرن کي ٿوري دم جي مدد سان جدا ڪيو وڃي.

**مثال:**

جي تون هي ڪتاب پسند ڪرين ٿو تہ ڪٽي وڃ.

مٿين حالتن کانسواءِ هيٺين حالتن ۾ بہ ٿورو دم ڏنو وڃي ٿو:

1. جملن ۽ فقرن کي گڏ لکڻ وقت، هڪٻئي کان الڳ ڪرڻ وقت
2. جملن ۽ فقرن جي معنيٰ صاف ڪري، اثرائتي ثابت ڪرڻ لاءِ
3. جملن جي جدا جدا حصن ۽ فقرن جي اهميت ظاهر ڪرڻ لاءِ
4. جملن ۾ جتي ٿورو ساهہ کڻڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي.
5. جملن ۽ فقرن جي مقصد ۽ خيال کي مختلف ظاهر ڪرڻ لاءِ
6. جملي جي پهرئين خيال کان پوءِ ٻئي خيال کي واضح ۽ نرالو ثابت ڪرڻ لاءِ
7. ٻن جدا جدا خيالن وارن جملن کي جدا ڪري ظاهر ڪرڻ لاءِ
8. جملي ۾ ٿورو دم اتي ڏيڻ گهرجي جتي ٻي ڪا بہ نشاني نہ اچي سگهي.

مثال:

1. مرد ۽ زالون، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون برابر اهميت جي لائق آهن.
2. هن باغ ۾ انب، صوف، ڪيلا، ڄمون ۽ ٻيا ميوا ٿيندا آهن.
3. ايماندار، محنتي سياڻو ۽ ڪارائتو ماڻهو هر هنڌ عزت حاصل ڪري ٿو.
4. هيءَ ڇوڪري رڌڻ، پچائڻ، سبڻ ۽ ٻين گهر جي ڪمن ۾ هوشيار آهي.
5. احمد، نيرن ڪري اسڪول مان ٿي راند ڪري شام جو گهر موٽيو.
6. گهوڙو جو مون توکي ڏنو سو سٺي نسل جو هو.
7. ڇا ڏينهن هجي، ڇا رات هجي، صبح هجي يا شام هجي، گرمي هجي يا سردي هجي، غريب پيٽ لاءِ محنت ڪندو رهي ٿو.
8. فاعل ۽ فعل يا هڪ خيال جي رُخ وارن فقرن يا جملن جي وچ ۾ ٿورو دم نہ ڏنو وڃي، نہ ڪي ٿورو دم هر هنڌ بنا ضرورت جي ڏنو وڃي.

**ٿورو دم ۽ ليڪ** [_] Comma & Dash

هيءَ نشاني ڪنهن ڳالهہ کي وڌيڪ زوردار ثابت ڪرڻ يا احتياط خاطر استعمال ڪئي وڃي ٿي.

**اڌ دم:** [;] Semicolon

اهڙو جملو جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ جملا شامل هجن، ۽ جن جو پاڻ ۾ لاڳاپو هجي ۽ حيثيت جي لحاظ کان هر هڪ جدا نئيو جملو هجي. جيڪو خود زور پريو ۽ الڳ خيال رکندڙ جملي جي حيثيت جهڙو هجي ۽ جن کي جيڪڏهن جدا ڪري لکجي تہ خود هڪ جملو ٿي پوي تہ اهڙن جملن جي حيثيت ۽ خيال کي الڳ ڪري ڏيکارڻ لاءِ اڌ دم ڏنو ويندو آهي. اهڙا جملا مداري جملا نہ هوندا آهن، پر اهي جملا مکيہ جملي جي خيال سان واسطو ضرور رکندا آهن ۽ جملي ۾ اهڙن جملن جي ثانوي حيثيت هوندي آهي.

موجوده وقت لکتن ۾ اڌ دم تمام گهٽ استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ اڌ دم جي بدلي ٿورو دم ڏنو وڃي ٿو يا مرڳو ننڍا ننڍا جملا ڪري لکيا وڃن ٿا.

هن نشانيءَ جو خاص مقصد هوندو آهي تہ هر ننڍي لاڳاپيل جملي کان پوءِ ٿورو دم کان وڌيڪ بيهجي، تہ جيئن انهيءَ لاڳاپيل خيال وارو جدا حيثيت رکندڙ آسانيءَ سان سمجهي سگهي ۽ جملو بہ اثرائتو معلوم ٿئي.

مثال:

1. هي ڇوڪرو تمام ذهين آهي؛ تنهن ڪري امتحان ۾ پهريون نمبر اچي ٿو پر سست آهي؛ تنهن ڪري ڪوبہ ڪم جلدي نٿو ڪري

2. اڄ ڪلهہ اسان جي سماج جي تباهي جا بنيادي مسئلا آهن: "بي روزگاري جو وڌڻ، شين جي قيمتن ۾ واڌارو ۽ اخلاقي خرابين جو پيدا ٿيڻ"

3. انساني وبس ۾ تون اشرف المخلوقات آهين؛ دنيا جي ويس ۾ تون شيطان جو پوئلڳ آهين؛ خواهشن جي دائري ۾ تون بيحد لالچي آهين؛ عقل جي لحاظ کان، تون انصاف پسند، رحم دل، داناءُ، ظالم ۽ بي عقل آهين.

4. احمد اسڪول ويو آهي؛ محمد اندر ڪمري ۾ آهي.

**اڌ دم ۽ ليڪ [؛ ـ] Semicolon & Dash**

هي نشاني پوءِ ايندڙ جملي کي اهميت وارو ۽ زوردار بنائڻ لاءِ ڏني وڃي ٿي. انهيءَ ڪانسواءِ ايندڙ جملي کي جدا ڪري ڏيکارڻ لاءِ بہ ڏني ويندي آهي.

**دم [:] Colon**

ڪنهن ڳالهہ يا خيال کي اثرائتو ڪرڻ لاءِ يا جيڪي ڪجهہ ڳالهہ جي اثر وڌائڻ لاءِ چيو وڃي، يا اصل ڳالهہ جي تفصيل يا وضاحت ڏيڻ لاءِ، هي نشاني ڏني وڃي ٿي.

1ـ پاڪستان ۾ هيٺيان صوبا آهن:
سنڌ، بلوچستان، سرحد[14] ۽ پنجاب

2ـ جيڪو محنت ڪندو پاس ٿيندو: محنت جو ٿل ويڄڻ جو نہ آهي.

3ـ اها هن جي ڏنل راءِ جيڪا اخبارن ۾ آئي آهي تہ: "مون ڪڏهن بہ اهڙا خيال ظاهر نہ ڪيا آهن؛ نہ اهڙن خيالن کي ظاهر ڪري سگهان ٿو. نہ اهڙن خيالن کي مقبول بڻائڻ جو خيال آهي."

[14] هن وقت خيبر پختونخواهہ (ع.ن)

**دم ۽ ليڪ [:_] Colon & Dash**

هي نشاني ايندڙ لفظن کي وڌيڪ اهميت ۽ زوردار بنائڻ يا احتياط خاطر استعمال ڪئي ويندي آهي.

**سوال جي نشاني [؟] Question Mark**

جڏهن ڪنهن کان سوال ڪيو وڃي ٿو تہ انهيءَ سوال ظاهر ڪرڻ لاءِ لکيت ۾ سوال جي نشاني ۽ ڳالهائڻ وقت جملي ۾ آخرين لفظن تي زور ڏنو وڃي ٿو.

هي منهنجو ڪتاب آهي؟

ڇوڪر جو نالو ڇا آهي؟

ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟

جملي ۾ سوال جي نشاني نہ ڏني ويئي تہ جملو بياني ٿي پوندو ۽ جملي جو مطلب غلط ٿي پوندو.

هي منهنجو ڪتاب آهي.

هن جملي مان يقيني حالت جو بہ اظهار ٿي سگهي ٿو تہ حقيقت ۾ هي ڪتاب منهنجو آهي، پر سوال جي نشاني ڏيڻ سان اهو ظاهر ٿيندو تہ هي ڪتاب منهنجو آهي يا نہ.

**سوال جي نشاني ۽ ليڪ Question Mark & Dash**

جملي کي هي نشاني وڌيڪ زوردار ثابت ڪرڻ لاءِ يا احتياط طور ڪم آندي ويندي آهي.

**هڪ کان وڌيڪ سوال جون نشانيون [؟ ؟ ؟]**
**Plural Queries**

ڪنهن سوال کي وڌيڪ معلوماتي يا سوال ۾ وڌيڪ شدت ظاهر ڪرڻ لاءِ، هڪ کان وڌيڪ سوال جون نشانيون ڏنيون وينديون آهن. هي نشانيون عام طور افسانوي ادب ۾ استعمال ڪيون وينديون آهن، پر ادبي تحقيق ۾ ڪم نہ اينديون آهن.

**ڏنگين ۾ سوال جي نشاني [(؟)]**
**Bracked Question Mark**

هي نشاني افسانوي توڙي ادبي لکت ۾ استعمال ڪئي وڃي ٿي ۽ هن جو مقصد هوندو آهي، ڪنهن ڳالهہ کي سوالي بنائڻ يا ڪنهن سوال کي

ڳجهو ڏيکارڻ، يعني ظاهر ۾ اهو سوال نہ هجي، پر باطني طور اهو سوال ظاهر ڪيو وڃي، يا ڪنهن ڳالهہ ۾ شڪ هجي ۽ انهيءَ جي مڪمل معلومات نہ هجي ۽ ڪڏهن هيءَ نشاني ٽوڪ طور بہ ڪم آندي وڃي ٿي.

**ندا جي نشاني [!]** Exclamation

ندا جي نشاني تڏهن استعمال ڪئي ويندي آهي، جڏهن جملي ۾ خوشي يا غم، ڏپ يا ڪنهن عجب وارن جذبن کي ظاهر ڪيو ويندو آهي، پر ڳالهائڻ وقت انهن لفظن تي زور ڏنو ويندو آهي ۽ انهن لفظن ۽ باقي لفظن جي وچ ۾ ڪجهہ وقت دم ڪٽڻو پوندو آهي. هڪ ڪڏهن ٽوڪ ظاهر ڪرڻ يا ڪنهن خاص تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ نشاني ڏني ويندي آهي.

**مثال:**

مار! ايترو بار هن جانور تي.

واه! تو هي راند نہ کٽي ورتي.

ڏٺي شل توکي وڏي عمر ڏئي!

تو ايتري دولت ڪمائي آهي!

چپ! تيار ٿي! هڪدم ڪمري مان نڪري وڃ.

**ندا ۽ ليڪ [!_]** Exclamation & Dash

هي نشاني ندا جي حالت ۾ وڌيڪ زوردار يا احتياط خاطر استعمال ڪئي ويندي آهي.

هڪ ڪان وڌيڪ ندا جون نشانيون [! ! !]

هنن نشانين جو مقصد هوندو آهي تہ ڪنهن ڳالهہ جي لاءِ وڌيڪ عجب ظاهر ڪرڻ. هيءَ نشاني افسانوي ادب ۾ عام استعمال ڪئي وڃي ٿي.

**ڏنگين ۾ ندا جي نشاني [ (!) ]**
Bracked Exclamation

هن نشانيءَ مان لفظن ۾ لڪل عجب ظاهر ڪيو ويندو آهي. معنيٰ لفظن ۾ ظاهر ۾ ندا جي حالت ڪانہ هوندي آهي، پر باطني طور ندا جي حالت ظاهر ڪئي ويندي آهي، يا هن نشاني مان گهري طنز ظاهر ڪئي وڃي ٿي.

### ليڪ [_ _] Dash

ڪنهن مڪمل جملي کان اڳي جيڪڏهن، معنيٰ طور يا سمجهاڻي طور ڪجهه لکيو وڃي ۽ پوءِ جملو شروع ڪيو وڃي ته اهڙي حالت ۾ سمجهاڻي ۽ جملي جي وچ ۾ ليڪ ڏني وڃي، پر جيڪڏهن پهريائين جملو ۽ پوءِ سمجهاڻي ته اهڙي حالت ۾ دم (Colon) جي نشاني ڏني ويندي آهي. يا ائين ته جيڪڏهن ڪنهن جملي جو پورو مطلب نه نڪري ۽ جملي جي سمجهاڻي لاءِ ڪي خاص لفظ ڏيڻا هجن ته وچوٽي يا ليڪ ڏني وڃي.

مثال:

1. هن کي مار ڏني، برو ڀلو چيو ۽ هن جو سامان در کان ٻاهر اُڇلايو _ احمد تمام خراب رويو اختيار ڪيو.
2. جنگ، امن، سياست ۽ محبت _ اسان ڪيترن ئي موضوعن تي ڳالهيون ڪيون.
3. هوڏانهن مير به انگريزن سان ناتي ڳنڍڻ ۾ ناراض هُئا. جيتري قدر انگريز پاڻ _ خاص ڪري اهڙي طاقت سان، جنهن مان ڪين ڊپ هو.
4. انگريزن کي هاڻي ميرن سان گهاٽي رستي رکڻ جي ڪا خاص ضرورت ڪانه هُئي _ خاص ڪري جڏهن هنن ميرن کي جاهل قوم ڪري تي ليکيو.

افسانوي ادب ۾ ليڪ جملي ۾ خيال جي وضاحت، اهميت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ استعمال ڪئي وڃي ٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٿوري دم لاءِ به ليڪ استعمال ڪئي ويندي آهي، جنهن جو مطلب لفظن کي وڌيڪ نمايان ڪرڻ هوندو آهي. يا انهي لاءِ ليڪ ڏني ويندي آهي ته جذبي جي جهڙي شدت لکندڙ ۾ هجي اهڙي پڙهندڙن ۾ به پيدا ڪئي وڃي. اهڙيءَ طرح ٽوڪ ۽ طنز طور استعمال ٿيل فقرن جي اڳيان به ليڪ ڏني ويندي آهي. جيئن تحقيقي لکتن ۾ ڪنهن لفظ يا ڳالهه جي سمجهاڻيءَ لاءِ ڏنگيون ڏنيون وينديون آهن تيئن افسانوي ادب ۾ وري ڏنگين جي بدلي ۾ اڳيان پٺيان ليڪون ڏنيون وينديون آهن. انهي کانسواءِ ليڪ جي پٺيان آيل فقري ۾ نئين خيال جي نشاندهي به ڪئي ويندي آهي.

مثال:

مير فتح علي خان ملڪي حڪومت ۾ پنهنجي ٽن پٽن - غلام علي، ڪرم علي، مراد علي، کي به ڀائيوار ڪيو.

ڳنڍيندڙ ليڪ [-] Hyphen

هي ليڪ هيٺين حالتن ۾ استعمال ٿئي ٿي:

1. مرڪب لفظن کي جدا ڪرڻ. مثال: ماهه - پهريون، جڳ - مشهور_ Dancing — girl

2. لفظن کي پدن ۾ ورهائڻ. مشـــ هوـــ ر (Di - vi - sion)

3. اچارن جي لحاظ کان لفظن جو ورهائڻ.

4. افسانوي ادب ۾ ڪنهن ڳالهه ۾ هٻڪ پيدا ڪرڻ.

5. ٽائيپ ۾ سٽ جي آخر ۾ جڏهن ڪو لفظ نه اچي سگهي ته جيڪي اکر اچي سگهن، اهي لکجن ۽ پوءِ ڳنڍيندڙ ليڪ ڏئي باقي اکر ٻي سٽ ۾ ڏنا وڃن.

6. هڪ کان وڌيڪ اهڙيون ڳنڍيندڙ ليڪون جيڪڏهن ڏنل هُجن ته انهيءَ جو مطلب هوندو آهي ته انهيءَ جاءِ تان ڪجهه لفظ نڪتل آهن.

واڪ جون نشانيون: Quotation Marks

واڪ جون نشانيون ٻن قسمن جون آهن: هڪڙيونساديون واڪ جون نشانيون (Single quotation)، ٻيون مرڪب واڪ جون نشانيون (Double quotation).

سادي واڪ جي نشاني [' '] Single Quotation

هي نشاني جملي ۾ تڏهن ڪم ايندي آهي، جڏهن ڪنهن لفظ کي اهميت واري يا ڪو خاص لفظ ظاهر ڪيو ويندو آهي.

'ڪاچ' کان ٽي راتيون اڳ سرور جي ڍولڪ هٽائبي آهي.

انهيءَ کانسواءِ جملي ۾ خاص فقرن کي به سادي واڪ جي نشاني ۾ رکيو ويندو آهي.

مثال:

لاڙُن کان پوءِ ٻيا هي ساٽ ڪيا ويندا آهن:

'منڊيءَ جو ساٽ'، 'سونگي جو ساٽ'، 'ويڇيءَ جو ساٽ'، 'ڪير جو ساٽ'، 'مٽ ڪولائڻ'، 'ڦل چونڊڻ' ۽ تر مٽڻ، وغيره.

ننڍا فقرا ۽ اهڙا لفظ جن جي جملن ۾ اهميت جدا ڳاڻ هوندي آهي، اهڙن لفظن کي ٻه واڪ جي نشانين ۾ رکيو ويندو آهي.

**مرڪب يا ٻٽيون واڪ جون نشانيون: [""] Double Quotation**

جيڪڏهن ڪي لفظ اڳي چيل يا ورجايل آهن يا حوالي طور ڪم آيل آهن يا اڳي چيل جملا ورجايل آهن يا ٻجنسي چوڻا آهن، تڏهن مرڪب يا ٻٽين واڪ جي نشانين ۾ رکيا ويندا.

**مثال:**

احمد چيو ته "هواج راند نه ڪندو."

هي لفظ ڪيترا نه تنهنجي دوست سان ٺهڪي اچن ٿا. "چور جو ٻاءُ ڳنڍي چوڙ"

**ڏنگيون ليڪون ۽ بريڪيٽ ( ) [ ]**

**ڏنگيون ليڪون ( )**

ڪنهن به جملي ۾ جي ڪنهن لفظ جي معنيٰ يا نسبتي لفظ ڏيڻو هوندو آهي ته انهيءَ کي ڏنگين ۾ لکيو ويندو آهي.

مثال:

داخلي (Internal) ۽ خارجي (External) اثر انسانن جي حالتن جا ذميوار هوندا آهن.

ڪڏهن ڪنهن جملي يا فقري جي سمجهاڻي ۽ وضاحت به ڏنگين ۾ ڏني ويندي آهي. تحقيق دوران اهڙيون سمجهاڻيون يا وڌيڪ ڳالهيون هيٺ فٽ نوٽ ۾ ڏنيون وينديون آهن، پر عام لکت ۾ انهن کي ڏنگين ۾ رکيو ويندو آهي. يعني اهڙي معلومات جيڪا تمام ضروري هجي ته اهڙين ڏنگين ۾ ڏني ويندي آهي. پر اهڙي معلومات جيڪا تمام ضروري نه هجي، پر انهن جو هجڻ به ڪو مطلب رکندو هجي ته اهڙي معلومات فٽ نوٽ ۾ ڏني وڃي.

اهڙيون ڳالهيون، جيڪي گرامر جي لحاظ کان جملي ۾ ضروري نه هونديون آهن، پر انهن جو جملي سان ڪنهن طرح به واسطو هوندو آهي، تن کي ڏنگين ۾ رکيو وڃي.

مثال:
سڄو شهر (جنهن جي، 1940ع ۾ مردم شماري 00، 47 هئي) مارشلا جي هيٺ آندو ويو.
جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه لاءِ گول ڏنگيون استعمال ڪيون ويون هجن ۽ انهن کان وڌيڪ ڪا معلومات ڏنگين ۾ ڏيڻي هجي، جيڪا جدا گانہ مطلب رکندڙ هجي تہ انهن کي بريڪيٽ ۾ رکيو وڃي.
حہ شهر (جنهن جي 1940ع ۾ [ڏسو مردم شماري پاڪستان 1948ع] مردم شماري 000، 47 هئي) مارشلا هيٺ آندو ويو.
ڏنگيون ٻرامن ۾ سمجهاڻي لاءِ استعمال ڪيون وينديون آهن.
**بريڪيٽ [ ] Brackcts**
عام طور تي هيءَ نشاني استعمال نہ ڪئي ويندي آهي، پر جڏهن ڏنگين ليڪن جي استعمال ڪرڻ کان پوءِ ڪن لفظن کي خاصيت جي ڪري الگ ڏيکارڻو هجي تہ انهن کي ڏنگين جي بدران بريڪيٽ ۾ رکيو وڃي.
جيڪڏهن ڪنهن لکت ۾ اديب جي لکت کانسواءِ ايڊيٽر يا رپورٽر پنهنجي طرف کان لکڻ چاهي تہ انهيءَ کي بہ بريڪيٽ ۾ رکي سگهجي ٿو.
مثال:
"انگريزي زبان ۾ پ (p)، ٽ (t) ۽ (k) جا آواز ڪن حالتن ۾ وسرگ تي پوندا آهن: يعني اهي [ڦ] [ٿ] ۽ [ک] تي پوندا آهن.
جڏهن تحقيق ڪندڙ ڪنهن حوالي يا حوالي ۾ ڏنل لفظن يا اکرن ۽ جملي بابت وڌيڪ سمجهاڻي ڏيڻ چاهيندو آهي، تڏهن اهي لفظ بريڪيٽ ۾ لکيا ويندا آهن.
جيڪڏهن هيءَ نشاني ٽائيپ رائٽر ۾ نہ هجي تہ پوءِ ڪاري مس سان ڏني وڃي.
**ڏنگين اڳيان ۽ پٺيان ليڪ –( )–**
هن جو مقصد ڏنگين ۾ ڏنل لفظن کي وڌيڪ زوردار يا احتياط وارو ظاهر ڪرڻ هوندو آهي.

**نسبتي ليڪ }** Brace or Vincular

Brace معنيٰ آهي گڏ رکڻ (together) يا گڏ ڪيڻ (Draw together) ۽ Vinculumمعنيٰ بڌل رکڻ (abond)جڏهن ڪنهن ٻہ ٻن، ٽن يا وڌيڪ لفظن يا اکرن جي نسبت ڪنهن هڪ سان ڏيکارڻي هوندي آهي تہ اهڙن لفظن کي نسبت رکندڙ لفظن جي سامهون رکڻ کان پوءِ وچ ۾ هيءَ } نشاني ڏني ويندي آهي.

Bad
Good } هي انگريزي اکر آهي
Evil

**Virgule or oblique**

هي نشاني اصل ۾ فرينچ زبان جي لکت جي آهي، هن نشاني جي معنيٰ آهي: ننڍو رستو. هي نشاني جدا ڪندڙ يا صاف ڪري ڏيکارڻ لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي. هي نشاني انگريزي لفظن جي مخفف هجڻ کي ظاهر ڪندي آهي.

جيئن: W/o, s/o, c/o

**مثال:**

انگريزي زبان ۾ [ق]، [ن]، ۽ [ڪ] آواز موجود آهن جهڙوڪ /قل/، (Pulc)، /ٽل/ (Tills)، ۽ /ڪٽ/ (kit)، لفظن مان ظاهر آهي.

/غير/۽/غير/ ۾ هڪ صوتيي جا ٻہ آواز آهن.

**ليڪون------** DASHES

هڪ کان وڌيڪ ليڪون انهيءَ لاءِ ڏنيون وينديون آهن، جتي ڪي لفظ يا فقرا يا ڪي جملا ڇڏيا ويندا آهن. اهڙن ڇڏيل لفظن ۽ فقرن يا جملن جي نشاندهي هڪ کان وڌيڪ ليڪن جي مدد سان ڪئي وڃي ٿي.

**ٻُڙيون:** DOTS

هڪ کان وڌيڪ ٻُڙيون تڏهن ڏنيون وينديون آهن، جڏهن ڪنهن حوالي يا لکيت ۾ ڪي لفظ يا ڪي جملا ضروري نہ سمجهي ڇڏيا ويندا آهن ۽ انهن جي نشاندهي لاءِ ٻُڙيون ڏنيون وينديون آهن تہ جيئن پڙهندڙ کي معلوم ٿئي تہ انهيءَ ٻُڙين واري جاءِ ني ڪجهہ مواد ڇڏيل آهي، جيڪو ليکڪ ضروري نہ سمجهي ڇڏي ڏنو آهي.

افسانوي ادب ۾ ڪي جملا يا لفظ مصنف ضروري نہ سمجهي يا انهيءَ لاءِ تہ پڙهندڙ خود اهي لفظ سمجهي ويندو ڪجهہ ٻڙيون وچ ۾ يا آخر ۾ ڏئي ڇڏيندو آهي يا اهڙا لفظ جيڪي هو لکڻ مناسب نہ سمجهندو آهي، تن لاءِ ٻڙيون ڏيئي ڇڏيندو آهي ۽ پڙهندڙ اهي ٻڙيون ڏسي خود سمجهي ويندو آهي تہ مصنف ڪهڙا لفظ ڇوڙڻ چاهي ٿو جيڪي ورجائڻ نٿو چاهي.

اهڙيءَ طرح ٽي (...) ٻڙيون اکرن جي ڪوٽ ڏيکاريندڙيون آهن ۽ ڇهہ ٻڙيون (......) جملي جي ڪوٽ ڏيکاريندڙيون آهن ۽ ڇهن کان مٿي ٻڙيون ڏيڻ جو مقصد هوندو آهي تہ پوري پيرا ڪٽل آهي.

**ٻڙين جي ليڪ:** LEADERS

ٻڙين جي پوري ليڪ اڳين ۽ پوين لفظن جو تعلق ظاهر ڪن ٿيون.

هن قسم جون ٻڙيون مضمونن جي فهرستن (Content) يا ڏسٽي (Index) ۾ عام طور ڪم اينديون آهن.

باب پهريون........................ ............................ 1 کان 25
باب ٻيو................................................................ 26 کان 50

**سنها اکر:** ITALICS

هي طريقو انگريزي لکت ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. هن اکرن ۾ لکڻ جو بہ مقصد لفظن يا اکرن جي اهميت کي ظاهر ڪرڻ هوندو آهي تہ جيئن ٻي لکت کان جدا نظر اچن. سنڌي لکت ۾ هن نشاني جي بدلي اکرن هيٺان ليڪ ڏني ويندي يا انهن اکرن جي ليڪ ڏئي نشاندهي ڪئي وڃي ٿي.

بيهڪ جي نشانين جو مقصد هوندو آهي لفظن، فقرن ۽ جملي جي معنيٰ جو صحيح مفهوم پڙهندڙن تائين پهچائڻ، اهڙيءَ طرح هر هڪ نشانيءَ کي ڪا هڪ خاص معنيٰ آهي، جيڪا هوءَ جملي ۾ ادا ڪري ٿي، پر جيڪڏهن لکندڙ پنهنجي خيالن جو مڪمل ۽ صحيح نموني مفهوم سمجهائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو تہ پوءِ سندس لکت مان ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ بيهڪ جون نشانيون صحيح نموني ۾ ادا ڪيون وڃن تہ جيئن لکندڙ پنهنجو صحيح مقصد پڙهندڙن کي پهچائي ۽ پنهنجي جذبن ۽ احساسن ۾ پڙهندڙن کي

شامل ڪري سگهي، جيڪو سندس اولين مقصد هوندو آهي ۽ بنا بيهڪ جي نشانين جي لکت منجهيل ۽ بي مقصد ٿي سگهي ٿي.

**تاري واري نشاني (*)** ASTERICKS

هي لفظ اصل گريڪ زبان جو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ننڍو تارو. هي نشاني پهرئين ته انهيءَ جاءِ تي ڪم ايندي آهي، جتي هن وقت ٻڙي (Dot) ڏني وڃي ٿي يا جتي ڪجهه لفظ يا اکرن يا جملن کي ڇڏي ڏبو آهي، اتي اهي نشانيون هڪ کان وڌيڪ ڏنيون ويندي‌يون هيون. ابتدا ۾ اهڙي نشاني پوري دم ۾ پئراگراف جي پوري ٽيڻ تي ڏني ويندي هئي يا ڪنهن لفظن يا اکر جي اصلاح بابت نشاندهي ڪرڻ لاءِ ڏني ويندي هُئي، جنهن بابت وڌيڪ حاشيي ۾ لکيو ويندو هو يعني موجوده فٽ نوٽ لاءِ جيڪا نشاني ڏني وڃي ٿي.

**مثال:**

گهڻو وقت بيمار رهڻ کان پوءِ شهنشاه گذاري ويو ..........
دفنائڻ جي رسم ادا ڪرڻ کان پوءِ حڪومت جون واڳون ٻين کي سنڀالڻ لاءِ ڏنيون ويون.

موجوده ادبي تحقيق ۾ هي نشاني حاشيي ۾ ڏنل مواد جي لاءِ ڪم ايندي آهي.

**مدد گار نشانيون:** ALLIES AND ACCESSORIES

انگريزيءَ ۾ جملي جو پهريون اکر يا نالي جو پهريون اکر وڏن اکرن ۾ لکيو ويندو آهي، جنهن جو رواج سنڌي لکت ۾ نه آهي. سنڌي لکت ۾ ٿلها اکر اهڙن لفظن جي لاءِ ڏنا ويندا آهن، جن جي اهميت ظاهر ڪرڻي هوندي آهي، جيئن ڪنهن مصنف يا ڪتاب جو نالو جيڪڏهن لکت ۾ اچي ٿو ته انهيءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اکر ٿلها لکيا ويندا آهن يا انهن اکرن جي هيٺان ليڪ ڏئي انهن اکرن کي ظاهر ڪيو ويندو آهي.

## حوالا

1. جتوئي، علي نواز حاجن، علم اللسان ۽ سنڌي زبان. حيدرآباد، احمد نبي بخش شيخ: 1968ع ص – 9
2. Edgar H. Sturtevent. An Introduction to Linguistic Science. New Haven! Yale University Press, 1947- P-2
3. جتوئي علي نواز حاجن، علم اللسان ۽ سنڌي زبان ص–29
4. ايضاً.
5. ايضاً.
6. R. H. Robins. General Linguistic- London: Longmans: 1964, P- 151
7. جتوئي علي نواز حاجن، علم اللسان ۽ سنڌي زبان ص–91
8. Macropaedia, William Benton 73- The New Encyclopeadia Britinica, 1974, Vol 15- P. 274
9. Eric Partidge & John W. Clerk, You have a point there . London: The English Language Book Society- 1963. P.1
10. Noble, Inc. & Barne's:Robert Brittain. Punctuation. New York 1957- PP 123, 124

# بيهڪ جون نشانيون
(Punctuation Marks)

ڊاڪٽر فهميده حسين

اسان جي ڳالهائڻ مهل اکرن، سادن يا مرڪب ۽ پيچيده لفظن، لفظن جي جوڙن، ٽُڪن، جملن وغيره جي وچ ۾ جيڪي وٿيون، وقفا، ساهيون، زورائتا يا هلڪا تاثر. لاهيون چاڙهيون ۽ سواليہ، تمنائي يا عجب جا جذبا ظاهر ٿيندا آهن، تحرير يا لکت ۾ انهن کي ڪيئن ظاهر ڪجي، جو اظهار بنا فرق جي پڙهندڙ تائين مڪمل طور منتقل ٿي سگهي؟ معنيٰ ۽ مفهوم، چٽائيءَ ۽ وضاحت سان پڙهندڙ تائين پهچائڻ لاءِ جيئن ڪنڌ جي ڏوڻ، پرونءَ جو ڪچڻ، نڪ کي موڙو ڏيڻ، هٿن جا اشارا ۽ ٻيون اهڙيون شيون مددگار ٿينديون آهن، تيئن تحرير ۾ پڻ ڪي نشانيون هونديون آهن، جيڪي ڳالهہ جي تاثر کي پڙهندڙ جي ذهن تائين جيئن جو تيئن پهچائڻ جو ڪم ڪنديون آهن- اهي ڪهڙيون نشانيون آهن، يا اهي ڪهڙا ذريعا طريقا ۽ اهڃاڻ آهن، جيڪي لکندڙ کان پڙهندڙ تائين خيال يا ڪنهن تاثر کي جيئن جو تيئن پهچائڻ ۾ مددگار ٿي سگهن ٿا؟ اهي پڪ سان بيهڪ جي نشانين جي صورت ۾ ڪي بنيادي علامتون آهن، جن کي ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ تمام ضروري آهي. انگريزيءَ ۾ انهن کي "Basic tools of good writing" (سٺي تحرير جا بنيادي ذريعا) سڏيو ويندو آهي.

Proper punctuation lends a precision to your writing, gives it clarity, conveys to your reader exactly the meaning you intend.

انگريزي ٻوليءَ ۾ ڪُل ٽيهہ (30) اهڙيون نشانيون آهن، جن مان ڪن جي اهميت کي وڏيڪ مڃيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ جيتوڻيڪ انهن کان گهٽ نشانيون ڪتب اچن ٿيون، تہ بہ انهن مان ڪن جي سمجهاڻي انهيءَ لاءِ پڻ ضروري آهي، جو ترجمي ڪرڻ مهل انهن جو سمجهڻ ضروري ٿيو پوي.

'بيهڪ' جو بيهڻ (Pause) ۽ بيهڪ يا بناوٽ (Construction) ٻنهي سان واسطو آهن، جنهن سان تحرير خوبصورت ٿئي ٿي.

مقصد 1_ گفتگو يا تحرير ۾ بيهڻ، 2_ گفتگو کي صاف ڪري بيهارڻ.

عام طور تي ماڻهن کي 'بيهڪ جي نشانين' جي باري ۾ ڄاڻ ته هوندي آهي، پر انهن کي صحيح جاءِ ۽ صحيح موقعي تي استعمال ڪرڻ جي خبر ڪانه هوندي آهي. ڪڏهن ته ضرورت هوندي به استعمال ڪو نه ڪندا، ته ڪڏهن وري هروڀرو به بنا ضرورت جي پيا انهن کي وچ ۾ هڻندا! بيهڪ جي نشانين جو گهٽ يا وري اجايو استعمال به لکڻيءَ کي برباد ڪري سگهي ٿو.

Punctuations are signposts that guide your reader through the sentence you have built.

معني: بيهڪ جون نشانيون رهنمائي ڪندڙ اهڃاڻ آهن، جيڪي توهان جي ٺاهيل جملي جي مفهوم کي توهان جي پڙهندڙ تائين پهچائين ٿا.

انهن جا ٽي قسم آهن:

(1) ابتدائي:

| | | |
|---|---|---|
| ٿورو دم | , | Comma |
| اڌ دم | ; | Semicolon |
| دم | : | Period or Full Stop |
| سوال جي نشاني | ؟ | Question Mark |
| عجب جي نشاني | ! | Exclamation Mark |

(2) ثانوي:

| | | |
|---|---|---|
| ليڪ | — | Dash |
| ڳنڍيندڙ ليڪ | - | Hyphen |
| ڏنگيون | () | Brackets |
| سواليه نشاني | ؟ | Question Mark |
| عجب جي نشاني | ! | Exclamation Mark |
| (ايڪوٽيون) واڪ جون نشانيون | ' ' | Single inverted commas |
| ٻٽيون واڪ جون نشانيون | " " | Double inverted commas |

(3) **پٽيون يا مرڪب:**

| | | |
|---|---|---|
| ٻڙي ٻڙي ٻڙي | ... | Hiatus |
| ٻہ ٻڙيون ليڪ | :_ | Pointers |
| ڏنگين ۾ سوال جي نشاني | (؟) | Bracketed Question Mark |
| ڏنگين ۾ عجب جي نشاني | (!) | Bracketed sign of Exclamation |

هتي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ عام نشانين کانسواءِ انگريزيءَ جون ڪي اهم نشانيون پڻ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي:

**مثال طور:** Apostrophe_ ايپاسٽرافي ('): انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ مهل اُن جي ڄاڻ مددگار ثابت ٿئي ٿي.

انگريزيءَ ۾ اها نشاني اضافت ڏيکارڻ لاءِ ڪم ايندي آهي، مثال طور: Boy's_ يعني هڪ ڇوڪري جو_ هتي ايپاسٽرافي واءِ (y) کان پوءِ ۽ "ايس" (s) کان پهرين ڏبي، پر جي اهو هجي "ڇوڪرن جو" تہ پوءِ اها نشاني (s) کان پوءِ ڏبي. جيئن Boys'_ اهو تہ ٿيو اسم لاءِ اصول، ضميرن سان اضافت لاءِ اها نشاني نہ لڳائڻ گهرجي ۽ its, yours, ours, theirs وغيره ۾ اها نشاني ڪا نہ لڳ ندي آهي. البت هڪ لفظ منجهائيندڙ بہ ٿي سگهي ٿو سو آهي its جيڪو it's جي صورت ۾ بہ لکبو آهي، جو تہ اهو دراصل it is جي ننڍي ڪيل صورت آهي، اضافت واري صورت ناهي، جو تہ ايپاسٽرافي ڪنهن اکر کي حذف ڪري ان جي جاءِ تي بہ هڻبي آهي. مثال طور: do not کي don't & can not کي can't وغيره لکڻ مهل، يا سن 1960ع کي صرف 60' لکبو تہ 19 جي جاءِ تي ايپاسٽرافي ڏئي ڇڏبي، منفرد اکرن يا انگن کي جمع بنائڻ مهل بہ اها نشاني ڏبي آهي، مثال طور: appropriate ۾ ٽي p's آهن. ڪڏهن ڪنهن لفظ جو وڌيڪ تعداد ٻڌائڻ مهل بہ اها نشاني گهرجندي آهي. مثال طور جملي ۾ گهڻا but's نہ وجهڻ گهرجن. Abbreviations يا سسايل لفظن جي جمع ۾ اظهار وقت بہ انهيءَ کي استعمال ڪبو آهي V.I.P.'s يا M.A.'s وغيره.

**ٿورو دم يا ڪاما (،) :**

انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ڪاما (comma) يا "ٿورو دم"، جنهن کي "ساهي" بہ چيو ويندو آهي، شايد ٻين سڀني نشانين کان وڌيڪ

استعمال ٽينڊڙ نشاني آهي، ان ڪري سيني ڪان وڌيڪ غلط استعمال بہ ان جو ٿي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ڪاما (،) جي استعمال سان ڪجھہ جملا هيٺ ڏجن ٿا:

- ڏيءُ نہ پُٽ: ڏيءُ، نہ پُٽ/ ڏيءُ نہ، پُٽ.
- هينئر نہ پوءِ: هيئر، نہ پوءِ/ هينئر نہ، پوءِ.
- اڄ نہ سڀاڻ: اڄ، نہ سڀاڻ/ اڄ نہ، سڀاڻ.

ڏسو تہ ڪاما جي جاءِ بدلائڻ سان مفهوم بنھہ اُبتو ٿيو وڃي.

جڏهن ڪنهن جملي ۾ ڏنل ڪنهن لفظ يا نالي وغيره جي وضاحت ٿيل هجي، يا وڌيڪ معلومات ڏنل هجي تہ ڪاما يا ٿورو دم ڏبو آهي. مثال طور:

- اسڪول جو پرنسپال، مسٽر احمد، ڏاڍو سخت ماڻهو آهي.

هتي بنيادي جملو آهي: "اسڪول جو پرنسپال ڏاڍو سخت ماڻهو آهي"، پر ان ۾ اضافي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ نالو بہ وڌو ويو آهي، ان ڪري ان نالي کي جملي ۾ ٻن ڪامائن سان ڌار ڪري بيهاريو.

ڪنهن شهر ۽ ملڪ جو نالو جملي ۾ گڏ اچي تہ انهن کي بہ ڌار ڪرڻ لاءِ ڪاما جو استعمال ڪبو آهي.

- هيءُ مال جڪارتا، انڊونيشا، مان آيو آهي.

جڏهن ڪنهن جملي ۾ هڪ جهڙا لفظ يا لفظن جا جوڙا هڪبئي پٺيان هجن، تہ انهن کي ڪاما سان ڌار ڪري، آخري لفظ کان پهرين "۽" (يا ڪنهن ٻئي حرف جملي واري لفظ) جو استعمال ڪبو آهي.

اسمن جو مثال:

- زالون، مرد، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون سڀ هوشيار آهن.

صفتن جو مثال:

- هو ايماندار، محنتي، سياڻو ۽ لائق ڇوڪرو آهي.

اسم مصدر جو مثال:

- هن کي رڌڻ، پچائڻ، سبڻ ۽ پڙهڻ جا ڪم ايندا آهن.

ماضي معطوفيءَ جو مثال:

- آءٌ ماني کائي، ننڊ ڪري ۽ نؤينو ٿي پوءِ ٻاهر نڪتس.

شرطيہ جملي يا جملي ۾ هڪبئي تي مدار رکندڙ حصن جي وچ ۾ ڪاما وجهبي آهي، مثال طور:

- جي تون ايندين، آءٌ ملندس،
- جيڪو تو ڪيو سو اڳيان آيئي،
- جيڪي مون ڏٺو سو بيان ڪيم،
- جهڙي ڪرڻي، تهڙي ڀرڻي.
- هو پاڻ ۾ وڙهيا، ان ڪري ناراض آهن.

اهڙيءَ طرح لفظن جا جوڙا ڌار ڪرڻ لاءِ بہ ساڳيو اصول آهي.

صبح شام، ڏينهن رات توڙي سياري اونهاري سندس ڪرت اها آهي.

جڏهن ڪنهن جملي جي ٻن حصن ۾ ساڳيا لفظ هجن، پر ڳالهائڻ مهل ورجائجن نہ، تہ پوءِ بہ ڪاما ڏبي آهي، ان بناوت کي "Ellipsis" چئبو آهي. مثال طور:

- ڇوڪرين جا ڪتاب، ڪاپيون، ڪپڙا، جوتا، ڇوڪرن کان صاف هئا.

اصل ۾ جملي جو مطلب آهي: ڇوڪرين جا ڪتاب، ڪاپيون، ڪپڙا ۽ جوت ڇوڪرن جي ڪتابن، ڪاپين، ڪپڙن ۽ جوتن کان صاف هئا.

پر جيڪڏهن جملي ۾ حرف جملو "۽" وجهبو تہ ڪاما جي ضرورت ڪا نہ رهندي، مثال طور:

- ڇوڪرين جا ڪتاب، ڪاپيون، ڪپڙا ۽ جوتا ڇوڪرن کان صاف هئا.

سنڌيءَ توڙي انگريزيءَ ۾ ڪي لفظ اهڙا هوندا آهن، جيڪي ڪڏهن ڪڏهن محض سمجهاڻيءَ لاءِ بہ جملي ۾ ڳنڍيا آهن، اهڙن لفظن کي ٻئي جملي کان ڌار بيهارڻ لاءِ ڪاما جو استعمال ڪبو آهي.

- ملڪ جي معاشي صورتحال، منهنجي خيال ۾، ڏاڍي خراب آهي.
- تون اها خاطري رک، آءٌ توکي بہر حال، ماڻ نٿو چاهيان.

اهي ٻئي جملا ٻئي نموني بہ لکي سگهجن ٿا.

- منهنجي خيال ۾ ملڪ جي معاشي صورتحال ڏاڍي خراب آهي.
- بهرحال، تون اها خاطري رک تہ آءٌ توکي مارڻ نٿو چاهيان.

ٿورو دم يا ڪاما جو استعمال ڪرڻ مهل اهو خيال رکڻ گهرجي تہ عام صورت ۾ حرف جملو ("۽"، "يا" وغيره) ۾ ڪاما گڏ نہ لکڻ گهرجن. البت جيڪڏهن ڪنهن جملي جي پوئين حصي تي وڌيڪ زور ڏيڻو هجي، تہ پوءِ ائين ڪري سگهجي ٿو. مثال:

- سياڻي ارشد، امجد ۽ توهان منهنجي گهر اچجو.
- سياڻي ارشد، امجد، ۽ توهان منهنجي گهر اچجو.

مرڪب جملي جي ٻن حصن کي ڌار ڪرڻ لاءِ بہ اڪثر ڪاما جو استعمال ٿيندو آهي. انهيءَ ڏس ۾ اسان جا لکندڙ هڪ غلطي عام طور ڪندا آهن سا اها تہ ڪاما بدران دم ڏئي ڇڏيندا آهن. مثال طور:

- "مان مرد" جمال ابڙي جي شاهڪار ڪهاڻي آهي، جيڪا فينٽيسيءَ جي انداز ۾ لکيل آهي.

هن جملي ۾ ڳنڍيندڙ لفظ "جيڪا" آهي ان ڪري ان کان اڳ ۾ جملو ختم ڪرڻ واري نشاني يعني دم نہ پر ڪاما ايندي. ساڳيءَ طرح ٻين ڳنڍيندڙ لفظن "پر"، "تہ" يا "ضمير موصول" جواب موصول "جڏهن"، "تڏهن"، "جيڪو"، "سو" وغيره سان لاڳو ٿيندي. هتي اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ اها ڪاما ڏيڻ سان پوئين جملي تي زور اچي ٿو. ان جي لڳائڻ ڪانسواءِ بہ جملو صحيح ڇٽبو پر ان جا ٻئي حصا برابر رهندا.

Direct Speech يا "سڌي گفتگوءَ" ۾ ڳالهايل لفظن کي بياني لفظن کان ڌار ڪرڻ مهل بہ ڪاما لڳندي آهي.

- هن چيو "آءٌ ڇهين درجي ۾ پڙهندو آهيان."

**سيمي ڪولن يا اڌ دم (؛):**

اها نشاني مرڪب ۽ پيچيده جملن جي مختلف حصن کي ڌار ڪرڻ مهل ڪم ايندي آهي، خاص ڪري جڏهن ڪاما کان وڌيڪ ۽ حرف جملي کان گهٽ تعلق ڏيکارڻو هجي. مثال:

- هن جو مدو پورو ٿيو. هو چارج ڏئي هليو ويو.

متئين جملي جون بہ بيون صورتون هي ٿي سگهن ٿيون:

- هن جو مدو پورو ٿيو. هو چارج ڏئي هليو ويو.
- هن جو مدو پورو ٿيو ۽ هو چارج ڏئي هليو ويو.

هاڻي ڏسو تہ پهرئين جملي جي ٻن ٻنهي ڌار ۽ مڪمل حصن کي ڪاما ذريعي ڌار ڪرڻ سان مفهوم واضح ڪونہ ٿو ٿئي ۽ ٻئي جملي ۾ "۽" وجهڻ جي ڪري ڳالهہ رواجي ٿي پئي، جڏهن تہ اڌ دم يا سيمي ڪولن واري جملي جي ٻنهي حصن تي هڪ جيترو زور آهي.

ڪا تفصيل ڏيڻ جا بہ طريقا آهن. هڪ تہ نمبرن سان لکجي يا وري يڪي جملي ۾ لکجي. مثال طور:

- اڄ ڪلهہ اسان جا مسئلا آهن: صحيح تعليم جو فقدان، مناسب روزگار جي اڻهوند، صحيح ماحول جي ڪمي، ۽ وڏي ڳالهہ تہ سهڪار جي کوٽ.

انهي ساڳي ڳالهہ کي لکڻ جو ٻيو طريقو آهي:

- اڄ ڪلهہ اسان جا مسئلا آهن:

1. صحيح تعليم جو فقدان
2. مناسب روزگار جو اڻهوند
3. صحيح ماحول جي ڪمي
4. سهڪار جي کوٽ

جيڪڏهن ڪو اهڙو ڊگهو جملو هجي، جنهن جا مختلف حصا ڪامائن سان ڌار ٿيل هجن، تہ جتي مفهوم ۾ موڙ ۾ ٿورو ڦيرو محسوس ڪجي، اتي سيمي ڪولن ڏجي. مثال طور:

- هو ڏاڍو سياڻو آهي، تنهن ڪري سڀ ڪو ڪم سمجهي ڪندو آهي؛ پر طبع جو تکو آهي، جنهن ڪري ڪنهن کي ڪونہ وڻي.
- منهنجي خيال ۾، هو هڪ سٺو ڇوڪرو آهي، ڪم چاهي ٿو؛ اسان هن کي ملازمت ڏئي سگهون ٿا.

جڏهن ڪو بہ ٻن جملن کي ڳنڍيندڙ ظرف استعمال ۾ اچي، تہ انهيءَ کي اڌ دم سان ڌار ڪرڻ گهرجي ۽ ان کان اڳ ۾ اهو لڳائي، پويان ٿورو دم يا ڪاما لڳائبي آهي.

اھڙا ظرف انگريزيءَ ۾ تمام گھٽا آھن. سنڌيءَ ۾ پڻ "گڏوگڏ"، "تنھن ڪري"، "ساڳيءَ ريت"، "تنھن ڪانسواءِ"، "جيتوڻيڪ"، "اچا"، "ائين" ۽ بيا ڪيترائي اھڙا لفظ حرف جملي وانگر استعمال ڪيا آھن. مثال:

- ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ موڪلون آھن; ساڳيءَ ريت، سنڌ جي ٻين يونيورسٽين ۾ بہ موڪلون آھن.
- شاگرد پڙھن ڪو نہ ٿا; تنھن ڪري، لازمي طور فيل ٿين ٿا.

**ڪولن يا دم (:)**

ڪا ڳالھ ٻڌائڻي ھجي، ڪو پھاڪو ڏيڻو ھجي، يا ڪنھن جو چيل جملو دھرائڻو ھجي، پر لفظ جيئن جا تيئن quotation نہ ھجن، نہ اھي دھرائڻ کان پھرين ڪولن لڳندو مثال:

- پھاڪو آھي: سچ تہ بيٺو نچ.
- ھن جي ڳالھ سچ نڪتي تہ: جھڙي ڪرڻي تھڙي ڀرڻي، ضرور منھن ڀر ڪِرندو.

جڏھن ڪي تفصيل اڳتي ڏيڻا ھجن تہ بہ ڪولن لڳندو آھي مثال طور:

- ڪراچيءَ ۾ پنج ضلعا آھن: ڏکڻ، اتر، اولھ، اوڀر ۽ سينٽرل.

ڪا فھرست ڏيڻ کان اڳ پڻ ڪولن لڳائبو.

وقت ڏيکاريندڙ انگن وچ ۾ بہ ڪولن ڪم آڻبو آھي، 3:30p.m يا 4:10

**فل اسٽاپ يا پورو دم (.)**

ھر قسم جي بياني جملي پوري ٿيڻ تي پورو دم (.) ڏبو آھي. لفظن جي پوري لکڻ بدران مختلف طور ابتدائي اکرن abbreviations ۾ بہ انھن جي وچ ۾ فل اسٽاپ لڳندو. مثال طور:

- ايم. ايچ پنھور، جي. اي الانا، ايچ. ايم خواجہ وغيرہ.

ڊگرين جي لکڻ ۾ بہ اھو استعمال ٿيندو:

- ايم. اي، بي. اي، بي. ايس. سي وغيرہ.

**واڪ جون نشانيون (Quotation marks/ inverted Commas)**

واڪ جون نشانيون ٻن قسمن جون ٿينديون آھن.

1. اڪيليون

2. ٻٽيون

ڪنهن ماڻهوءَ جا ڳالهايل لفظ ابتين ٻٽين ڪامائن يا واڪ جي نشانين سان ڌار ڪيا ويندا آهن مثال:

- احمد چيو "مون کي منهنجو ڪتاب واپس ڪر!"

اهي نشانيون ان وقت اڪيليون (ٻٽيون نه) ڏبيون، جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جا چيل لفظ لکجن، جنهن ۾ هن ٻئي ڪنهن جا لفظ ورجايا هجن مثال:

- احمد چيو "شاهد نياپو ڏنو هو ته، 'منهنجو ڪم ڪري مون کي اطلاع ڏجو'، سو مون پنهنجو فرض پورو ڪري، نياپو توهان کي پهچايو."

جملن جي وچ ۾ پهاڪا، چوڻيون، ڪنهن ڪتاب جو نالو مضمون وغيره يا عنوان ۾ ڪي اهڙا لفظ اچن، جن کي نمايان ڪرڻو هجي ته انهن کي به واڪ جي نشانين سان ڌار ڪبو آهي.

مثال: ڪالهه مون غلام نبي مغل جو ناول "اوڙاهه" پڙهيو.

**سوال جي نشاني (؟)**

هيءَ نشاني سواليه جملي جي آخر ۾ لڳندي آهي، پر اهو سوال سڌو يا direct هئڻ گهرجي. Indirect speech ۾ اها نشاني ڪانه لڳندي مثال:

- احمد پڇيو "ارشد ڪيڏانهن ويو آهي؟"
- احمد پڇيو هو ته ارشد ڪيڏانهن ويو هو.

اهڙا سوال جيڪي جملي ۾ فاعل جي جاءِ وٺن، انهن ۾ سواليه نشاني ڪانه لڳندي.

- مذهب ڇا آهي، سائنس ڪهڙو ڪارنامو ڪيو آهي، اها ڳالهه سيکو سمجهي ٿو.

اهڙا سواليه جملا جيڪي ڏسڻ ۾ ته سوال اچن، پر هجن درخواست واري مفهوم جا. انهن ۾ سوال جي نشاني ڪا نه لڳندي بلڪ اتي عجب جي نشاني لڳندي مثال:

- ڇا توهان مهرباني ڪري منهنجو ڪتاب جلدي واپس ڪندا!

اخبارن ۾ اهڙي ڪا خبر، ۽ ڪتابن ۾ اهڙا ڪي تفصيل ۽ انگ اکر ڏيٺا هجن، جن جي باري ۾ پڪ نہ هجي، تہ پوءِ انهن جي سامهون ڏنگين ۾ سوال جي نشاني ڏبي آهي. مثال:

- حڪومت ڪوتا سسٽم- اڃان ويهہ سال وڌيڪ جاري رکڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو(؟)
- آمريڪا جي ريڊ انڊين کي 1921ع(؟) ۾ حق مليا.

**عجب جي نشاني (!)**

ڪنهن بہ حيرت ۾ وجهندڙ جملي جي آخر ۾ اها نشاني لڳندي آهي، يا وري گهڻي توجهہ ڇڪائڻ لاءِ پڻ هڪ يا ڪڏهن ڪڏهن بہ ساڳيون نشانيون پڻ لڳائيبيون آهن.

لفظ جي ندائي صورت ۾ يا ندائي جملي ۾ آخر ۾ بہ اها نشاني لڳائبي آهي. تمنائي جملا، امر نيازي (اڄ پڇاڙيءَ) وارا جملا پڻ آخر ۾ عجب جي نشاني لڳائيندا آهن مثال:

- ادا طارق! هتي اچي ويهہ.
- ادا طارق، هيڏانهن تہ اچجان!
- اڙي! افسوس! آهہ ڪمال آهي!

طنز ڏيکارڻ لاءِ ڏنگين يا بريڪيٽ ۾ عجب جي نشاني ڏبي آهي.

- ها سائين، تون وڏو نيڪ (!) ماڻهو آهين.
- تون پاس ٿي وئين (!) هتي عجب جي نشاني جڻ تہ چئي رهي آهي تہ "ڪمال آهي."

**ڏنگيون (): Parentheses and Brackets**

ڳالهايل لفظن Quotations ۾ جيڪڏهن ڪا سمجهاڻي ڏيڻي هجي تہ اها ڏنگين ۾ لکجي.

ڪنهن جملي ۾ ڪو اهڙو لفظ هجي، جنهن جي وضاحت ضروري سمجهجي، تہ ڏنگين ۾ ان جي معنيٰ لکبي. مثال:

- ڪالهہ سينيٽ (يونيورسٽيءَ جي) جي ميٽنگ هئي.

جملي ۾ ڪا رقم انگن ۾ لکيل هجي تہ اکرن ۾ اها ڏنگين ۾ لکبي، ۽ جي اکرن ۾ هجي تہ انگ ڏنگين ۾ لکبا. مثال:

- هن کان 100 (سئو) رپيا مليا.
- هن کان سئو(100) رپيا مليا.

جيڪڏهن لکڻيءَ ۾ ڪو حوالو اتي جو اُتي ڏيڻو هجي، تہ اهو بہ ڏنگين ۾ لکبو. مثال:

- مزدورن کي سال جون 25 موڪلون ڪرڻ جو حق حاصل آهي (ليبر لاز صفحو....)

ليڪ (_) Dash

عام طور تي ننڍڙي ليڪ، جملي ۾ اوچتو خيال، جي يا موڙ جي تبديليءَ ڏيکارڻ لاءِ استعمال ڪبي آهي، جنهن سان تسلسل ۾ تبديليءَ جو احساس ملندو آهي_ يا وري ساڳيو خيال بہ پيرا ورجائڻ مهل بہ ننڍڙي ليڪ ان کي ظاهر ڪندي آهي. مثال:

- جڏهن آخري پيرو مون هن سان ڳالهايو_ ڪو مهينو کن اڳ_ هن تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪا نہ ڪئي.
- اسڪول جو پرنسپال_ نالو الائي ڇا اٿس_ ڏاڍو سخت ماڻهو آهي.

ان کان بہ ننڍڙي ليڪ يا Hyphen_ انگريزيءَ توڙي سنڌيءَ ۾ ڪن مرڪب لفظن جي وچ ۾ لڳندي آهي.

**ٻڙيون** (...) Hiatus

جڏهن ڪنهن Quotation جو ڪجهہ حصو ڪٽي ڇڏڻو هجي، تہ اتي ٽي ٻڙيون ڏئي ڇڏبيون آهن. جنهن جو مطلب اهو ٿيندو تہ هتان ڪجهہ حصو ڪٽيل آهي. جيڪڏهن ڪٽيل حصو ڏنگين ۾ هجي، تہ ٻڙيون بہ ڏنگين ۾ ڏبيون آهن.

جڏهن ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏڻ جو تاثر ڏيڻو هجي تہ بہ جملي جي آخر ۾ اهي ٻڙيون ڏئي ڇڏبيون. ياد رهي تہ اهي ٻڙيون ٽن کان وڌيڪ نہ ڏيڻ گهرجن.

**پئرا گراف:**

آخر ۾ اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ تحرير کي پئراگرافن ۾ ورهائڻ بہ بيهڪ جي نشانين جي سري هيٺ اچي ٿو. ڪنهن بہ ڊگهي لکڻيءَ کي پيرائن ۾ ورهائڻ سان تاثر ۾ بهتري اچي ٿي. پئرائن ۾ ورهائڻ جو اصول اهو

آهي تہ هر هڪ خيال کي ڌار پيرا ۾ لکجي. خيال جي منجهڻ سان پئرا مٽائي ڇڏجي. نئين پئرا، سٽ جي ٽين يا چوٿين پتي ڇڏي شروع ڪرڻ گهرجي.

منهنجو تجربو اهو ٻڌائي ٿو تہ اسان جا نوان ليکڪ ۽ سيڪڙات، اڪثر جملي جي مڪمل ٿيڻ کان اڳ ۾ وچ تي پورو دم يا ٿورو دم هڻڻ مهل منجهي پوندا آهن، ۽ ڪاما جي جاءِ تي فل اسٽاپ هڻندا آهن. اهو ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ جڏهن جملو پورو ٿي وڃي، ۽ ان جو مفهوم بہ مڪمل طور واضح ٿي وڃي، تہ فل اسٽاپ يا پورو دم لڳائجي، جو تہ وچ ۾ اها نشاني مفهوم ۾ مونجهارو پيدا ڪندي. ساڳيءَ طرح سان جتي ان پوري دم جي ضرورت هوندي، ۽ اتي اها نشاني نہ هڻبي، تہ بہ مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو.

ڪاما جو استعمال ڪوشش ڪري حرف جملي سان گڏ نہ ڪجي، پر جي جملي جي هڪ حصي تي وڌيڪ زور ڏيڻو هجي تہ پوءِ ان جي وچ ۾ ڪاما ڏئي ان کان پوءِ ("۽" يا "پر") لکبو تہ ان جو مطلب ٿيندو تہ اسان ڳالهائڻ مهل اِن "۽" ۽ "پر" تي زور ڏيڻ جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ اها ڪاما لڳائي آهي. ڏنگين ۾ ڪنهن بہ Quotation لکڻ مهل ابتيون واڪ جون نشانيون (inverted Commas) لڳائجن تہ پوري دم، ٿوري دم يا اڌ دم جون نشانيون ۽ ٻيون نشانيون انهيءَ جو حصو هئڻ جي صورت ۾ اندر لڳنديون. باهر نہ البت عجب جي نشاني ۽ سوال جي نشاني معنيٰ جي حساب سان لڳندي آهي. بيهڪ جون نشانيون تحرير جي خوبصورتيءَ ۾ واڌارو آڻين ٿيون ۽ ان کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿيون. ان ڪري انهن جو صحيح ۽ موقعي جي مناسبت سان استعمال ازحد ضروري آهي.

**مددي ڪتاب:**


1. آڏواڻي، ڀيرومل۔ وڏو سنڌي وياڪرڻ، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1985ع.
2. سراج۔ (مقالو: بيهڪ جون نشانيون) مهراڻ۔1، 1956ع، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.
3. سنڌي وياڪرڻ: مرزا قليچ بيگ، سنڌي ادبي بورڊ، 1960ع.
4. "Write Better Speak Better": Readers Digest Association, Pleasantville, New York, 1977.


[سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ڪراچيءَ ۾ ڏنل ليڪچر]

